ڪتاب جو نالو: جي ايم سيد جي سياسي ۽ مذهبي زندگي

مرتب جو نالو: راشد راهي

ڇاپو: پهريون

سال 2011ع

تعداد: هڪ هزار

ڪمپوزنگ: بختيار احمد ٻٽو (ٻٽو ڪمپيوٽرس حيدرآباد)

شايع ڪندڙ: خلافت اڪيڊمي شڪارپور سنڌ.

قيمت: 120/=

**ڪتاب ملڻ جا هنڌ**

سنڌ جا مشهور بوڪ اسٽال

# فهرست

# پيش لفظ

سيد غلام مرتضيٰ شاه المعروف جي ايم سيد جو شمار ملڪ جي نامور سياستدانن، ذهين فردن ۽ مشهور شخصيتن ۾ ٿئي ٿو. جي ايم سيد سورهن سالن جي نسبتاً ننڍي عمر ۾ سياست جي خاردار واديءَ ۾ قدم رکيو ۽ پنهنجي تيز ذهن ۽ سيمابي طبيعت جي ڪري سياسي پارٽين ۾ شموليت اختيار ڪندو ۽ تبديل ڪندو رهيو. هو ڪنهن به هڪ پارٽيءَ ۾ يڪسوئيءَ سان ڪم ڪندي پنهنجي بي پناهه صلاحيتن کي ملڪ ۽ ملت لاءِ ڪارآمد ۽ فائديمند نه بنائي سگهيو.

ويهين عيسوي صدي جي پهرئين اڌ ۾ برصغير پاڪ و هند ۾ جيڪي به سياسي، مذهبي ۽ قومي تحريڪون اٿيون، جي ايم سيد انهن ۾ شرڪت ڪئي. شاه صاحب پنهنجي تيز ذهن، هوشيار طبيعت ۽ مطالعي جي ڪثرت سبب دانشور، اسڪالر ۽ سياستدان ته بنجي پيو پر ڪنهن الله واري سان روحاني تعلق نه هئڻ سبب هو خود پنداري، خودسري ۽ انا پرستيءَ جو شڪار ٿي ويو. جي ايم سيد سياسي پارٽين يا قومي تحريڪن ۾ پنهنجي ڳالهه (غلط توڙي درست) مڃرائڻ ۾ تمام گهڻو اصرار ڪندو هو ۽ اهائي ڳالهه پارٽين ڇڏڻ ۽ تبديل ڪرڻ جو سبب بڻبي هئي. ان جو سڀ کان وڏيڪ مشهور واقعو يا مثال باني پاڪستان قائداعظم محمد علي جناح ﷺ سان اختلاف وارو معاملو آهي. جي ايم سيد جو قائداعظم سان اختلاف، سنڌ مسلم ليگ ۾ ڌڙي بندي ڪرڻ ۽ پنهنجي هم خيال گروپ کي سنڌ مسلم ليگ مٿان مسلط ڪرڻ واري مامري تان شروع ٿيو. جنهن هن جي زندگي ۽ سياسي ڪيريئر کي ته و بالا ڪري ڇڏيو ۽ ان معمولي واقعي هن جي دل دماغ تي ايترو ته اثر ڪيو جو ان کان بعد هن پنهنجي ساري زندگي اسلام ۽ پاڪستان جي مخالفت ۽ دشمني لاءِ وقف ڪري ڇڏي، جي

ايم سيد. اسلام کي غلط ۽ فرسوده دين ثابت ڪرڻ ۽ پاڪستان کي ٽوڙي سنڌو ديش ناهڻ لاءِ پنهنجُون سموريون صلاحيتون ۽ توانايون صرف ڪندي پنهنجي ساري ڄمار گذاريندي قبر ۾ وڃي داخل ٿيو. قائداعظم سان اختلاف وارو واقعو جيئن تہ تاريخي نوعيت جو آهي، تنهنڪري ان کي هتي درج ڪيو وڃي ٿو. ان لاءِ تہ جيئن هن ڪتاب جا پڙهندڙ مسئلي کي سولائيءَ سان سمجهي سگهن:

قائداعظم محمد علي جناح ﷺ، جي ايم سيد کي، سنڌ مسلم ليگ ۾ انتشار پيدا نہ ڪرڻ ۽ مسلم ليگ جي ليڊرن ۽ ميمبرن سان رويو درست رکڻ جي تمام گهڻي تلقين ۽ هدايت ڪئي مگر بي سود. آخرڪار قائداعظم تنگ ٿي مسٽر جي ايم سيد کي هيٺ ڄاڻايل ٽليگرام (تار) موڪلي، هن تي هيءَ چارج شيٽ لڳائي:

”توهان جون 24 ۽ 27 فبروري (1945ع) واريون تارون پهتيون. نهايت افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ توهين پاڻ قبول ٿا ڪريو تہ توهان غير قانوني طريقا اختيار ڪيا آهن. توهين اڻ سوهائيندڙ منصوبي بازين ۾ شامل ٿي، دشمن جي هٿ ۾ رانديڪو بڻيا آهيو. توهان پنهنجي اڳواڻ ۽ پنهنجي پارٽيءَ جي خلاف غداري ڪئي آهي. ان طرح توهان اسان جي مقصد، مسلم ليگ جي عزت ۽ شان کي سخت ڌڪ هنيو آهي، توهان گهوٽالو پيدا ڪيو آهي، پارٽيءَ جو انتظام ڀڳو آهي، نفاق پيدا ڪيو آهي ۽ مسلم ليگ جماعت جي عزت کي نقصان رسايو آهي. اهو سڀ ڪجهہ توهان بمبئيءَ ۾ اسان جي ڪيل ڳالهين جي خاتمي تي مون کي جيڪي خاطريون ڏنيون هيون، انهن جي خلاف ورزي ڪري، منهنجي ڏنل صلاحن کي نظر انداز ڪري ڪيو آهي.

توهان ”عمل ڪاميٽي“، ”مرڪزي پارليامينٽري بورڊ“ مسلم ليگ جي سڄي نظام، جماعت جي قاعدن قانونن ۽ ضابطن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو جن جي وسيلي اوهين پنهنجي جائز شڪايتون دور ڪرائي سگهيا ٿي. توهان غلط رستو اختيار ڪري، اهي طريقا ورتا

آهن، جيڪي ظاهر آهي تہ مسلم ليگ جماعت جي بنيادي نظام ۽ سندس نصب العين کي نقصان پهچائيندا. توهان جو اختيار ڪيل طرز عمل نهايت بي مناسب، مسلم قوم جي مفاد خواهہ مسلم ليگ جماعت جي لاءِ نقصانڪار آهي. هن کان پوءِ اوهان کي ڪنهن بہ قسم جون هدايتون يا صلاحون ڏيڻ بلڪل بي معنيٰ ٿينديون.“

(الوحيد 1 مارچ 1945ع)

قائداعظم جي انهيءَ بيان (يعني ٽيليگرام) تي روزانہ الوحيد ڪراچي هڪ پُر اثر ۽ زوردار اداريو لکيو جنهن ۾ هن جي ايم سيد جي سيني غلط ڪمن ۽ منفي سرگرمين کي نهايت تفصيل سان بيان ڪيو. هتي انهن کي درج ڪرڻ بي جا طوالت جو سبب بڻبو.

ان کانپوءِ جي ايم سيد، قائداعظم ۽ مسلم ليگ کان علحدگي اختيار ڪري پنهنجي تجويز ڪيل رستي (يعني اسلام دشمني ۽ پاڪستان دشمني) تي پنڌ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي باقي زندگي ان غلط ۽ فضول مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ان دوران جي ايم سيد جيڪي ڪارناما ڪيا ۽ جيڪي ملڪ ۽ مذهب دشمن ڪارگذاريون سرانجام ڏنيون، انهن جو تفصيل تہ توهان هن ڪتاب ۾ مطالعو ڪندؤ مگر ان جو اجمال يا مختصر خاڪو سنڌ جي مشهور دانشور ۽ صحافي حافظ محمد موسيٰ ڀٽو صاحب جي زباني ٻڌو:

”جي ايم سيد جي اسلام ۽ ملڪ دشمني ڪنهن کان مخفي (ڳجهي۔ لڪل) نہ آهي. مسلمانن ۾ (گذريل چوڏهن سو سالن ۾) شايد ئي ڪو اهڙو انسان پيدا ٿيو هجي، جنهن اسلام جي هرهڪ شيءِ کي تنقيد جو نشانو بنايو هجي. جي ايم سيد اسلام ۽ پاڪستان جي خاتمي کي ئي پنهنجي زندگيءَ جو نصب العين ۽ مقصد بنايو هجي ۽ حقيقت اها آهي تہ ان مقصد جي حصول لاءِ نهايت محنت، ڪوشش ۽ انتهائي گهڻي جفاڪشي ۽ شوق سان ڪم ڪيو هجي.

جتي هن اسلام ۽ پاڪستان ۽ ملت اسلامي جي برگزيده ۽ معتبر شخصيات جي خلاف ٽي چار ڏزن ڪتاب لکيا آهن ته اتي هن جي زندگيءَ جو پروگرام اهو رهيو آهي ته هو روزانو صبح جو نائين بجي کان رات جو هڪ ٻي بجي تائين سڄي سنڌ کان آيل ملاقاتين جي آڏو اسلام ۽ پاڪستان جي خلاف هرزه سرائي ڪندو رهي ٿو ۽ انهن جي ذهنن ۾ ملڪ ۽ مذهب جي خلاف زهر پريندو رهي ٿو. اسلام، اسلامي رهبر ۽ مذهب جي هر شيءِ جي خلاف انهن جو اعتقاد ۽ اعتماد مجروح ڪندو رهي ٿو. هاڻي جيئن ته هو قبر ۾ پير لڙڪايون پيو آهي، ان هوندي به هن جي اها ساڳي حالت آهي ۽ پنهنجي مقصد سان لڳاءَ ۾ ڪا به ڪمي ۽ گهٽتائي نه آئي آهي."

(جی ایم سید: ایک تجزیا، ایک مطالعہ ص4)

جي ايم سيد جو اسلام ۽ ملڪ جي خلاف ڪتاب شايع ڪري نوجوان نسل جي ذهنن کي بگاڙڻ ۽ منفي سرگرمين ۾ مشغول رهڻ جون رپورٽون، خبرون ۽ مضمون ملڪ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ وقت بوقت شايع ٿيندا رهندا هئا، پر مارڪيٽ ۾ ڪو به اهڙو ڪتاب موجود نه هيو جنهن کي پڙهي ڪري جي ايم سيد جي نظرين ۽ خيالن کان چڱيءَ طرح آگاهي حاصل ٿي سگهي. ان ضرورت کي محسوس ڪندي بنده راقم الحروف اهل قلم حضرات جا مختلف مضمون ۽ مقالا مرتب ڪري هي ڪتاب جوڙي پبلشر جي حوالي ڪريان ٿو. مون کي قوي اميد آهي ته هن ڪتاب جي مطالعي بعد سنڌ جا مسلمان (خاص طرح نوجوان) جي ايم سيد جي زهر آلود لٽريچر جي نقصان کان محفوظ ٿي ويندا. جيڪڏهن هن ڪتاب پڙهڻ سان ڪنهن به هڪ کي فائدو پهتو ته مان سمجهندس ته منهنجو پورهيو صاب پيو.

14 آگسٽ 2011ع
يوم تاسيس پاڪستان

اسلام ۽ پاڪستان جو خادم
راشد راهي

# ماڻڪ موتي

* (الله) اهو ئي آهي، جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو تہ جيئن ان کي سيني دينن تي غالب ڪري ۽ الله جي شاهدي ڪافي آهي. (سورت الفتح: 28)
* اڄ مان اوهان جي دين کي اوهان لاءِ ڪامل ڪيو ۽ مان اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ مان اوهان لاءِ اسلام کي دين طور پسند ڪيو. (سورت المائده:3)
* اهي وات سان ڦوڪون ڏئي الله جي نور کي وسائڻ چاهين ٿا، پر الله پنهنجي نور کي توڙ (تائين) پهچائڻ وارو آهي، پوءِ ڇو نہ ڪٺي ڪافر مڃيان پائين! (الله) اهوئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچو دين ڏيئي موڪليو تہ جيئن سيني دينن تي ان کي غالب ڪري ڇڏي پوءِ ڪٺي مشرڪ ڪيڏا بہ ارها ڇو نہ ٿين! (سورت الصف: 8 ۽ 9)
* اي ايمان وارو! مان اوهان کي اهڙي واپار جو ڏس ڏيان، جيڪو اوهان کي ڏکوئيندڙ عذاب کان ڇوٽڪارو ڏئي؟ الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻيو ۽ پنهنجن مالن ۽ جانين سان الله جي وات ۾ جهاد ڪريو جيڪڏهن ڄاڻو تہ اهو اوهان لاءِ بهتر آهي. هو اوهان جا گناهہ معاف ڪندو ۽ اوهان کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون پيون وهنديون ۽ سدائين رهڻ وارن بهشتن ۾ رهڻ جون تمام سٺيون جايون (توهان کي) عطا ڪندو اها ئي وڏي ڪاميابي آهي. (سورت الصف: 10_11_12)
* بيشڪ (سچو) دين الله وٽ اسلام آهي. (القرآن)
* جيڪو شخص اسلام کان سواءِ ٻيو ڪو (دين) تلاش ۽ (اختيار) ڪندو. اهو (دين) انهيءَ شخص کان (الله تعاليٰ وٽ) مقبول

(منظور قبول) نہ ٿيندو ۽ اهو شخص آخرت ۾ خساري وارن مان ٿيندو. (القرآن)

* جيڪو شخص اوهان مان پنهنجي دين (اسلام) کان ڦري وڃي تہ اهڙن ماڻهن جا چڱا ڪم دنيا ۽ آخرت ۾ ناس ٿي وڃن ٿا ۽ اهڙا ماڻهو دوزخي بڻجن ٿا (۽) اهي ماڻهو هميشہ (هميشہ لاءِ) دوزخ ۾ رهندا. (القرآن)

* جيڪي الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃن ٿا، انهن کي تون ڪڏهن بہ الله ۽ سندس رسول جي مخالفن (ڪافرن- منافقن وغيره) سان دوستي رکندو نہ ڏسندين، پوءِ ڀلي هو سندن پيئر يا سندن پٽ يا سندن ڀائر سندن ڪٽنب قبيلي جا هجن. اهي ئي آهن جن جي دلين ۾ الله ايمان لکي (پڪو ڪري) ڇڏيو آهي ۽ کين پنهنجي (ڳجهي) فيض سان مدد ڏني اٿس. (سورت المجادلہ: 22)

* اي ايمان وارؤ! الله جي فرمانبرداري ڪريو ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪريو ۽ پنهنجا عمل نہ وڃايو. جن ڪفر ڪيو ۽ الله جي راهہ کان روڪيو پوءِ ڪافر ٿي مري ويا، تن کي الله ڪڏهن بہ نہ بخشيندو. (سورت محمد: 23_ 24)

* اوهان ۾ هڪ اهڙي جماعت بہ ضرور هئڻ گهرجي، جيڪا نيڪي ڏانهن سڏي، چڱا ڪم ڪرڻ جو حڪم ڏئي ۽ بڇڙاين کان جهلي ۽ اهي ئي ڪامياب آهن. (آل عمرن: 104)

* قيامت جي ڏينهن ڪي منهن چمڪي رهيا هوندا ۽ ڪي منهن ڪارانيل هوندا. جن جا منهن ڪارا هوندا، تن کي چيو ويندو تہ "ڇا اوهان ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪافر ٿي ويا هئا؟" تنهنڪري ان ڪفر جي بدلي جيڪو اوهان ڪندا هئا، (جهنم جو) عذاب چکو. (سورت آل عمران: 106_107)

* اي ايمان وارؤ! پاڻ کي ۽ پنهنجي گهروارن کي ان باهہ کان بچايو جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر هوندا، جنهن (باهہ) تي ڪرڙڪ ۽

سختي ڪندڙ ملائڪ مقرر آهن. جيڪي الله جي حڪم جي ڪڏهن بہ نا فرماني نٿا ڪن ۽ انهن کي جيڪو بہ حڪم ملي ٿو پورو ڪن ٿا. (سورت التحريم:06)

* اي ڏوهاريؤ! اڄ (نيڪن کان) جدا ٿي بيهو. اي آدم جو اولاد! ڇا مان اوهان کي تاڪيد نہ ڪيو هو تہ شيطان جي بندگي نہ ڪجو (ڇو) جو هو پڪ سان اوهان جو پڌرو دشمن آهي ۽ منهنجي بندگي ڪجو اها ئي سنئين واٽ اٿؤ. (پر تڏهن بہ) هن اوهان مان گهڻيءَ خلق کي گمراهہ ڪري ڇڏيو پوءِ اوهان نہ ٿي سمجهيو ڇا؟ هي اٿئو اهو ئي جهنم، جنهن جو اوهان کي واعدو ڏبو هو! هاڻي وڃي سڙو ان ۾، هن سبب ڪري جو اوهان ڪفر ڪندا هئا. (ياسين: 59۔ 63)

* جنهن ڏينهن هي زمين مٽائي ٻي زمين ڪئي ويندي ۽ آسمان پڻ. سڀ هڪ واحدالقهار اڳيان اچي حاضر ٿيندا. (تون) ان ڏينهن ڏوهارين کي زنجيرن ۾ ٻڌل ڏسندين. سندن ڪپڙا گندرف (ڏامر) جا هوندا ۽ سندن منهن کي باهہ ويڙهي ويندي (اهي سڀ ان لاءِ گڏ ٿيندا) تہ جيئن الله سڀ ڪنهن کي سندس ڪئي جو بدلو ڏئي، بيشڪ الله جلد حساب وٺندڙ آهي. (سورت ابراهيم: 48۔ 51)

* جن پنهنجي رب سان ڪفر ڪيو تن لاءِ دوزخ جي سزا آهي ۽ اها موٽڻ جي ڏاڍي بڇڙي جاءِ آهي............ جڏهن بہ ڪنهن ٽولي کي ان ۾ ڦٽو ڪيو ويندو تہ سندس داروغا انهن کان پڇندا تہ اوهان وٽ ڪو ڊيڄارڻ وارو نہ آيو هو ڇا؟ چوندا تہ هائو! اسان وٽ ڊيڄارڻ وارو تہ آيو هو پر اسان هن کي ڪوڙو سڏيو ۽ چيوسون تہ الله ڪجهہ بہ نہ لاٿو آهي، اوهين تہ رڳو گمراهي ۾ پيل آهيو............ ايئن هو پنهنجو ڏوهہ باسيندا. پوءِ لعنت آهي دوزخين تي. (سورت الملڪ: 5۔11)

* نهايت برڪت وارو آهي اهو (الله) جنهن پنهنجي ٻانهي تي فرقان

(حق ۽ باطل کي نکيڙيندڙ ڪتاب) نازل ڪيو تہ جيئن سموري جهان وارن لاءِ ڊيڄاريندڙ هجي. (سورت الفرقان: 01)

* (اي نبي!) ۽ اعلان ڪري ڇڏ تہ حق اچي ويو (يعني اسلام) ۽ باطل (يعني ڪفر) مٽجي ويو ۽ بيشڪ باطل تہ آهي ئي مٽجڻ وارو ۽ اسين اهڙو قرآن نازل ڪريون ٿا، جيڪو مومنن لاءِ تہ شفاعت ۽ رحمت آهي پر ظالمن لاءِ اهو ٽوٽ ڪانسواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ ۾ واڌارو نٿو ڪري. (بني اسرائيل: 81_82)

* بيشڪ توهان لاءِ رسول الله (ﷺ) جي طريقي ۾ نهايت عمدو نمونو آهي. (سورت احزاب: 21)

* ۽ جيڪو هدايت جي چٽي ٿيڻ ڪانپوءِ پيغمبر جي مخالفت ڪندو ۽ مومنن جي رستي ڪانسواءِ ٻيو (ڪو) رستو اختيار ڪندو، سو جيڏانهن ڦريو تيڏانهن کيس ڦيرائينداسون ۽ کيس دوزخ ۾ داخل ڪنداسون ۽ (اها) بڇڙي جاءِ آهي. (النساء: 115)

* جيڪي (ماڻهو) الله ۽ سندس رسول جي مخالفت ڪن ٿا، اهي ذليل ڪيا ويندا، جيئن ڪانئن اڳين کي خوار ڪيو ويو. (المجادلہ: 5)

* جيڪي ان (رسول) جي حڪمن جي ابتڙ هلن ٿا، تن کي ڊڄڻ گهرجي تہ متان ڪنهن فتني ۾ نہ ڦاسي وڃن يا کين (ڪو) ڏکوئيندڙ عذاب نہ پهچي. (النور: 63)

* ۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جو حڪم نہ مڃيندو تنهن لاءِ بيشڪ دوزخ جي باهہ آهي، جنهن ۾ (هو) سدائين رهندو. (الجن: 23)

* **تہ ڪڏهن ان شخص کي ڏٺو آهي، جنهن پنهنجي نفس جي خواهش کي پنهنجو معبود بڻائي ڇڏيو آهي. (الفرقان: 43)**

* (اي پيغمبر! ﷺ) چئو تہ اسان توهان کي ٻڌايون تہ عملن جي لحاظ کان وڌ ۾ وڌ ٽوٽ ۾ ڪير آهن؟ اهي جن جي دنيا واري حياتيءَ ۾ سموري ڊڪ ڊوڙ صحيح واٽ کان ٿڙيل هئي پر وري سمجهندا ايئن پي رهيا تہ ڏاڍي سهڻي ڪارڪرت ڪي لڳا پيا

آهيون. (الڪهف: 103_104)

* ۽ صور ڦوڪي ويندي، پوءِ يڪدم هو پنهنجي قبرن مان نڪري سندن رب (آڏو حاضر ٿيڻ لاءِ ان) ڏانهن ڊوڙندا. چوندا ”ويل ٿي ويو اسان کي اسان جي سمهڻ جي جاءِ مان ڪنهن اٿاريو آهي؟ (چئبن) اهو اٿؤ اهو ڏينهن، جنهن جو رحمان واعدو ڪيو هو ۽ رسولن برابر سچ چيو هو. (ياسين: 51_ 52)

* اي انسانؤ! پنهنجي رب (جي عذاب) کان ڊڄو. بيشڪ قيامت جو ڌڏڪو (هيبت واري) شيءِ آهي. جنهن ڏينهن ان کي ڏسندؤ تہ هر ڪا ٿڃ ڏارائيندڙ پنهنجي ٿڃ ڏائڪ کي وساري ڇڏيندي ۽ هر ڪا حمل واري پنهنجو بار ڪيرائي ڇڏيندي ۽ تو کي ماڻهو نشي ۾ لڳندا، جڏهن تہ هو نشي ۾ نہ هوندا، پر الله جو عذاب (ئي اهڙو) سخت هوندو. (سورت الحج: 1_2)

* جن ماڻهن اسان جي آيتن کي مڃڻ کان انڪار ڪيو، تن کي اسان جلد ئي باهہ ۾ وجهنداسون. جڏهن بہ سندن کلون ڳري سڙي وينديون، تہ ان جي جاءِ تي ٻي کل پئدا ڪنداسون، تہ جيئن هو عذاب چکندا رهن. بيشڪ الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي. جن ايمان آندو ۽ نيڪ عمل ڪيا، انهن کي اسان باغن ۾ داخل ڪنداسون، جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون، هو انهن ۾ هميشہ رهندا، انهن لاءِ اتي پاڪ زالون هونديون ۽ انهن کي اسان گهاٽي ڇانو هيٺ جاءِ ڏينداسون “ (النساء: 56_57)

* تنهنڪري الله ۽ سندس رسول تي ۽ ان نور تي جيڪو اسان نازل ڪيو آهي. ايمان آڻيو ۽ جيڪي اوهين ڪريون ٿا، تنهن جي الله خبر رکندڙ آهي. جنهن ڏينهن الله اوهان کي گڏ ٿيڻ جي ڏينهن گڏ ڪندو، اهو ئي کٽڻ (۽) هارائڻ جو ڏينهن آهي ۽ جيڪي الله تي ايمان آڻيندا ۽ چڱو عمل ڪندا تہ انهن کان سندن مدايون ميٽي ڇڏيندو ۽ انهن کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان

واءِ وهن ٿا، انهن ۾ هميشه رهندا. اها ئي وڏي ڪاميابي آهي. (التغابن: 8_9)

* قسم آهي زماني جو ته انسان ٽوٽي (نقصان) ۾ آهي. سواءِ انهن جي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ۽ هڪ ٻئي کي حق جي نصيحت ۽ صبر جي تلقين ڪندا رهيا. (سورت العصر: 1_3)

* اسان گهڻا ئي اهڙا جن ۽ انسان دوزخ لاءِ پيدا ڪيا آهن، جن کي دليون (ته) آهن پر هو انهن سان سوچن (غور) نٿا ڪن ۽ انهن کي اکيون آهن پر انهن سان ڏسن نٿا ۽ انهن کي ڪن آهن پر انهن سان ٻڌن نٿا. اهي ئي ماڻهو جانورن وانگر آهن، بلڪ اهي انهن کان به وڌيڪ چٽ آهن. اهي ئي ماڻهو غافل آهن. (الاعراف:179)

* حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور انور ﷺ فرمايو ته توهان مان جيڪو برائي کي ڏسي ته ان کي هٿ سان روڪي پوءِ جيڪڏهن اها طاقت نه رکي ته ان کي زبان سان روڪي، پوءِ جيڪڏهن اها به سگهه نه اٿس ته ان کي دل ۾ خراب سمجهي ۽ اهو سڀ کان ڪمزور ايمان آهي. (مسلم شريف)

* حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ جبرئيل عليه السلام کي حڪم ڏنو ته فلاڻي شهر کي آبادي سوڌو اونڌو ڪري ختم ڪر. حضرت جبرئيل عليه السلام عرض ڪيو ته اي منهنجا پروردگار! ان شهر ۾ ته تنهنجو فلاڻو ٻانهو آهي، جنهن هڪ گهڙي لاءِ به تنهنجي نافرماني ناهي ڪئي. الله تعاليٰ ٻيهر حڪم فرمائيندو ته ان شهر کي سندس آبادي ۽ ان شخص سميت اونڌو ڪري تباهه ڪر، ڇو ته ان شخص جنهن جو تو ذڪر ڪيو منهنجي ڪري (انهن گنهگارن ۽ بدڪارن کان) هڪ گهڙيءَ لاءِ به ناراضگي ظاهر نه ڪئي. (بيهقي) هن حديث جو مطلب ۽ مفهوم اهو آهي ته اهو شخص پاڻ ته گناهه نه ڪندو هو، باقي گنهگارن ۽ بدڪارن کي

گناهن ۾ ڏوهن کان نہ روڪيندو هو.

※ امان عائشہ صديقہ رضي الله عنها، پيغمبر پاڪ ﷺ کان روايت ڪري ٿي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ نيڪي وارين ڳالهين جو حڪم ڪريو ۽ خراب ڳالهين کان ماڻهن کي بچايو، ان کان اڳ ۾ جو توهان مون کي پڪاريو ۽ مان قبول نہ ڪريان ۽ توهان مون کان گهرو ۽ مان توهان کي نہ ڏيان ۽ توهان مون کان مدد گهرو ۽ مان توهان جي مدد نہ ڪريان (ديلمي) هن حديث جو مطلب اهو آهي تہ امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ماڻهو ڪندا رهن، متان ان ڪم ڇڏڻ جي ڪري الله تعاليٰ اسان کان ناراض ٿي وڃي ۽ اسان جي درخواست تي ڪو ڌيان نہ ڏئي.

※ حضرت ابو امامہ رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: (اي انسانؤ!) ماڻهن کي سٺي ڳالهہ جو حڪم ڏيو ۽ خراب ڳالهہ کان روڪيو. ورنہ قريب آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي طرفان ڪوئي عذاب نازل ڪري. جيڪڏهن عذاب نازل ڪيو تہ پوءِ توهان دعا گهرندو پر اها قبول نہ ٿيندي. (ترمذي)

※ حضرت بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ فرمايو تہ منافق کي سردار نہ چئو. جيڪڏهن توهان ڪنهن منافق کي عزت سان ياد ڪيو (يعني ان جي عزت ڪئي) تہ توهان پنهنجي رب کي ناراض ڪيو. (ابوداؤد) حضرت بريده رضہ جي ان روايت کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي تہ ڪنهن منافق کي جيڪڏهن سيد يا سردار چيو ويو تہ ان جي ان عزت ڪرڻ سبب الله تعاليٰ غضبناڪ (ناراض) ٿئي ٿو. (مستدرڪ حاڪم)

※ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان مرفوعاً روايت آهي تہ جڏهن ڪنهن فاسق (ملحد. بي دين. دين جو دشمن) جي تعريف ڪئي وڃي ٿي تہ الله تعاليٰ کي ڪاوڙ اچي ويندي آهي ۽ سندس عرش جنبش ۾ اچي ويندو آهي. (بيهقي)

* ام المؤمنين حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنها بيان ڪري ٿي تہ مني مرسل ﷺ فرمايو تہ دين (الله ڪارڻ) محبت ۽ عداوت (دشمني) جو نالو آهي. يعني نيڪن سان محبت ۽ الفت ڪرڻ ۽ فاسقن ۽ منافقن کان نفرت ڪرڻ. (رواه حاڪم)
* حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پيغمبر پاڪ ﷺ فرمايو تہ جيڪو ماڻهو جنهن سان محبت ڪندو، قيامت جي ڏينهن ان سان گڏ هوندو. (اهل سنن)

هن حديث جو مطلب اهو آهي تہ جيڪڏهن فاسقن، فاجرن، (بي دينن، مذهب جي دشمنن) سان دوستي ۽ ياري باشي هوندي تہ قيامت جي ڏينهن حشر (حساب ڪتاب) بہ انهن سان گڏ ٿيندو.

* عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ، رَضِيَ اللهُ عَنْهُمَا قَالَ: قَالَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ: أَحِبُّوا الْعَرَبَ لِثَلَاثٍ: لِأَنِّي عَرَبِيٌّ وَالْقُرْآنَ عَرَبِيٌّ وَكَلَامَ أَهْلِ الْجَنَّةِ عَرَبِيٌّ.
* حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: ٽن سببن ڪري عربن سان محبت ڪريو. هڪ تہ مان عرب آهيان، ٻيو اهو تہ قرآن عربي زبان ۾ آهي، ٽيون اهو تہ جنتين جي زبان عربي آهي. (بيهقي)

خلافِ پيمبر ڪسي ره گزيد،
ڪہ هرگز بمنزل نخواهد رسيد

تڪبر عزازيل را خوار ڪرد،
بزندان لعنت گرفتار ڪرد.

حافظ محمد موسيٰ ڀٽو
حيدرآباد

# جي ايم سيد جي سياسي ۽ مذهبي زندگي[1]

جي ايم سيد جي شخصيت ڪنهن تعارف جي محتاج نہ آهي. انهيءَ ۾ ڪو وڏائي نہ ٿيندو جيڪڏهن ايئن چيو وڃي تہ ماضي قريب ۾ سنڌي نوجوانن کي جنهن بہ هڪ شخص جي ڪنهن فڪر سڀ کان گهڻو متاثر ڪيو آهي، اهو جي ايم سيد ئي آهي. جي ايم سيد جا نظريا ڇا آهن؟ اسلام ۽ پاڪستان متعلق هن جا خيال ڪهڙا آهن؟ اهي اهڙا سوال آهن، جيڪي بلڪل چٽا ۽ پڌرا آهن ۽ جي ايم سيد پنهنجن اٽڪل چار ڊزن کن ڪتابن ۾ انهي ڏس ۾ ڪو پرزو بہ اڻ چٽو ۽ منجهيل نہ ڇڏيو آهي. هونئن بہ هو پنهنجن بيانن، تقريرن ۽ خيالن جي ڏي وٺ ۾ ڪليءَ طرح دل جي ڳالهہ زبان تي آڻيندو آهي ۽ انهيءَ معاملي ۾ هو ڪنهن بہ مصلحت ۽ رعايت جو قائل نہ آهي.

جي ايم سيد جي پيدائش، ذهني نشوونما ۽ سياسي تربيت ڪيئن ٿي؟ هو سياست جي ميدان ۾ ڪهڙن ڪهڙن لاهن چاڙهن مان لنگهيو؟ هن خلافت واري تحريڪ ۽ ڪانگريس ۾ شامل ٿيڻ کان وٺي، مسلم ليگ جي حمايت ۽ مخالف ٿائينءَ وارو سفر ڪيئن طئہ ڪيو؟ اهي تفصيلي سوال آهن، جن تي هن مضمون ۾، مان وت ۽ وس آهر روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس. جي ايم سيد پنهنجي

---

(1) حافظ محمد موسيٰ ڀٽو صاحب جڏهن هيءُ مقالو لکيو هيو تہ ان وقت جي ايم سيد حال حيات هيو. انڪري مقالہ نگار پنهنجي تحرير ۾ زمان حال جو صيغو استعمال ڪيو آهي. جيئن تہ هن وقت جي ايم سيد هيءُ دنيا ڇڏي چڪو آهي، انڪري حال کي ماضي وارو صيغو سمجهڻ ۽ پڙهڻ گهرجي. (مرتب)

مسلسل جدوجهد ۽ فڪر سان ٻن نسلن کي متاثر ڪيو آهي، ان ڪري سندس شخصيت جو جائزو وٺڻ تمام ضروري آهي.

جي ايم سيد جي شخصيت جي ڪاٺي منجهان، جيڪا ڳالهه اڏول ٿي نظر اچي، سا اها آهي تہ هيءُ ماڻهو فطري طور تي غير معمولي صلاحيتن جو مالڪ آهي. هو انهن ٿي ماڻهن منجهان هڪ آهي، جيڪي لکن ۽ ڪروڙن جي آباديءَ ۾ ڪي ٿورڙا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا هوندا آهن، پر هو پنهنجي صلاحيتن ۽ جدوجهد جو وهڪرو جنهن بہ پاسي وهائي ڇڏين، اتي حيرت انگيز نتيجا پيدا ڪندا آهن. جي ايم سيد بہ اهڙن ٿي ماڻهن منجهان هڪ آهي. اهڙي قسم جي ماڻهن ۾ اڻٿڪ محنت، هر وقت پنهنجي ماڳ ماڻڻ جو اونو ۽ لڳن، طبيعت ۾ آنڌ مانڌ، خود اعتماديءَ جو جذبو ۽ مايوسيءَ کان دوريءَ جون خصوصيتون موجود هونديون آهن. جي ايم سيد ۾ وري اهي سيئي خصوصيتون چڱي مقدار ۾ موجود آهن. هڪ ٻي خاصيت منجهس اها بہ آهي تہ هو حامي ۽ مخالف ٻنهي کي پهرئين ٿي ملاقات ۾ موهي ڇڏيندو آهي. سندس ملنساري، مهمان نوازي ۽ ڳالهين جي انداز منجهان، دشمن بہ تاثر وٺندي ويرم نہ لائيندو. وري جي ايم سيد جي اها خوبي بہ ٻين اڳواڻن لاءِ نصيحت آموز آهي تہ هو پنهنجن نظرياتي ورڪرن ۽ فڪري پوئلڳن سان دلي محبت رکي ٿو ۽ سندن امداد ۽ تعاون ۾ ڪڏهن بہ ڪا گهٽتائي نٿو ڪري. سنڌ جي اهڙي ماحول ۾ جتي وڏيرا شاهي ۽ خانقاهي نظام، انساني عزت ۽ احترام کي گهلي وجي ڪڏ ۾ اڇليو آهي ۽ ننڍ وڏائيءَ جي ڏکهي پت بيهاري ڇڏي آهي، اتي هاري ۽ مزدور جي پٽ سان فڪر ۽ نظريي جي رشتي تحت محبت ڪرڻ، هڪ تمام وڏي ڳالهہ آهي، جنهن جو مظاهرو جي ايم سيد ڪندو آهي.

جي ايم سيد جي شخصيت جو اهو پهلو بہ نهايت نمايان آهي تہ سياست جي ڪنڊن واري پيچري تي هلندي ۽ زميندراي جي تمام

گهڻين مصروفيت جي باوجود هن تصنيف وتاليف ۽ علم و ادب سان پنهنجو ڀرپور رشتو قائم رکيو ۽ هن راتين ۽ ڏينهن جو چڱو ۽ قيمتي حصو اڀياس ۽ لکڻ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. حالانڪ اهي شيون هڪ ٻئي سان تضاد رکن ٿيون. زميندارىءَ سان سياست تہ هلي سگهندي آهي پر سياست سان گڏ ڪتابن جي تاليف جو ڪم (سو بہ وڏي پئماني تي) تيڻ تمام مشڪل آهي.

وري جي ايم سيد جي قلم ۾ اها سادگي ۽ اڻ موٽ اڇل آهي ۽ پنهنجي غلط نظريي ۽ غلط مؤقف کي پيش ڪرڻ جي لاءِ دليل بازي جي اها طاقت آهي جو نوجوان سولائي سان سندس قلم جي جادوءَ ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا. ڪٿي انهيءَ جو هڪ بنيادي ڪارڻ اهو بہ آهي تہ جي ايم سيد کي نظرياتي ۽ فڪري طرح ميدان خالي مليو ۽ وڏي پئماني تي مثبت لٽريچر پيش ئي نہ ٿي سگهيو. اها جي ايم سيد جي خوش نصيبي هئي جو سنڌ ۾ ڪو بہ اهڙو ماڻهو موجود نہ هو جيڪو نوجوانن جي جديد رجحانن کي آڏو رکي، نهايت مضبوطي سان اسلامي لٽريچر جي تياري ۽ ڇاپڻ جو ڪم ڪري ها. انهيءَ کوٽ ۽ جي ايم سيد جي تحريري صلاحيت جي نتيجي ۾ هن وقت جي ايم سيد جي خيال جا سوين اديب ۽ ليکڪ پيدا ٿي چڪا آهن، جن جو فڪري مرشد جي ايم سيد آهي. بلڪ حقيقت اها آهي تہ هينئر جي ايم سيد فڪري ۽ نظرياتي ڪم سان گڏوگڏ قوم پرستي تحريڪ جو اڳواڻ بہ بڻجي ويو آهي. هن هزارين اهڙا نوجوان پيدا ڪيا آهن جيڪي سنڌس فڪر لاءِ وڏي کان وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن. اهي نوجوان انقلابي جدوجهد تي يقين رکن ٿا ۽ ون يونٽ جي خلاف تحريڪ کان وٺي هن وقت تائين جيل ۽ ڪوڙن جون سزائون سهندا رهيا آهن.

مٿي ڄاڻايل خوبيون ۽ صلاحيتون جڏهن هڪ اهڙي شخص ۾ گڏجي وڃن، جيڪو غلط نظريي ۽ باطل مقصد جي لاءِ ڪوشش ۾ رڌل آهي تہ اهو ماڻهو پنهنجن انهن وصفن ۽ ڪردار جي ڪري مثبت

نظريي ۽ ان جي علمبردارن لاءِ تمام خطرناڪ ٿي ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته جتي باطل نظريي سان گڏ ڪردار جي ڪشش به شامل ٿي وڃي اتي خالي ذهن وارن ماڻهن لاءِ حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي. اهي ڪردار جي خوبيءَ کان متاثر ٿي ڪري باطل نظريي کي قبول ڪري وٺندا آهن.

بدقسمتيءَ سان جي ايم سيد جتي باطل نظريي جو علمبردار آهي، اتي ڪردار جي معاملي ۾ عام سياستدانن ۽ نوجوان ليڊرن کان ممتاز ۽ متيرو ٿو نظر اچي. ذهين ۽ هوشيار نوجوان جي، جي ايم سيد سان محبت جو هڪ ڪارڻ سندس ذاتي ڪردار به آهي.

جي ايم سيد جي ان مثبت پهلو کان پوءِ اسان ان سوال طرف اچون ٿا ته سندس شروعاتي ڪردار ڪهڙو هو ۽ هن پنهنجي زندگي جي ابتدا ۾ مسلمانن جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا؟ سڀ کان پهريائين اسان اهي سبب ۽ واقعا بيان ڪنداسين جيڪي سندس ديني، مذهبي ۽ قومي معاملن کان دوري ۽ اسلام دشمني جو ڪارڻ بڻيا. جيئن ته اسان کي سندس شخصيت جو مڪمل ڪاتو ۽ سندس ڪردار جا ٻيئي رخ بيان ڪرڻا آهن. ته جيئن هڪ اهم شخصيت جو پورو داستان (جيڪو عبرتناڪ به آهي) سهيڙجي وڃي. ان ڪري جي ايم سيد جي ابتدائي ڪردار کي پيش ڪندي، جيڪا ڊيگهه ٿيندي، ان لاءِ معافي گهران ٿو.

**پهريون دور:** جي ايم سيد جي عملي زندگي جو آغاز خلافت واري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ سان ٿئي ٿو جڏهن سندس ڄمار سورهن سال هئي! سورنهن سالن جي عمر ۾ خلافت تحريڪ لاءِ جي ايم سيد جيڪو ڪم ڪيو سو اهڙو هو جو انهي زماني جي ماڻهن لاءِ حيرت انگيز هو. 7، 8 ۽ 9 فيبروري 1920ع تي لاڙڪاڻي ۾ جيڪا ٽن ڏهاڙن واري خلافت ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا شوڪت علي ۽ مولانا عبدالباري جهڙا برک عالم شريڪ هئا. انهيءَ

ڪانفرنس ۾ ننڍي عمر هئڻ جي باوجود ﭴي ايم سيد شرڪت ڪئي. انهيءَ ڪانفرنس ۾مرڪزي اڳواڻن جي تقريرن منجهان جي ايم سيد ايتريقدر متاثر ٿيو جو هن پنهنجي ڳوٺ "سن" ۾ خلافت ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو پروگرام رٿيو. انهيءَ ڪانفرنس جو جڏهن سرڪار کي اطلاع پهتو تہ سنڌ جي ڪمشنر (جيڪو ان وقت ڪوٽڙيءَ ۾ لٿل هو) جي ايم سيد کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ ڪانفرنس کي رنڊائڻ لاءِ چيو ۽ پڻ اها ڌمڪي بہ ڪيس ڏني، تہ سندس زمين جيڪا سندس والد جي لاڏاڻي سبب ڪورٽ جي تحويل ۾ آهي ۽ ڪورٽ جي طرفان ڪيس ماهوار خرچن ﭴي لاءِ رقم ملندي آهي، سو ماهوار سندس وظيفو بند ڪيو ويندو. پر جي ايم سيد ڪمشنر کي چٽو ۽ کتو ٻڌائي ڇڏيو تہ ايئن ڪرڻ هاڻي هرگز ممڪن ڪونهي. هو هر نقصان سهڻ لاءِ تيار آهي.

ان کان پوءِ سن ۾ مقرر ٿيل تاريخ تي ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ سنڌ جي مک اڳواڻن شرڪت ڪئي. ڪانفرنس ﭴي صدارت حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ ڪئي. مقررن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر شيخ نور محمد، شيخ عبدالعزيز شيخ عبدالسلام ۽ ٻيا شامل هئا. ڪانفرنس ۾ شهر سن ۽ ان جي پسگردائيءَ منجهان ٽي هزار کن ماڻهو شريڪ ٿيا. رهڻ ۽ کائڻ جو انتظام جي ايم سيد پاڻ ڪيو هو. وري خلافت تحريڪ جي مرڪزي اڳواڻن جي پاران، 19 مارچ 1920ع تي هڙتال جي اپيل ڪئي ويئي. انهن جي سڏ مطابق هن 19 مارچ تي سڄي سن شهر ۾ مڪمل هڙتال ڪرائي.

22 ۽ 23 مئي 1920ع تي حيدرآباد ۾ مسٽر نور محمد وڪيل جي صدارت هيٺ سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ نهايت اهم قسم جا فيصلا ڪيا ويا. انهيءَ ميٽنگ ۾ جي ايم سيد بہ شريڪ ٿيو ان ميٽنگ ۾ جيڪي فيصلا ٿيا انهن تي هڪ نظر وجهو:

(1) صوبي سنڌ جي خلافت ڪميٽيءَ جي دستورالعمل تي ويچاريو ويو.

(2) سنڌ ۾ خلافت تحريڪ کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ جي لاءِ فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ هڪ وفد ناهيو ويو.

(3) سنڌ ۾ خلافت ڪميٽيءَ جي شاخن قائم ڪرڻ واسطي هڪ گشتي وفد رواني ڪرڻ جو پروگرام ناهيو ويو.

(4) ديسي، هٿ جي هنرن ۽ فنن، کي وڌائڻ جي لاءِ مختلف تجويزن تي غور ڪيو ويو.

خلافت جي سڄي تحريڪ دوران، جي ايم سيد تمام سرگرم رهيو. اصل ۾ خلافت تحريڪ نيم سياسي ۽ نيم ديني تحريڪ هئي پر انهيءَ جو مک محرڪ ۽ جذبو دين ئي هو. انهي جا اڳواڻ ديني مزاج ۽ ديني جذبات جا ماڻهو هئا. انهي جا دليل پڻ مذهب منجهان ڏنا ويندا هئا ۽ خلافت جي حمايت جي ذريعي مسلمانن جي عزت ۽ سندن مذهب جي بچائڻ جو نعرو ڏنو ويو هو. انهي جذبي ۽ نعري جو پڙاڏو، مولانا شبلي نعمانيءَ جي هن شعر منجهان پروڙي سگهجي ٿو جيڪو ان زماني ۾ عام ۽ خاص ماڻهو جي زبان تي جاري هوندو هو:

خلافت پر زوال آیا تو پھر نام ونشان کب تک؟
زوال-دولت-عثمان،زوال ملک وملت ہے،
عزیزو! فرزند وعیال خانماں کب تک؟

جي ايم سيد جيئن تہ فطري طور تي جذباتي ۽ متحرڪ ثابت ٿيو آهي ۽ خلافت تحريڪ پڻ هڪ جذباتي ۽ هنگامي طرز جي تحريڪ هئي، انهي ڪري ان تحريڪ ننڍڙي جي ايم سيد جي جذبات کي پاڻي ڏنو ۽ سندس لاءِ تحريڪ ۽ عمل جو هڪ ميدان فراهم ڪيو. ٻهرڻ جي ڪپڙن ۾، کاڌيءَ جو استعمال ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌڻ، جي ايم سيد جو معمول بڻجي ويو هو. خلافت واري تحريڪ سان ئي، البت ان کان بہ هڪ ورهيہ اڳ 1919ع ۾ جي ايم سيد سماجي ڪمن جي لاءِ سن ۾ "المسلمين" جي نانءَ سان هڪ تنظيم قائم ڪئي هئي. انهي

تنظيم جي هٽ هيٺ سن شهر ۽ پسگردائي وارن ڳوٺن ۾ ”اٿهن جي يلائي ۽ سماج جي سڌاري جا ڪيئي ڪم شروع ڪري ڏنا هئا. انهي تنظيم جي مقصدن ۾ هي ڳالهيون شامل هيون:

(1) وهانءَ ڪاج تي اجاين ريتن رسمن تي، جيڪو پئسو کپايو ويندو هوان جي روڪ.

(2) مرد چئن والن کان متي ستڻ ۽ ٽن والن کان متي پٽڪو نہ ڪن (واضح هجي تہ ان زماني ۾ ستڻ ۽ پٽڪي لاءِ ويهن ويهن والن کان گهٽ ڪپڙو نہ واپرايو ويندو هو).

(3) خانگي جهيڙن جهڳڙن جا فيصلا ڪرائڻ لاءِ پوليس جي بجاءِ انجمن ۾ پنچائت ڏانهن رجوع ڪرڻ ۾

(4) مسلمان واپار شروع ڪن، ڪاڌي جو ڪپڙو واپرائين، عرس ۽ ٻين موقعن مڙن تي خير و خيرات ۾ گهٽي فضول خرچي نہ ڪن.

سماجي يلائيءَ جا اهي ڪم جي ايم سيد نهايت زور ۽ شور سان شروع ڪري ڏنا هئا. ڪجهہ شين ۾ هن کي ڪاميابي بہ ٿي.

جيئن تہ هن مضمون ۾ جي ايم سيد جي سماجي، معاشرتي ڪردار جا ڪل وچور ڏيڻ منهنجو مقصد ڪونهي، (ان لاءِ تہ هڪ پورو ڪتاب گهرجي) انهي لاءِ مان تمام گهٽين شين کي پٺيءَ پاسي رکي، سيد جون اهي سرگرميون ٻڌائيندس، جيڪي ان زماني جي اخبارن جي سونهن بڻبيون هيون.

1929ع ۾ جي ايم سيد ڪراچيءَ جي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو. انهي چونڊ ۾ سندس مقابلو رائبهادر شيوارام ڏيول مل جهڙي بااثر ۽ مالدار ماڻهو سان هو پر تنهن هوندي بہ جي ايم سيد کي ڪاميابي حاصل ٿي. انهي کان پوءِ ڪراچي ضلع ۾ (جنهن ۾ ڪوٽڙي جو تعلقو بہ شامل هو) سيد صاحب ڳوٺ سڌار جو هڪ منصوبو ٺاهيو ۽ ضلع جو تفصيلي دورو پڻ ڪيو. انهيءَ ڏس ۾ هفتيوار ”مسلمان“ ميرپورخاص ۾ جي ايم سيد جو هڪ مضمون ڇپيو هو. اهو

حاضر آهي:

”هندوستان جي سوراج کي ويجهي ڪرڻ لاءِ، ڪراچي ضلعي ۾ پنهنجي آئنده ٽن سالن ۾ ڪم لاءِ جيڪو پروگرام ٺاهيو آهي. اهو هي آهي:

(1) ماڻهن جي جهالت دور ڪري کين لکڻ پڙهڻ جهڙو ڪرڻ.
(2) جهونن هنرن کي، جي زبون ٿي ويا آهن، ترقي ڏيارڻ.
(3) نون سڌريل زماني جي هنرن کان ملڪ کي واقف ڪرڻ.
(4) دهقاني ماڻهن جي اڻ سڌريل طرز معاشرت کي سڌارڻ.
(5) ميلن کي بدلائي، مڪاني تعليمي تنظيمي ڪانفرنسن جي صورت ۾ آڻي انهن کي سلسلہ وار ليڪچر ۽ تقريرن رستي پروپيگنڊا ڪري، نون سڌريل ملڪن جي ترقي ۽ خيالن کان واقف ڪرائي سندن موجوده حالت کان ٻاهر نڪرڻ.
(6) هڪ ايسوسئيشن مصنفن جي ٺاهي، ان جي رستي سنڌي لٽريچر کي وسيع ڪرڻ.
(7) ماڻهن ۾ اخبارن پڙهڻ جي عادت وجهڻ.
(8) ضلع ۾ نائيٽ اسڪول کولائڻ.
(9) ڇوڪرين جي تعليم جو خاطر خواه پيماني تي بندوبست ڪرڻ.
(10) هارين جون انجمنون ٺاهي انهن کي سندن حقن جي حفاظت لاءِ آماده ڪرڻ، کيتي جا سڌريل طريقا سيکارڻ، سندن اولاد کي تعليم ڏيارڻ وغيره.
(11) ديهاتي عورتن کي سندن موجوده ذليل حالت کان ٻاهر ڪڍڻ، منجهن تعليم، اخلاق وغيره سيکارڻ.
(12) نشي وارين شين جي واهپي گهٽ ڪرائڻ واسطي ڪوشش ڪرڻ.
(13) بيڪاري ختم ڪرائڻ لاءِ دستڪاري کي سڌارڻ ۽ زياده انداز ۾ ملڪ ۾ پکيڙڻ ۽

(14) ضلعي ۾ زوري تعليم لاءِ بندوبست ڪرڻ.

سيني ضلعي جي رهاڪن کي عرض آهي، تہ مون سان ان ڪم ۾ شريڪ ٿي ۽ شامل ٿي، ان کي ڪامياب بنائين. منهنجا پيارا پاٽرو! اوهان کي پنهنجي تيار ڪيل پروگرام لاءِ گهٽو ڪجهہ ڪرڻو آهي. همت ڪريو سست نہ ٿيو. ڪيستائين هن بي عملي، غلامي، بدرسمي، بي مذهبي ۽ بداخلاقي جي ناگفتہ بہ حالت ۾ پيا هوندؤ. پاڻ سڃاڻو! اوهان جي هر هڪ گنوار (ڏنار) ۾ عالم لڪل آهي. چور ۾ بهادري پنهان آهي، جوش ۾ ايمان پنهان آهي، صرف پنهنجي خدائي ڏنل طاقتن کي پوري نموني ڪتب آڻڻ جي ضرورت آهي.

"اوهان جو خادم

غلام مرتضيٰ شاه"

(هفت روزه "مسلمان" 18 فيبروري 1929ع)

ان زماني ۾ مسلمانن جي "پست حالت" تي جي ايم سيد جي دلي آنڌ مانڌ ۽ مسلمانن جي حالت سڌارڻ لاءِ نين تجويزن تي عمل پيرا ٿيڻ جو اندازو انهي ڳالهہ منجهان لڳايو تہ ڊسمبر 1929ع تي جي ايم سيد ڪراچي ۾ پنهنجي بنگلي تي خوشحال مسلمانن جي هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي، ان گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪرڻ واسطي دعوت ناما تہ ڪيترن ئي ماڻهن کي جاري ڪيا ويا هئا پر انهي ۾ شريڪ تمام ٿورا ماڻهو ٿيا. تنهن هوندي بہ انهي اجلاس ۾ مسلمانن جي ترقي ۽ ڀلائي جي لاءِ هڪ ڪميٽي ناهي ويئي، جنهن جو چيئرمين حاجي عبدالله هارون ۽ سيڪريٽري جي ايم سيد مقرر ٿيا. جي ايم سيد انهيءَ اجلاس جي اهميت ۽ ضرورت تي هڪ مضمون پڻ لکيو جيڪو ان زماني جي اخبارن ۾ ڇپيو. مان اهو مضمون هفتيوار "نور اسلام" جي حوالي سان هتي ڏيئي رهيو آهيان:

**سنڌ جي باغيرت مسلمانن جي خدمت ۾ اپيل:**

"مسلمانن جي جيڪا اڄ ڪالهہ پست حالت ٿيل آهي، اها

ڪنهن ڪان بہ ڳجهي ڪين آهي. ڪو وقت هو جڏهن سنڌ جا مسلمان فرخنده حال هئا سندن حڪومت، علم، دولت، زمين، عزت، سڀ ڪجهہ هو، پر اڄ اهو وقت آهي جو پنهنجي افعالن سبب سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺا آهيون.

اڳي ايئن هياس، جيئن پنهونءَ ڏوتم ڪپڙا،
هاڻي ائين ٿياس، جيئن جت نہ نيڻم پاڻ سين.
(شاهہ)

خبر نہ آهي تہ هيءَ مفلسي جا سندن پويان پئي آهي، ڪين ڪٿي نيئين پڄائيندي! سچ پڇو تہ اسان مان غيرت نڪري وئي آهي نہ تہ موجوده بي عزتي جهڙي حالت ڪان اسان جو دنيا ۾ نہ هئڻ بهتر آهي. اسان پنهنجي هٿن سان حڪومت وڃائي علم ۽ عزت وڃائي زر ۽ زمين وڃائي ۽ مذهب ڪان دور ٿياسون. جيل ڏسو اسان سان پريل، ڪيس ڏسو اسان تي، آفيسرن جا ظلم اسان تي، مطلب تہ ڪهڙي بي عزتي رهيل آهي، جنهن ڪان بچيل آهيون. تڏهن بہ مسلمان ڏسو پنهنجي حال ۾ سست ۽ موت جهڙي ننڊ ۾ ستل آهن. سجاڳ ٿيڻ جي نشاني ڪانہ ٿي ڏسجي. اهي زميندار، پير، بزرگ جي اڄ تائين خواب غفلت ۾ ستل هئا، ملڪ ۽ قوم ڪان بي پرواهہ تن کي سندن ان بي غرضائيءَ تي ڪافي سبق پيا ملن، پر افسوس جو اڃان بہ سجاڳي ڪانہ آئي آهي.

اي سنڌ جا مسلمانو! جيڪڏهن اوهان ڀانيو تہ آئينده مصيبتن ڪان ڇٽو ۽ هن ذلت جهڙي حالت ڪان نڪرو تہ خدا جي واسطي منهنجي هينئين عرض تي غور ڪريو ۽ دولتمند صاحبن کي همٿايو تہ مسلمانن جي عزت برقرار رکڻ خاطر هن ڳالهہ کي عمل ۾ آڻين جا سندن لاءِ مشڪل نہ آهي.

اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ جيستائين مسلمان ۾ قومي غيرت جو جوش پيدا نہ ٿيو آهي، ان وقت تائين سندن خواب مان سجاڳ ٿيڻ يا

سڌرڻ مشڪل آهي، اهي ڳالهيون ڪيئن پيدا ٿي سگهن ٿيون. تنهن لاءِ هفتيوار رسالي جون ڏهه هزار ڪاپيون ڪڍي مفت سنڌ جي شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ موڪلجن.

شيخ عبدالمجيد سنڌي، جو اڳ ۾ ئي سنڌ جي مسلمانن جي تنظيم ۽ ترقي لاءِ ڪوشان اهي. ان کي هڪ يا ٻه ٻيا صاحب گڏي ڏجن ته ان رسالي جي وسيلي سنڌ جي مسلمانن ۾ بيداري ۽ قومي احساس پيدا ڪري.

(2) مسلمانن جي حقن جي حفاظت ۽ ٻاهرين دنيا ۾ ترجماني ڪرڻ لاءِ هڪ روزانه انگريزي اخبار جي ضرورت آهي. انهن مٿين ٻنهي ڪمن جي پورائي ڪيئن ٿئي ان لاءِ ڪي باغيرت مسلمان نڪرن ۽ ايئن ڪن جو جيڪي سندن پئسا تجوڙين ۾ پيا آهن يا ايئن رکيو پيا ڪٽجن، تن کي پنجن سالن لاءِ فڪسڊ ڊپازٽ تي بئنڪ ۾ سندن نالي رکائي ان جو وياج هن اخبار جي ڪم لاءِ سپرد ڪن، 6 لک روپيه ڪپندا. سنڌ ۾ ڪئين اهڙا صاحب پيا آهن، جي هوند يڪي سر ٻه ايترا پيسا ڪڍي سگهن. سندن پيسن کي جوکو ڪونه ٿيندو، پر وياج مان هڪڙا ٻه عمدا ڪم ٿي پوندا. پنجن سالن اندر اميد ته انگريزي اخبار ۽ رسالو پنهنجي پيرن تي بيهي ويندا، ان کان پوءِ هو صاحب پيسا ڪڍائي آڻي سگهن ٿا. مٿئين ڪم جي لاءِ 11 نومبر شام جو مون ڪراچي ۾ پنهنجي غريب خاني تي صلاح مصلحت ۽ مشوره ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ گهڻن صاحبن کي عرض ڪيو هو پر ارمان جي ڳالهه آهي جو سنڌ مان بلڪل ٿورا صاحب آيا. پر تنهن هوندي به هڪ ڪاميٽي ٺهي جنهن تي هيٺيان صاحب چونڊيا ويا.

سيٺ حاجي عبدالله هارون چيئرمين- سر شاهنواز ڀٽو- خانبهادر محمد ايوب کهڙو- مسٽر حاتم، قاضي عبدالرحمان ۽ غلام مرتضيٰ شاه سيڪريٽري. هيءَ ڪاميٽي هڪ رٿ ٺاهي مسلمانن جي اڳيان پيش ڪندي. هاڻي اسان مسلمانن جي غيرت جوش ۾ اچڻ کپي جو

جوش گھٽي وقت کان ٿڌو پئجي ويو آهي. شڪارن، رنڊين، ملاڪڙن، آفيسرن جي خوشامدن ۾ جيترو جوش ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ان جو ٿورو ئي حصو هن طرف ڦيرايو وڃي، تہ مسلمان اميد تہ هن ذليل حالت مان نڪري پوندا.“

(هفتيوار نور اسلام حيدرآباد 9_ 16 ڊسمبر 1929ع)

جي ايم سيد جي ذهني ڪيفيت ۽ جذبي جو وڏيڪ اندازو انهي خط مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪو روزانہ الوحيد ۽ ٻين رسالن ۾ 1930ع ۾ شايع ٿيو. خط هي هو:

”سنڌ ۾ اڄ ڪلهہ مذهبي نظام نہ هئڻ ڪري، ماڻهو روزبروز مذهب کان زياده غير واقف بڻجي ان طرف کان رغبت متائيندا ٿا وڃن، جنهن لاءِ جيڪڏهن ڪو ترت بندوبست نہ ڪيو ويو تہ موجوده مغربي خيالن جي هوا دلين مان آڳي باقي رهيل مذهب جو احترام ۽ احساس گهٽ ڪري ڇڏيندي. جنهن وقت مذهب اسلام جي اعليٰ اصولن کان مسلمان پري ٿيا، ان وقت سنڌن قومي زندگي فنا ٿي ويندي.

موجوده تعليمي نظام مذهبي نہ هئڻ ڪري، ملڪ کي ڪو فائدو نٿو پهچائي سگهي. ماڻهو روحانيت کي وساري جسمانيت پسندي ڏي ڊوڙي رهيا آهن جيڪو ٿورو گهڻو قديم مذهبي نظام رهيل هو ان جو وري مفهوم غائب آهي. اڪثر مولوي ملان رواجي مسئلن ۽ فقہ تي تفرقہ بازي، قديم رسمن رواجن ۽ پنهنجن خيالن جي پيروي ۾ مذهب کي بازيچہ طفلان بنائي رهيا آهن.

نہ آهي تاريخ اسلام جو علم جو پنهنجي قديم عظمت ۽ جاه و جلال معلوم ڪري سگهن، نہ سياست ۽ قوميت. مذهبي پيشوائي هڪ موروثي ورثو ٿي پيو آهي. شڪر آهي جو سنڌ جي هرهڪ ننڍي توڙي وڏي ڳوٺ ۾ مسجد آهي ۽ انهي ڪم لاءِ ڪو ملان ضرور هوندو پر نظر نہ هئڻ ڪري حالت خراب آهي، مثلاً: ملان بانگ ڏيندو تہ خبر نہ هوندس تہ هو ڇا چئي رهيو آهي؟ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ خطبو پڙهبو

تہ اهو ورهين جو جهونو ۽ عربي ۾ هوندو، جو سدائين پيو ورد وظيفي وانگر پڙهيو ويندو. پڙهندڙ سمجهندو ڪونہ تہ ڇا ٿو بڏائي.

نماز کي ڏسبو تہ معنيٰ ۽ مطلب تہ الڳ پر رڳو صحيح قرآن پڙهجي، سو بہ نہ. "انعمت عليهم" جي بدران "انعمت عليکم" پيا پڙهندا. جي خانگي زندگي تي ڏيان ڪبو تہ ڪوڙا نڪاح پڙهائڻ، فتويٰ جاري ڪري ڪافر ۽ مسلمان بنائڻ، هٿ جو ڪرشمو پيو ڪري ليکجي.

عام مسلمانن کي تہ ڪلمو بہ پڙهڻ ڪونہ ٿو اچي. ڏهن ٻارهن مهينن کان پوءِ غسل ڪن، ڪن جڳهن تي تہ نماز جنازه ئي ڪانہ ٿئي ۽ نماز بہ ڪين نصيب نہ ٿئي جيڪي نمازي اچن سي خطبي کي مذهبي ڪهاڻي ڪري ليکين ۽ وينا اوٻاسيون ڪائيندا تہ ڪڏهن ٿو پورو ٿئي.

هاڻي جڏهن اسان جي مذهبي حالت اها آهي تہ پوءِ اها زندگي بيڪار نہ چئبي تہ ڇا چئبي؟ انهن حالات کي ڪيئن درست ڪري سگهجي ٿو. تنهن لاءِ منهنجي فهم ۾ هڪ رٿ آئي آهي، تہ ڪراچي ضلع ۾ هڪ هنڌ مذهب جا ماهرين ۽ مبلغ تيار ڪرڻ واسطي ٽريننگ اسڪول کولي، جنهن ۾ نصاب تعليم 12 مهينا ڪجي. اٽڪل چاليهہ تعليم وارن کي هڪ هنڌ رهائجي. پڙهائڻ لاءِ رڳو انگريزي ۽ عربي پڙهيل ماڻهو ونجن جن جي اخراجات جو بار مدرسي تي هجي. انهن جي تعليم لاءِ مذهب جا زبردست عالم ۽ سياست جا ماهر گهرائجن، ازانسواءِ هر سال مدرسي ۾ تقريرون ڪرڻ لاءِ هندوستان جي مختلف گوشن کان مکيہ ليڊر مدرسي جي خرچ تي گهرائي پڙهندڙن کي مستفيض ڪجي. اتان ٻن قسمن جا سند يافتہ تيار ڪجن، (1) مولوي، (2) ملان، ان بعد انهن کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلائجي. ڪين مسجدن ۾ رکيو وڃي ۽ انهن جا اخراجات "انجمن نظام مذهب ڪراچي" برداشت ڪري.

ان نظام قائم ڪرڻ بعد ٽن چئن سالن اندر حالت ڦري سگهي

تي.“ (روزنامہ ”الوحيد“ 5 جنوري 1930ع)

جي ايم سيد جي شخصيت جو هڪ رخ ۾ سندس ڪردار جو هڪ پهلو پڙهندڙن آڏو پيش ڪيو ويو. انهي زماني ۾ جي ايم سيد تي مسلمانن جي سڌاري ۾ سندن مذهبي حالت جي سنوار ۾ مسلمانن جي چڱائي جو جذبو سوار نظر ٿو اچي ۽ لڳي ٿو ته هي شخص واقعي دردمند ۽ حساس انسان آهي. هاڻي مان جي ايم سيد جي ٻئي دور جي تصوير پيش ڪندس. اها تصوير اخبارن جي زبان سان پيش ڪبي.

**ٻيو دور:**

1936ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي ”سينيٽ“ جي لاءِ سنڌ جي هڪ ماڻهو کي چونڊڻو هو. انهيءَ عهدي تي سنڌ لوڪل بورڊز جي ووٽن سان، اڳ ۾ حاجي مولابخش سومرو مقرر ٿيل هو. سندس مدو پورو ٿي چڪو هو ۽ وري چونڊ ٿيڻي هئي. مسلمانن جي پاران وري حاجي مولا بخش سومرو بيٺو هو ۽ هندن جي پاران ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي. انهي موقع تي جي ايم سيد حاجي مولا بخش سومري جي بجاءِ هندو مفادن جو ساٿ ڏنو ۽ پروفيسر گربخشاڻيءَ جي لاءِ ڀرپور ڪم ڪيو. جي ايم سيد جي ان ڪردار تي ”الوحيد“ هي اداريو لکيو:

”اسان جي دوست ۽ مائي اينِي بيسنت جي فلسفي جي پوئلڳ، ميان غلام مرتضيٰ شاه کي اچي شوق جاڳيو آهي ته بمبئي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جي جاءِ پروفيسر گربخشاڻي جي خدمت ۾ نذرانہ طور تي رکي، نہ فقط پنهنجي دلي عقيدتمندي جو ثبوت پيش ڪيو وڃي، پر ان سان گڏ هي بہ ڏيکاريو وڃي تہ سنڌ جي مسلمانن ۾ ڪوبہ اهڙو لائق ماڻهو نہ آهي جو انهي جاءِ لاءِ منتخب ڪيو وڃي.

سيد غلام مرتضيٰ شاه جي ڪوشش سان، سيٺ ڪان ڀهريان دادو ضلع ۾ لوڪل بورڊ قاعدي جي برخلاف گربخشاڻيءَ لاءِ اڳواٽ ٺهراءُ پاس ڪيو آهي، ان ڪان پوءِ هن صاحب جي تحريڪ سان ڪراچي

لوڪل بورڊ ۾ ساڳيو ٺهراءُ آيو جنهن ۾ قبل از وقت پروفيسر صاحب لاءِ شاه صاحب هندو ميمبرن جي زور تي ووٽ حاصل ڪري، شادمانا وڄائڻ لڳو. ميٽنگ ۾ سيني هندو ميمبرن بالاتفاق گربخشاڻيءَ کي ووٽ ڏنو ڇهه مسلمان ميمبرن ٻه.

اگرچه اهو ٺهراءُ قاعدي مطابق قبول نه آهي پر ميان غلام مرتضيٰ شاه پنهنجي ذهنيت جو مظاهرو ڪرڻ ۾ ڪين گهٽايو. شاه صاحب جي ذهنيت ۽ اصولن تي اسان کي حيرت ان ڪري لڳي ٿي، جو گذريل سال جڏهن سر غلام حسين جي مقابلي ۾ حاجي صاحب جو چيف ورڪر ٿي سندس ڪم ڪري رهيو هو ۽ حاجي صاحب جي تعريف ۽ قابليت جا جيڪي گيت ڳاياائين تن ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جي خدمات جو ذڪر نمايان انداز ۾ بيان ڪندو هو. مگر سال ڏيڍ جي عرصي گذرڻ کان پوءِ خبر ناهي شاه صاحب جو اصول الائي ڇو ڦيرو کائي ويو آهي؟"

روزانه "الوحيد" جي ايم سيد جي ڪردار جي تضاد جي هڪ ٻي جاءِ تي پڻ نشاندهي ڪئي آهي. "الوحيد" لکي ٿي:

ڪجهه وقت ٿيو ته سنڌ ۾ هارين جي سڌاري لاءِ هل چل هلائي وئي هئي، جنهن جو اوائلي مقصد هو ته هارين کي براج تي زمينون وٺي ڏجن ۽ هارين جو سنڌ ۾ هڪ باقاعده نظام قائم ڪيو وڃي، ان مقصد لاءِ ميرپور خاص ۾ مسٽر جمشيد مهتا جي زير صدارت هاري ڪانفرنس جو عظيم الشان اجتماع ٿيو. ان کان پوءِ ضلع ضلع ۾ هارين جي جماعتن قائم ڪرڻ لاءِ مبلغ موڪليا ويا، هارين چندا ادا ڪيا، دفتر قائم ڪيا ويا، گمان هو ته هي جماعت بي حد طاقتور ٿيندي.

ليڪن افسوس جو غريب هارين جي هلچل ڪي اڌ ۾ رلائي هر ڪو وڃي گهرن ۾ ستو. جي ايم سيد جيڪو هميشه هر هڪ تحريڪ ۾ اڳيان نظر ايندو آهي پر جڏهن ڪو ڪم جو وقت ايندو آهي ته پوءِ ڏسڻ ۾ به نه ايندو آهي سو به هاري تحريڪ ۾ جيئنمل ۽ جمشيد مهتا

سان ٻٽ نظر آيو ٿي پر خبر نہ آهي تہ هن وقت جڏهن هارين جي وڌن درج ڪرائڻ جو سوال آهي تہ هو صاحب الائي ڪٿي آهي.“

(الوحيد 18 جولاءِ 35ع)

1936ع ۾ سنڌ جي بمبئي کان جدائيءَ کان پوءِ 1937 ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرئين چونڊ ٿي. انهي چونڊ جي نتيجي ۾ جيڪا حڪومت ٺهي هئي، انهي منجهان مسلمانن کي وڏا آسرا ۽ اميدون هيون. ڇا لاءِ جو سنڌ جي بمبئي کان جدائي جي تحريڪ جو بنياد ئي اهو هو تہ انهي طريقي سان مسلمانن جا حق بچي کين ملندا ۽ سندن گهڻائي واري اسيمبلي ۾ سندن آزاد مرضيءَ جي مطابق هنن جي حڪومت ٺهندي ۽ اها حڪومت مسلمانن تي منظم هندو ٽورائي جي بالادستي کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪندي، چونڊ کان پوءِ سنڌ جي گورنر مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ جي اڳواڻ سر غلام حسين هدايت الله کي حڪومت جوڙڻ جي لاءِ چيو. سر غلام حسين جي حڪومت کي ٺهيي ڪي چند ئي مهينا گذريا هوندا، جو هندن هن حڪومت کي پنهنجي لاءِ خطرناڪ سمجهي ورتو ۽ انهيءَ کي شڪست ڏيڻ لاءِ هنن جي ايم سيد کي استعمال ڪيو. جي ايم سيد کي سر غلام حسين هدايت الله جي حڪومت کان ذاتي طور بہ ڪجھ ناراضگيون هيون.

سڀ کان پهرين جي ايم سيد آگسٽ 1937ع ۾ دادو ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي هندو چيف آفيسر مسٽر ٿهلراماڻي (جنهن کي سخت الزامن سان نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو هو) جي واقعي کي بنياد بڻائي سر غلام حسين هدايت الله جي حڪومت کي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي.

اسمبلي ۾ جي ايم سيد جڏهن اهو مسئلو بحث لاءِ پيش ڪيو تہ مسٽر غلام حسين ٻڌايو تہ مسٽر ٿهلراماڻي تي بدعنواني جا سنگين الزام هئا. دادو ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ پنجن جي مقابلي ۾ اٽويھ وڌن جي گهڻائي سان مسٽر ٿهلراماڻي کي نوڪري مان ڪڍڻ وارو فيصلو

ڪيو آهي انهي ڪان اڳ بمبئي حڪومت پڻ هدايتون موڪليون هيون تہ مسٽر ٺهلراماڻي کي نوڪري منجهان ڪڍيو وڃي.

جي ايم سيد کي جواب ڏيندي اسمبلي جي هڪ ميمبر آغا شمس الدين چيو تہ انهي مسئلي کي هرويرو هندو مسلم رنگ ٿو ڏنو وڃي. لوڪل بورڊ جي ميمبرن کي اهو حق حاصل هو تہ هو پنهنجي نظام جي بهتري لاءِ اهڙو قدم کڻن. مسٽر عبدالستار پيرزادي چيو تہ جي ايم سيد پنهنجي ذاتي انا ۽ شخصي طرح حڪومت دشمني جي پٽاندر اهو هنگامو کڙي برپا ڪيو آهي. انهي ڪان پوءِ پروگرام مطابق 24 هندو ميمبرن جن ۾ ڪجهہ مسلمان بہ شامل هئا اسيمبلي جو بائيڪاٽ ڪيو جڏهن تہ 26 ميمبر اجلاس ۾ شريڪ رهيا".

(روزانہ "الوحيد" 8 آگسٽ 1937ع)

اسمبلي ڪان بائيڪاٽ جو مطلب حڪومت تي عدم اعتماد ۽ نئين حڪومت جوڙڻ جي لاءِ راهہ هموار ڪرڻ هو پر ٻن ميمبرن جي تفاوت جي ڪري، جي ايم سيد ۽ سندس هندو ساٿين کي ڪاميابي حاصل ٿي نہ سگهي.

ٺهلراماڻي جي مسئلي تي "الوحيد" هنن خيالن جو اظهار ڪيو:

"هندو پريس ۽ ليڊرن پاران اهو مطالبو آهي تہ ٺهلراماڻي کي صفائي لاءِ ڪورٽ ۾ پيش نہ ڪيو وڃي! اسان پڇون ٿا تہ جيڪڏهن هندن ۽ سندن طرفدار سيد غلام مرتضيٰ شاہ پارن جي ايمانداري موجب هو بي گناہ آهي تہ پوءِ ڪورٽ ۾ وڃڻ کان ڇو گهبرايو وڃي ٿو؟ ڇو حڪومت تي دٻاءُ وڌو وڃي ٿو تہ ڪيس ڪورٽ ۾ گهلي هن کان باز پرس نہ ڪئي وڃي؟ اسان جي سنڌ سرڪار کي گذارش آهي تہ جيئن تہ لوڪل بورڊ دادو جي مقرر ڪيل جاچ ڪميٽيءَ ٺهلراماڻي تي تمام گهڻا سنگين الزام رکيا آهن ۽ ڪورٽ ۾ صفائي لاءِ سفارش ڪئي آهي تہ هاڻي سنڌ سرڪار تي فرض آهي تہ هن صاحب تي مقدمي جي منظوري ڏي." (روزنامہ "الوحيد" 14 آڪٽوبر 1937ع)

واقعو انتهائي معمولي هو. يعني لوڪل بورڊ جي هڪ آفيسر ڪي قانون جي مطابق لوڪل بورڊ نوڪري مان ڪڍي ڇڏيو هو پر اهو معمولي واقعو هندن جي لاءِ غير معمولي هو. ڇا لاءِ جو انهي وقت نائين مسلمان منظم هندو تورائي ۽ سندن طاقتور پريس جي ڪري دبيل هئا. پر، سنڌ جي آزادي ۽ پنهنجي حڪومت جي سبب پٺاندر هاڻي انهن ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي رهي هئي. هندن جي ايم سيد کي پنهنجو هٿيار بڻائي "هڪ ڌڪ سان ٻه شڪار" ڪرڻ گهريا. هڪ اهو ته مسلمان انتشار جو شڪار ٿي وڃن ۽ ٻيو اهو ته حڪومت جي خلاف عدم اعتماد جو مظاهرو ٿئي. پر ٻن ووٽن جي گهٽتائي جي ڪري ڪين پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ٿي نه سگهي. انهي واقعي جي پنجين مهيني جي ايم سيد ڏگهي رٿابندي ۽ زبردست جوڙ توڙ کان پوءِ سر صاحب جي حڪومت جي خلاف ٻيو وار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. نتيجي طور سنڌ اسيمبلي ۾ هندن جي مدد ۽ ست مسلمان ميمبرن جي تعاون سان مارچ 1938ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي حڪومت کي ڌاڪو ويو. اهي وچور جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب "نئين سنڌ جي لاءِ جدوجهد" ۽ پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" جي ٻئي جلد ۾ بيان ڪيا آهن. جي ايم سيد جو اهو قدم اهڙو هو جو سنڌ جي مسلمانن انهي کي پنهنجي مفادن تي ڪاپاري ڌڪ ڪري ليکيو ۽ جنهن ڏگهي جدوجهد کان پوءِ مسلمانن سنڌ کي بمبئي (جيڪو هندو گهٽائي جو خطو هيو) جي غلامي منجهان ڇوٽڪارو ڏياريو هو ۽ آزادي کان پوءِ جن فائدن جي اميد هئي جي ايم سيد انهن تي واهڙ وهائي ڇڏيا هئا (يعني پاڻي ڦيري ڇڏيو). جي ايم سيد جي انهي "ڪارنامي" تي مسلمانن جن جذبات جو اظهار ڪيو ان جو اندازو ان زماني ۾ "الوحيد" اخبار ۾ ڇپجندڙ مضمونن ۽ خطن منجهان پروڙي سگهجي ٿو.

هڪ مضمون جو سرو آهي "جي ايم سيد ڏانهن" انهي مضمون ۾

ڪونڙي جي هڪ رهواسي محمد اسماعيل لکيو آهي:

”انقلاب وزارت کان اڳ معلوم ٿيو هو تہ هندو مهاسڀائون، سر غلام حسين جي وزارت کي ڊاهڻ جي سازش ۾ رذل آهن ۽ انهن ۾ اوهان جو اسم مبارڪ ٻڌڻ ۾ پيئي آيو. مون کي اوهان جي ذات ۾ اميد ڪانہ هئي تہ ان ”نيڪ ڪم“ لاءِ اوهين پهريان ماڻهو هوندا. جن جي هٿان سان مسلمانن جو شيرازو درهم برهم ٿيندو.

جنهن مسلمان جي دل ۾ درد اخوت المسلمين جو احساس هوندو سو هن سازش کي نفرت سان ڏسندو. جنهن نموني مسلمانن جو شيرازو درهم برهم ڪيو ويو آهي سو بہ اهڙن ماڻهن جي تعاون سان جي مسلمانن جي حقن جا ڪليل دشمن آهن اوهان نوڪرشاهيءَ جي ظلمن لاءِ تہ واويلا ڪريو ٿا، پر واڻياشاهيءَ جي ظلمن کان ڪٽي اکيون پوريون اٿو.“

هڪ ٻيو خط، جيڪو جي ايم سيد کي پنهنجي هڪ عزيز سيد ٻيل شاه لکيو آهي سو بہ حاضر آهي اهو خط ”الوحيد“ جي 4 مئي 1938ع واري شماري ۾ ڇپيو آهي. خط جو عنوان آهي ”غلام مرتضيٰ شاه (جي ايم سيد) جي نالي کليل خط“. سائين ٻيل شاه لکي ٿو:

## سيد غلام مرتضيٰ ايم ايل اي ڏانهن خط

”شاه صاحب معاف ڪندا، جيڪڏهن برادري ۽ دوستي جي تعلق سان گڏ ڪجهہ اوهان کي قوم جي مفاد خاطر سچ بہ چوان.

سنڌ جا هندو سنڌي مسلمانن جي جهالت مان فائدو وٺي هنن جي مال ۽ ملڪيت تي جيڪو ناجائز قبضو ڪيو آهي اهو سنڌ جي هندو تعليم يافتن لاءِ داغ آهي. سنڌ جي سڌريل هندو جو فرض هئڻ گهرجي تہ سنڌ جي اڪثريت واري قوم کي گهڻو وقت جاهل نہ رکي، وياج خورن جي هٿن ۾ هنن جي ملڪيت نہ ڏئي، 30 سال اڳ هندو پنج سيڪڙو بہ زميندار نہ هئا پر هن وقت 40 سيڪڙو هندو زميندار آهن.

20 سڪڙو زمين هندن وٽ مسلمانن جي گروي آهي. اهڙي حالت ۾ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جو فرض آهي تہ جاهل ائڻ پڙهيل مسلمانن کي سڌارين.

شاه صاحب معاف ڪندا! جيڪڏهن آءٌ هي چوان تہ هندن، مسلمانن کي ايترو نقصان نہ پهچايو آهي جيترو اوهان جي سياسي چالن مسلم قوم کي تباه ڪيو آهي. ان لاءِ سڄي سنڌ ۾ آءٌ چوندس تہ غلام مرتضيٰ جي ذات جوابدار آهي. مان ڏسي رهيو آهيان تہ قدرت شايد اوهان کي مسلم مفاد جي تباه ڪرڻ لاءِ ئي پيدا ڪيو آهي. اوهان جا گذريل ڪارناما ان لاءِ شاهد آهن دادو ڊسٽرڪٽ بورڊ جنهن کي حڪومت پاران خود اختياري مليل هئي، ان پنهنجي نوڪر مسٽر ٺهلراماڻي کي ڪيڏي چڙيو. ان درد اوهان کي ايتري قدر بي چين ڪري ڇڏيو جو اوهان مسلمانن کي غافل سمجهي اسيمبلي جي اجلاس مان واڪ آئوٽ ڪيو!

اهو وقت اسيمبلي لاءِ ڏاڍو نازڪ هو. جيڪڏهن مسٽر جمشيد مهتا جهڙو هوشيار سياستدان سمجهہ کان ڪم نہ وٺي ها تہ هوند اسمبلي ان وقت ئي ٽٽي پوي ها. مون کي تعجب ٿو اچي تہ آخر اوهان کي ڪهڙا ڏک آهن يا ڪهڙا سبب آهن جو اوهان مسلم مفاد سان راند کيڏي رهيا آهيو. اوهان چئو ٿا تہ سر غلام حسين غدار هو جڏهن هندن سان ملي وزارت ناهيائين تہ ان وقت اوهان جو اسلام خطري ۾ هو اوهان دانهن ڪئي تہ اسپيڪر جو عهدو سر غلام حسين هندو کي ڏيئي مسلم ڪش پاليسي اختيار ڪئي آهي. ٿوري وقت کان پوءِ اوهان سر غلام حسين سان اتحاد ڪيو اوهان جي اعتماد ۽ حلف وفاداري تي، هن صاحب اسپيڪر جو عهدو مسلمان سيد گروپ کي ڏنو. ڏهن کي ڇڏي ڪري صرف ٻن هندن سان اتحاد ڪيو فقط اوهان جي پروسي تي. آءٌ چوان ٿو تہ اهو غداريءَ جو ائڻ ڪٽ سلسلو هيو. ان معاملي ۾ اوهان جيڪا غداري ڪئي، اها بدترين غداري آهي. سر غلام حسين

قوم کي ڪو بہ واعدو ڪونہ ڏنو هو سواءِ ڪنهن نمود ۽ نمائش جي هندن سان گڏجي وزارت ناهيائين پر اوهان سڄي سنڌ جي مسلمانن کي واعدو ڏيئي ڪوليشن پارٽي ناهي پوءِ مسلمانن سان غداري ڪري هندن سان اتحاد ڪيو.

آءٌ چوندس تہ جيڪڏهن پنهي غدارين جو مقابلو ڪيو ويندو تہ اوهان جي تارازي جو پڙ ڳرو تي ويندو.

هاڻ آءٌ ايندس اوهان جي وزارت تي. هن ڇا ڪيو؟ مسٽر نچلداس پي ڊبليو ڊي وارو نواب شاه اچي ٿو تہ انجنيئر هن جي خاطر مدارت ڪن ٿا. پبلڪ جي هڪ ماڻهوءَ سان بہ نٿو ملي، فقط هند سماچار مهاسڀائي اخبار جي ايڊيٽر کي شرف ملاقات بخشيو وڃي ٿو. ان صورت ۾ ڇا زميندار اميد رکندا تہ انجنيئرن جو پراڻو ظلم پبلڪ تان لهندو.

مسلمانن جو پلو انهي ۾ آهي تہ اوهان 35 اسيمبلي جا ميمبر پاڻ ۾ گڏجي مسلمانن جي حقن سان گڏ هندو حق بہ بچايو. باقي موجوده صورت ۾ اوهان مسلم قوم جو جنازو پڙهي رهيا آهيو. باقي مردن کي قبرستان ڏي ڪڍي قبر داخل ڪرڻو آهي ۽ ان جي ذمہ داري اوهان جي سر تي آهي جو اوهان مسلم اتحاد کي ۽ مسلم شيرازي کي ٽوڙيو آهي. شل منهنجا هي جذبات اوهان جي ٿياسافيڪل جذبات تي ڪجھ اثر ڪن. (الوحيد 4 مئي 38ع)

انهي دور ۾ جي ايم سيد جي هندو نوازيءَ جو وڏيڪ اندازو شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي هڪ مضمون منجهان لڳائي سگهجي ٿو. شيخ صاحب لکي ٿو "اتحادين جو روح و روان غلام مرتضيٰ شاھ آهي، ۽ هن ڪجھ وقت اڳ پنهنجي هڪ پروگرام (انتخابي پروگرام) ۾ لکيو آهي تہ سرڪاري نوڪريون فقط عاملن (هندن جي هڪ طبقي) لاءِ محفوظ رکيون وڃن." ("الوحيد"_ 25 نومبر 1936ع)

## ٽيون دور:

جي ايم سيد جي زندگي جي ٽئين دور جو آغاز 1938ع ۾ ٿئي ٿو جڏهن هو مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. آڪٽوبر جي مهيني ۾ ڪراچيءَ ۾ قائداعظم محمد علي جناح جي صدارت هيٺ ”آل انڊيا مسلم ڪانفرنس“ جو جيڪو انتظام ڪيو ويو هو انهيءَ ۾ جي ايم سيد پڻ وڏو حصو ورتو هو. ۽ انهي ڪانفرنس ۾ هن تقرير پڻ ڪئي هئي، انهي تقرير جا ڪجهه جملا حاضر آهن.

”مان ڪانگريس ۾ هئس ۽ مون کان جيڪي حتي الوسع ٿي سگهيو سو انهي پليٽ فارم تان ڪيم. مان هندو دوستن کي عرض ڪريان ٿو تہ جنهن جماعت سان مون کي هميشہ پيار رهيو آهي ۽ خود مسلمان مون کي هندو نواز يا هندن جو وفادار وغيره جي نالن سان منسوب ڪن ٿا، مان پنهنجن دوستن کي چوندس تہ هو دور انديش ٿي ايندڙ خطرات کي سامهون رکي قدم کڻن. سنڌ ۾ هندن ۽ مسلمانن جا تعلقات قديم زماني کان چڱا رهندا آيا آهن، ليڪن هينئر هندو وزيرن جي منين ڳالهين تي لڳي جو ڪجهہ ڪري رهيا آهن. انهيءَ مان هو مسلمانن کي اشتعال ڏياري تعلقات کي خراب ڪري رهيا آهن.

جيڪڏهن هو ترت غور ڪري، هنن جي فريب کان پاڻ کي نہ بچائيندا تہ هو عظيم غلطي ڪندا.

(روزانہ الوحد 15 آڪٽوبر 1938ع)

انهن ئي ڏهاڙن ۾ سنڌ ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر چوئٿرام کي، جي ايم سيد هڪ خط لکيو. خط جا لفظ هي آهن:

”اها ڪانگريس ئي آهي جنهن سان مون پنهنجي صوبي جو روشن مستقبل وابستہ ڪيو هو. جيڪڏهن آءٌ اڄ مجبور ٿي ان ساڳي جماعت جي مخالفت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو آهيان، تہ اهو صرف ان لاءِ ٿو ڪريان تہ ڪانگريس جي ڪارڪنن کي سنڌن غلط پاليسي کان درست ڪري کين راهہ راست تي آڻيان. ڪانگريس لاءِ مون کي

نهايت گهري محبت پئي رهي آهي، تنهن ڪري اهو ناممڪن آهي ته آءٌ جاٽي واٽي ان سان تڪرجڻ گهرندو هوندس. آءٌ جو ڪجهه ڪريان ٿو سو صرف سندس جسم ۾ پيدا ٿيل روڳي حصن کي جراحت ذريعي ڪٽي ڪوري صاف ڪرڻ لاءِ ڪريان ٿو.

آءٌ اوهان کي خبردار ٿو ڪريان ته جيڪڏهن حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ ڪابه غلطي ڪئي وئي ته اها سنڌ ۾ ڪانگريس کي ناقابل تلافي نقصان پهچائيندي. آءٌ سمجهان ٿو ته مون ڪانگريس واسطي پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي ۽ اوهان کي حقيقتن کان روشناس ڪرڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪئي آهي هاڻ آءٌ سردار ولڀ ڀائي پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد وٽ احوال پيش ڪري رهيو آهيان ته اسان جدا ٿيڻ کي ويجهو اچي پهتا آهيون. زمانو پاڻهي ثابت ڪندو ته حق تي ڪير هو ۽ فرقي پرستي جي آگ جاڳائڻ لاءِ ڪير جوابدار هو.“

(”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ مصنف جي ايم سيد صفحو 35، 36)

ڪانگريس سان جي ايم سيد جي ڇڪتاڻ الله بخش سرڪار جي ڊلن ۾ واڌاري واري پاليسيءَ جي نتيجي ۾ ٿي. حالانڪ انهي حڪومت کي اقتدار ڏيارڻ ۾ جي ايم سيد بنيادي ڪردار ادا ڪيو هو ۽ حڪومت نهيي هڪ ورهيه به ڪونه گذريو هو جو جي ايم سيد انهي جي خلاف محاذ آرائي شروع ڪري ڏني. سرڪار سان انهي ويڙهه واري پاليسي کيس مسلم ليگ جي سهاري وٺڻ تي مجبور ڪيو.

آڪٽوبر 1938ع تائين سنڌ مسلم ليگ جو صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي هو. پر جي ايم سيد جي ڪوشش سان، آڪٽوبر جي ئي مهيني کان سر حاجي عبدالله هارون کي سنڌ مسلم ليگ جو صدر ڪيو ويو. ڪراچيءَ ۾ قائداعظم جي اچڻ واري موقع تي، سنڌ اسيمبلي جي 29 ميمبرن هڪ عهدنامي تي جناح صاحب جي آڏو صحيون ڪيون ته هو اسيمبلي ۾ مسلم ليگ جو ساٿ ڏيندا. اها ذميواري جي ايم سد تي وڌي ويئي ته هو الله بخش وزارت جي خلاف

عدم اعتماد جو نهراءُ پيش ڪندو. بهرحال جي ايم سيد جڏهن اهو نهراءُ پيش ڪيو تہ رڳو 7 مسلمان ميمبرن هن جي حق ۾ ووٽ ڏنو. ٻہ ميمبر حڪومت سان ناهہ ڪري، ان ۾ شامل ٿي ويا. حالانڪ اهي ميمبر سنڌ ۾ مسلم ليگ جا ساڃا هٿ ڪري ليکيا ويندا هئا ۽ اهي ٻيئي اسمبلي ۾ مسلم ليگ جا ليڊر ۽ ڊپٽي ليڊر هئا.

قائداعظم محمد علي جناح ڊسمبر 1940ع ۾ ڪراچيءَ آيو. انهي وقت هن "مسلم ليگ آرگنائيزيشن" جي نالي سان هڪ ڪاميٽي ٺاهي. ان ڪاميٽيءَ جو چيئرمين هن جي ايم سيد کي مقرر ڪيو. ڪاميٽي جو ڪم اهو هو تہ اها مسلمانن کي سياسي تعليم ڏئي ۽ کين هڪ نظام هيٺ منظم ڪري. جي ايم سيد انهي ڪاميٽي جي لاءِ زور ۽ شور سان ڪم شروع ڪيو. 24 مارچ 1941ع ۾ ڪراچي جي خالق ڏني هال ۾ مسلم ليگ جي هٿ هيٺ عام مسلمانن جو هڪ زبردست جلسو ٿيو. انهي جلسي ۾ جي ايم سيد هڪ قسم نامو پڙهيو ۽ بعد ۾ سڄي مجمع کان قسم نامي جو هڪ هڪ اکر پڙهايو ويو. اهو قسم نامو هيءُ آهي:

"اسان جو اهو ڪامل يقين آهي تہ اسان هندوستان جا مسلمان ٻين هندوستاني قومن کان ڌار ۽ جدا قوم آهيون. اسان کي الله تعاليٰ وٽان دنيا ۾ هڪ خاص مقصد لاءِ پيدا ڪيو ويو اهي، اسان جو ايمان آهي تہ انسان ذات ۾ جيڪي ملڪي، زباني، نسلي ۽ رنگي امتياز هترادو پيدا ڪيا ويا آهن، سي ناجائز آهن. اسان جي سياست جو مقصد هي آهي تہ روءِ زمين تي حڪومت الاهي قائم ڪئي وڃي. انهن مقصدن جي حصول لاءِ اسان جو ايمان آهي تہ هندوستان اندر پنهنجي خود مختار آزاد حڪومت هئڻ گهرجي، تان تہ پنهنجا اعليٰ مقصد، ٻين جي مداخلت ۽ روڪ کان سواءِ حاصل ڪري سگهون. تنهن ڪري دارلاسلام پاڪستان جنهن کي اسان هندوستان جي مسلمانن لاءِ مسلم ليگ نصب العين مقرر ڪري رکيو آهي، سو ٺي

عملي ذريعو آهي.

آءُ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي، سچي دل سان اقرار ڪريان ٿو ۽ واعدو ٿو ڪريان تہ اڄ ڏينهن کان وٺي آءُ پنهنجن خيالن خواهہ عملن کي اهڙي طرح ڪم آڻيندس جنهن سان تحريڪ پاڪستان کي مدد ملي.

آءُ واعدو ٿو ڪريان تہ پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ مون کي ڪنهن بہ قسم جي قرباني ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ ان قرباني ڪرڻ کان ڪين هٽندس.

آءُ ليگ جي ڪم ڪندڙن جي اخلاقي معيار کي بلند رکڻ ۽ سڄي جماعت کي پاڪ ۽ صاف رکڻ لاءِ هر وقت ۽ هر طرح ڪوشش ڪندو رهندس.

شال الله تعاليٰ مون کي اها توفيق عطا ڪري.“

(روزانہ ”الوحيد“۔ 26 مارچ 1941ع)

جي ايم سيد 1939ع کان سنڌ ۾ مسلم ليگ کي عوامي جماعت بنائڻ لاءِ پنهنجي قوت استعمال ڪئي. انهي مسلم ليگ جو صدر ڪٽي حاجي عبدالله هارون هو پر ڪنهن بہ پارٽي جون پاڙون پختيون ڪرڻ ۽ انهي کي مقبول ۽ عوامي بنائڻ لاءِ جيڪي صلاحيتون گهربل هيون انهن مان ڪنهن حد تائين جي ايم سيد ئي مالا مال هو. دورن جي لاءِ وقت جي قرباني ڏيڻ، ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃڻ، ماڻهن سان سندن ئي ٻولي ۾ ڳالهيون ڪرڻ ۽ تقرير ڪرڻ، جي ايم سيد جون خاصيتون هيون. نتيجي طور سر عبدالله هارون جي ايم سيد کي سيپئي وسيلا، گاڏي، لائوڊ اسپيڪر ۽ لٽريچر وغيره فراهم ڪري ڏنا هئا ۽ جي ايم سيد ڳوٺ ڳوٺ جي ڳلي ڳلي ۾ ليگ جي پيغام پهچائڻ جو ڪم تمام سهڻي نموني انجام ڏنو. جي ايم سيد جي انهيءَ ڪردار جي ڪري هن کي 1941ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر ڪري ڪنيو ويو.

اپريل 1942ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جي صدر حاجي عبدالله هارون وفات ڪئي. سندس انتقال جي ڪجھ مهينن گذرڻ کان پوءِ قائداعظم محمد علي جناح جي موجودگي ۾ ۽ سندس خواهش مطابق جي ايم سيد کي سنڌ مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. سنڌ مسلم ليگ جي صدارت جي دوران جي ايم سيد جو هڪ وڏو ڪارنامو اهو آهي تہ 3 مارچ 1943ع تي هن سنڌ اسمبلي ۾ پاڪستان جي حق ۾ ٺهراءُ پيش ڪيو جيڪو منظور ٿيو. اهو ٺهراءُ پاڪستان جي حق ۾ هندوستان جي سمورين اسمبلين منجهان پهريون هيو جيڪو منظور ٿيو. ٺهراءُ جا لفظ هي آهن:

”هي اسمبلي سنڌ سرڪار کي سفارش ٿي ڪري تہ وائسراءِ هند جي معرفت بادشاه سلامت جي حڪومت کي صوبہ سنڌ جي مسلمانن جي جذبات ۽ خواهشن کان واقف ڪري تہ:

جنهن صورت ۾ هندوستان جا مسلمان مذهب، فلسفہ حيات، معاشرتي رسمن، ادب، روايات، سياسي ۽ اقتصادي عقيدن، جي جدا هئڻ سبب هڪ جدا قوم آهن. تنهن ڪري جدا قوم جي حيثيت ۾ هندوستان جي جنهن خطہ زمين ۾ هو اڪثريت رکن ٿا اتي هو آزاد ۽ خودمختيار قومي حڪومت قائم ڪرڻ جا حقدار آهن. ان ڪري سنڌ جا مسلمان پرزور طريقي سان پنهنجي راءِ جو اظهار ٿا ڪن. تہ ڪين ڪو بہ اهڙو آئين قبول نہ ٿيندو جو کين هڪ مرڪزي حڪومت ۾ ٻي اڪثريت واري قوم جي ماتحت رهڻ لاءِ مجبور ڪري.

ايندڙ حالتن هيٺ، زندگي کي آزاد ۽ پنهنجي نقطہ خيال مطابق بسر ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، تہ کين پنهنجون قومي حڪومتون قائم ڪرڻ ڏنيون وڃن. تنهن ڪري ڪابہ اهڙي ڪوشش جا هندوستان جي مسلمانن کي سندن ترقي جي خلاف هڪ مرڪز جي ماتحت رکندي، سا کين قبول نہ آهي. بلڪ اهڙي ڪوشش لازمي طور ملڪ ۾ خانہ جنگي، نامناسب ۽ خوفناڪ نتيجن جي صورت اختيار ڪندي.“

انهيءَ ٺهراءَ جي منظوري کان پوءِ اسمبلي ۾ جي ايم سيد هڪ ڊگهي تقرير ڪئي. انهي تقرير جا ڪجهه ٽڪرا حاضر آهن:

”مون هن ٺهراءُ جي ذريعي سنڌي مسلمانن جي نمائندي جي حيثيت سان هندوستان جي ڏهه ڪروڙ مسلمانن جي پاڪستان واري مطالبي کي هن ايوان ۾ پيش ڪيو آهي. هي مطالبو قومن جي ”حق خود ارادي“ جي اصولن مطابق، مسلمانن جي حقن جي حفاظت جي لاءِ ضمانت جي صورت ٿو رکي. دنيا اڄ سياست جي ان ارتقائي دور منجهان لنگهي رهي آهي جيڪو دور، هر قوم کي هڪجهڙائي جا موقعا ۽ حقن جي آزاديءَ جي نعمتن جو پيغام آڻي ٿو ڏئي.

مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته مسلمان قوم، جنهن انگريزن کان اڳ ست سؤ ورهين تائين هندوستان تي حڪومت ڪئي آهي پنهنجي نفسياتي جوڙجڪ، قومي ڪردار ۽ روايتن جي بنياد تي، هندوستان جي آزادي جي ايتريقدر ئي تمنا رکي ٿي جيتري قدر ڪا ٻي قوم. پاڪستان جو مطالبو مسلمانن جي الڳ قوم هئڻ جي آڌار تي ڪيو ٿو وڃي. ننڍو کنڊ جاگرافيائي طور تي هڪ ملڪ ڪري ليکيو نه ٿو وڃي، بلڪ انهي کي هڪ ملڪ چوڻ حقيقتن جي ابتڙ ٿيندو. جيڪڏهن اسان جو آخري مقصد هڪ ترقي يافته ۽ متحد قوم جي جوڙجڪ آهي ته انهي جو بهتر ذريعو اهو آهي ته هندن ۽ مسلمانن کي سندن گهڻائي وارن علائقن ۾ پنهنجي ڪلچر، فلسفي ۽ روايتن جي مطابق ترقي ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪيا وڃن. انهي کان پوءِ هو اڳتي هلي خوشنما مرڪب جا مجموعا ٿي ويندا........“

جي ايم سيد سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت سان 1943ع ۾ هندن جي مقابلي ۾ مسلمانن جي معاشي حالت سڌارڻ لاءِ ”تجارت ڪريو“ جي هڪ مهم هلائي هئي. انهي ڏس ۾ 16 جولاءِ 1943ع تي باقاعده ”يوم تجارت“ جي نالي سان هڪ ڏينهن ملهايو ويو. ”الوحيد“ ۾ سيد جي نالي سان جيڪا اپيل شايع ٿي، اها حاضر آهي.

# 16 جولاءِ تي يوم تجارت ملهايو وڃي
# سنڌ جي مسلمانن کي گذارش

”سنڌ جي مسلمانن جي مالي حالت نهايت ڪمزور آهي. ان کي تڏهن سڌاري سگهبو جڏهن مسلمان واپار طرف راغب ٿيندا. هي جو هن وقت سمورو واپار هندن جي هٿ ۾ آهي، ان خاميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اسان سنڌ اندر عام مسلمانن ۾ هي تحريڪ شروع ڪرڻ گهرون ٿا تہ جيستائين عام ماڻهن ۾ مسلم دڪاندارن سان خريد و فروخت جي عادت پيدا نہ ڪبي، تيستائن مسلمانن ۾ واپار ڪرڻ جو شوق پيدا نہ ٿيندو.

ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي، تاريخ 16 جولاءِ 1943ع تي جمع ڏينهن مقرر ڪيو ويو آهي، تہ ان ڪم لاءِ خاص طرح سان ملهايو وڃي. منهنجي مولوي صاحبان ۽ پڙهيل مسلمانن کي عام طرح ۽ مسلم ليگ جي شاخن کي خاص طرح گذارش آهي تہ مهرباني ڪري مٿين تاريخ تي جمع نماز کان پوءِ ميٽنگون ڪري تقريرن رستي مسلمانن کي مٿين ضرورت کان واقف ڪري، واعدو وٺن تہ آئنده هو مسلمان، دوڪاندارن کان خريد و فروخت ڪندا. جتي مسلمانن جا دڪان نہ هجن يا مال ڏيڻ وٺڻ جي سهولت نہ هجي، تہ ان واسطي مسلم چيمبر آف ڪامرس ڪراچي سان لکپڙه ڪن. اميد تہ هو سندن مشڪلاتون دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

سيد غلام مرتضيٰ شاه
صدر صوبہ سنڌ مسلم ليگ
(الوحيد 7 جولاءِ 1943ع)

جي ايم سيد جي انهيءَ اپيل تي ”الوحيد“ اداريو لکيو ۽ انهي موضوع تي مسلمانن جي اخبارن ۽ رسالن ۾ باقاعدي خط، مضمون، تجويزون ۽ شعرن جو هڪ سلسلو شروع ٿيو. ”الوحيد“ پنهنجي اداريي

۾ لکي ٿي:

"مسلمانن جي مالي ۽ اقتصادي حالت کي سڌارڻ ۽ انهن کي واپار طرف راغب ۽ مائل بنائڻ لاءِ سنڌ مسلم ليگ جي صدر هڪ اپيل جاري ڪئي آهي تہ 16 جولاءِ تي "يوم تجارت" ملهايو وڃي.

اسلام ۾ واپار کي جيڪا اهميت حاصل آهي ان جو اندازو هن مان لڳايو تہ قرآن مجيد ۾ ان کي فضل الله (الله جي مهرباني) جهڙي معزز خطاب سان ۽ پياري انداز ۾ ياد ڪيو ويو آهي. دنيوي اعتبار سان بہ قومن جي موت و حيات جو تجارت تي وڏو دارومدار آهي. مگر افسوس جي ڳالهہ آهي تہ مسلمانن هن لائين ۾ بلڪل پٺتي پيل آهن ۽ ڀهراڙين ۾ اڄوڪي زماني ۾ ڪيترائي ان قسم جي ذهنيت وارا مسلمان ليندا جيڪي هن پيشي کي واڻڪو ڌنڌو سمجهي ان کي نفرت جي نظر سان ڏسي رهيا آهن. ان فضا ۾ سنڌ مسلم ليگ جي صدر مسلمانن جي اقتصادي زندگي جي معيار کي بلند ڪرڻ جي غرض سان، مسلمانن ۾ تجارت جي تحريڪ شروع ڪري نهايت شاندار خدمت سرانجام ڏيڻ گهري ٿو.

سنڌ جي سمجهدار ۽ پڙهيل طبقي کي سندس اپيل تي لبيڪ چئي، هن جي تحريڪ جو گرمجوشيءَ سان استقبال ڪرڻ گهرجي".

(روزانہ "الوحيد" 12 جولاءِ 1943ع)

16 جولاءِ تي اهو ڏينهن سڄي سنڌ ۾ نهايت زور ۽ شور سان ملهايو ويو. انهي ڏس ۾ جي ايم سيد ڪجهہ عملي قسم کڻڻ خاطر، فهميده طبقي کان تجويزون گهرايون تہ جئن انهن جي روشنيءَ ۾ مسلمانن جي تجارت ۾ عملي شرڪت جو منصوبو ناهيو وڃي. نتيجي طور جي ايم سيد جي هڪ اپيل شايع ٿي.

# سنڌ جي عالمن، تاجرن ۽ ٻين درد رکندڙ صاحبن کي گذارش

”اسان کي خوشيءَ سان ظاهر ڪرڻو پوي ٿو تہ اسان جي مقرر ڪيل ”يوم تجارت“ کي لبيڪ چوندي سڄي سنڌ جي مسلمانن اهو ڏينهن چڱي نموني ملهايو ۽ پنهنجي زنده دلي جو ثبوت ڏنو آهي. ان تجويز کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ اهو ضروري سمجهيو ويو آهي، تہ ان ڪم ۾ دلچسپي رکندڙ صاحبن کي عرض ڪجي تہ هو سنڌ ۾ مسلمانن جي واپار کي ڪهڙي طرح ترقي ڏيارين تنهن لاءِ پنهنجيون تجويزون لکي موڪلين.

غلام مرتضيٰ شاه.“

(روزانہ ”الوحيد“ 24 جولاءِ 1943ع)

انهي موضوع تي ”الوحيد“ ۾ تمام گهڻا خط شايع ٿيا. پر هڪ اهم خط پير ابراهيم جان ”خليل“ سرهندي (جنهن 1973ع ۾ جي ايم سيد جي ملحدانہ خيالات جي خلاف ”سنڌ سونهاري“ جي نالي سان هڪ ضخيم ڪتاب لکيو) جو شايع ٿيو هيٺ اهو خط ڏجي ٿو:

”بعد تسليم و تڪريم۔ مسلمانن کي تجارت جي بهترين پيشي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ اوهان جيڪا تحريڪ شروع ڪئي آهي سا درحقيقت سنڌ جي مسلمان جي اقتصادي حالت کي درست ڪرڻ لاءِ واحد علاج آهي. سنڌ جا دهقاني عام مسلمان، جن اخلاقي خرابين ۾ مبتلا آهن تن جو سبب اهو نہ آهي تہ هو مذهبي طرح انهن براين کي برو ڪري نٿا سمجهن، بلڪ هنن کي افلاس ۽ انساني وڌندڙ ضرورتون اڪثر حالتن ۾ اهڙن ڪمن تي مجبور ڪن ٿيون، پوءِ آهستي آهستي انهن جي برائي جو فطري احساس متجيو وڃي ۽ طبيعتون بداخلاقي تي عادي بنجيو وڃن.

جيڪڏهن اڄ مسلمان ان شريف پيشي کي اختيار ڪن، جنهن

ڪي اختيار ڪرڻ سان هو مذهبي نقطہ نگاہ سان بہ مامور آهن تہ ٿوري عرصي ۾ هنن جي قومي هلاڪت واري افسوسناڪ حالت بدلجي پوي.

منهنجي نزديڪ تجويزون هي آهن:

(1) علماءِ، مشائخ، واعظين ۽ پيش امامن کان ان تحريڪ جي اشاعت ۾ مدد ورتي وڃي.

(2) مذهبي ۽ تجارتي اصول تي جدا جدا ننڍا ننڍا رسالا سنڌ جي ذي اثر ۽ اهل حضرات کان لکائي، عام طرح مفت تقسيم ڪجن، جنهن ۾ مذهبي طرح تجارت جا احڪام ۽ ان جي ضرورت ۽ فضيلت تي قرآن و حديث جي روشني وڌل هجي.

(3) ڪراچي ۾ تجارت جي اصولي تعليم لاءِ هڪ ڪلاس کولجي جنهن ۾ اتي جي تجربہ ڪار ۽ همدرد ڪامياب تاجرن کان تجارت جي عملي حصي تي ليڪچر ڏيارجن (ان سلسلي ۾ سيٺ عبدالله ۽ عبدالجبار صاحبان دهليءَ وارا نهايت مفيد ثابت ٿيندا). سڪندڙن کي ٻڌائجي تہ ڪهڙين شين جي تجارت هن زماني ۾ مفيد آهي. دڪان ڪهڙي نموني جو کولاجي، جو خريدارن لاءِ ڪشش پيدا ٿئي. حساب ڪتاب نيز فائدو ۽ نقصان ڪهڙن سبب ڪري ٿئي ٿو.

اهو ڪلاس في الحال هڪ مهيني لاءِ کولجي.

(4) مسلم ليگ جي سڀ ڪنهن ميمبر تي لازم ٺهرائجي تہ هو مسلمانن کان سودو سلف خريد ڪري نہ تہ ان تي تاديبي ڪاروائي ڪئي ويندي.

(5) فارم ڇپايا وڃن ۽ مسلم ليگ ۽ ٻين مسلم جماعتن جي ذريعي عام مسلمانن کان عهدناما لکرائجن، جنهن ۾ اهڙو مضمون هجي تہ "مان انجام ٿو ڪريان تہ مسلمان کان ئي سودو وٺندس."

(6) سنڌ ۾ جيڪي ميلا لڳن ٿا، انهن جي متولين کي آگاہ ڪيو وڃي، تہ هو پنهنجي احاطي اندر غير مسلمان کي دڪان کولڻ

جي اجازت نہ ڏين.

(7) مختلف مقامات تي ٽہ ماهي يا شمش ماهي اسلامي تجارت جي نمائش گاه رکجي، جتي سنڌ جي مسلمان ڪاريگرن جون ٺهيل شيون رکجن ۽ انهن جي خريداري لاءِ ترغيب ڏجي.

(8) مسلم ليگ جي ماتحت هڪ جماعت اهڙي ناهجي جنهن جو فرض منصبي اهو هجي تہ مسلمانن جي واپار کي فروغ وثائڻ لاءِ اپاءَ ڳولي، ان لاءِ ان جماعت جا ماڻهو سنڌ ۾ دورو ڪندا رهن.

(9) الوحيد ۾ هڪ ڪالم، يا ان جو هڪ حصو ان لاءِ وقف هجي، تہ هميشہ ان سلسلي جا مضمون شايع ٿيندا رهن. ترغيب تجارت، اصول تجارت، نون دڪاندارن جا نالا شايع ڪري، انهن جي حوصلہ افزائي وغيره تي مضمون ڇپجندا رهن.“

("الوحيد“ 12 آگسٽ 1943ع)

جي ايم سيد جي هلايل ”تجارت ڪريو“ تحريڪ ايتريقدر هلچل پيدا ڪري ڇڏي هئي جو ان وقت جي برک ادبي رسالي ”اديب سنڌ لاڙڪاڻہ“ پنهنجي جنوري 1944ع واري شماري ۾ هڪ طرحي مشاعرو ”تجارت ڪريو۔ بس تجارت ڪريو“ شايع ڪيو آهي. معاملي کي سوڙهو ڪندي، هتي فقط ڪجھ شاعرن جي ڪلام منجهان چند سٽون دلچسپيءَ لاءِ پيش ٿيون ڪجن:

اٿو پائرو هاڻي همت ڪريو نہ هرگز ڪا سستي ۽ غفلت ڪريو

هو حاصل اڳيون اوج و عظمت ڪريو مئو مال و دولت، غنيمت،

جي چاهيو تہ سابق حڪومت ڪريو تجارت ڪريو بس تجارت ڪريو. (حافظ محمد احسن۔ دادو)

نہ زوري نہ زاري نہ زر جو ضرور،
غرض آ تہ پيدا صداقت ڪريو،
تجارت ۾ آهي ترقيءَ جو راز
تجارت ڪريو بس تجارت ڪريو.

(عبدالله اثر ـ لاڙڪاڻو)

تجارت جنهين آهي پيشو ڪيو
ادا بخت تنهنجو آ ويندو وريو
ترقيءَ جي برپا عمارت ڪريو
تجارت ڪريو بس تجارت ڪريو

(عطا محمد "حامي" خيرپور)

تجارت جي محڪم عبارت ڪريو
پين لاءِ پيدا بشارت ڪريو
ڪريو پاس بي. اي جو گر امتحان،
ملازم ٿيڻ کان حقارت ڪريو.

(رشيد احمد لاشاري)

ڪٿي آ اوهان جو اڳيون ڪاروان،
اُهي اٿ ۽ اونيئڙا پهلوان،
سلف جي نہ برباد محنت ڪريو
تجارت ڪريو بس تجارت ڪريو.

(سرائي نظام الدين "نظام" لاڙڪاڻو)

انهي طرح مشاعري جون ڪجھ سٽون پيش ڪيون ويون، ورنہ انهي مشاعري ۾ دل کولي انهي زماني جي 25 برک شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي.

اهي وچور مون انهي ڪري پيش ڪيا، جيئن جي ايم سيد جي انهي دور جي ڪردار ۽ اثر جي پوري جهلڪ سامهون اچي سگهي. مسلم ليگ جي لاءِ سيد جي جدوجهد، جفاڪشي ۽ لگن جو اندازو هُڪ هئي واقعي منجهان بہ لڳائي سگهجي ٿو.

مئي 1943ع تي الله بخش سومري کي قتل ڪيو ويو. سندس خالي ٿيل سيٽ تي چونڊ ٿيڻي هئي. هندن انهي موقع تي پروگرام ٺاهيو تہ الله بخش کان جيڪو هو ڪم وٺندا هئا، هاڻي اهو سندس ڀاءُ

مولا بخش کان ونندا. هنن پروگرام ٺاهيو تہ سندس پرپور مدد ڪري هن کي ڪامياب ڪيو وڃي ۽ پوءِ کيس وزارت جو تاج پهرائي، پنهنجي مفادن جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي. اها ڳالهہ اهڙي هئي جو مسلم ليگ محسوس ڪري ورتي هئي ۽ جي ايم سيد حاجي مولا بخش سومري جي مقابلي ۾ خانبهادر احمد بخش خان سڏايو کي مسلم ليگ جي ٽڪيٽ ڏني. ٽڪيٽ ڏيڻ کان پوءِ سندس ڪاميابي مسلم ليگ لاءِ عزت جو مسئلو بڻجي ويئي. انهي ڪري جي ايم سيد چونڊ کان اڳ ڪيترن مهينن تائين شڪارپور ۾ خيما کوڙي ويٺو. "الوحيد" ۾ ڪاليج جي شاگردن ۽ مسلم ليگي رضاڪارن جي نالي سندس هڪ اپيل شايع ٿي آهي، سا پيش ڪجي:

"برادران اسلام!

اوهان کي معلوم آهي تہ مسلم ليگ جي طرفان مرحوم الله بخش سومري واري خالي ٿيل جاءِ لاءِ، سنڌ اسمبلي تي خان بهادر احمد خان سڏائيي کي اميدوار بيهاريو ويو اهي. جنهن جي مخالفت ۾ خان بهادر حاجي مولابخش اميدوار بيٺو آهي جنهن کي سخت شڪست ڏيئي اسان کي دنيا کي ثابت ڪري ڏيکارڻو آهي تہ مولابخش جهڙا مسلمان جيڪي مسلمانن جي واحد نمائنده جماعت ملسم ليگ جا منڪر ۽ مخالف آهن، سي ڪڏهن بہ اسان جا عيوضي نٿا ٿي سگهن ان ڪري ان اليڪشن ۾ اسان کي قربانيون ڪرڻيون پونديون. انهي لاءِ آءٌ پنهنجا سمورا زميندارِي ۽ بيا خانگي ڪاروبار ڇڏي، وطن کان دور هتي شڪارپور ۾ ڪن مهينن کان وٺي رهيو پيو آهيان.

الحمدلله! اسان جو اليڪشن جو ڪم تمام سنو ٿي رهيو آهي. چونڊ لاءِ 3 نومبر جي تاريخ آهي، مون کي گهٽ ۾ گهٽ 300 اهڙن رضاڪارن ۽ مجاهدين اسلام جي ضرورت آهي، جيڪي پولنگ جي وقت خدمت انجام ڏيئي سگهن. آءٌ سڄي سنڌ جي سيني نوجوان مسلمانن ۽ خصوصاً مسلمان ڪاليجي شاگردن کي اپيل ٿو ڪريان تہ

ان لاءِ پنهنجيون خدمات پيش ڪن.“

(روزانہ ”الوحيد“ 16 آڪٽومبر 1943ع)

انهيءَ اپيل ڇپجڻ کان پوءِ وڏي پئماني تي شاگردن پنهنجون خدمتون پيش ڪيون ۽ جڏهن چونڊ جو نتيجو سامهون آيو تہ حاجي مولابخش سومري کي رڳو 4195 ووٽ مليا، جڏهن تہ مسلم ليگي اميدوار احمد خان سڏائي کي 11691 ووٽ مليا. اهڙي طرح مسلم ليگي اميدوار ڪامياب ٿيو.

سنڌ مسلم ليگ جي صدارت واري عهدي تي فائز ٿيڻ تي اجا جي ايم سيد کي مس چند مهينا کن ٿيا هئا، تہ هن پنهنجي مزاج ۽ عادت کان مجبور ٿي، مسلم ليگ جي حڪومت سان محاذ آرائي شروع ڪري ڏني ۽ پارٽيءَ ۾ هڪ ٻئي گروپ ۽ ان جي اثرات کي نظرانداز ڪري، پنهنجي گروپ کي مسلط ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ واري پاليسي اختيار ڪئي. حالانڪ انهيءَ وقت مسلم ليگ کي مختلف خيالن وارا بااثر ماڻهو گهربل هئا ۽ انهن جي مدد ۽ تعاون سان ئي مسلم ليگ، ڪانگريس جي مقابلي ۾ وڌيڪ طاقت حاصل ڪري ٿي سگهي. هتي انهي حقيقت کي ظاهر ڪرڻ غلط نہ ٿيندو تہ 1937ع ۾ هندوستان جون جيڪي صوبائي چونڊون ٿيون، انهن ۾ قائداعظم محمد علي جناح ڪوشش ڪئي تہ مسلمانن جي آزاد خيال سياسي اڳواڻن جي تعاون سان، مسلم ليگ چونڊن ۾ حصو وٺي ۽ نوابن، سرن ۽ خانبهادرن جو مقابلو ڪري، پر انهي تجربي ۾ مسلم ليگ کي وڏي شڪست جو منهن ڏسڻو پيو. پنجاب ۾ فقط ٻہ مسلم ليگي اميدوار ڪامياب ٿيا. هڪ راجا غضنفر علي، جيڪو بعد ۾ يونينسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ ٻيو ملڪ برڪت علي.

ٻيا تہ ڪٺي ڇڏيو پر نواب لياقت علي خان پڻ مسٽر جناح جي پاليماني بورڊ تان مستعفي ٿيو ۽ هڪ بيان ۾ چيائين تہ ”مسٽر جناح پارلياماني بورڊ ۾ فقط هڪ خيال جا ماڻهو پرتي ڪيا اهن، جن جو قوم ۾

ڪوٺي وقار ڪونهي، ۽ انهن ماڻهن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي جيڪي مسلمانن جا اصلي اڳواڻ آهن ۽ اليڪشن ۾ چونڊجي آيا آهن.“

(تفصيل لاءِ ڏسو، ”تحريڪ پاڪستان ڪا ايڪ باب“ مصنف محمد سرور)

هاڻي محمد علي جناح جي پاليسي اها هئي تہ مسلمانن جي بااثر طبقي کي مسلم ليگ ۾ آندو وڃي ۽ سندن مدد سان ئي پاڪستان جي تحريڪ کي ڪامياب بڻايو وڃي. بدقسمتي سان جي ايم سيد سنڌ مسلم ليگ جي صدر ٿي وڃڻ کان پوءِ (مسلم ليگ کي عوامي بڻائڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي) پر سر غلام حسين هدايت الله ۽ سندس ساٿي وڏيرن ۽ زميندارن کي (جيڪي ليگ جا مک ماڻهو هئا) پارٽيءَ ۾ غير مؤثر بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي.

14 مئي 1944ع تي ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ هال ۾ سنڌ مسلم ليگ جي سالياني چونڊن لاءِ هڪ اجلاس ٿيو. انهي اجلاس ۾ هڪ پروگرام هيٺ جي ايم سيد جي پارٽي ڪثرت سان آيل هئي. وزير اعظم مسٽر غلام حسين هدايت الله ميٽنگ جو رخ ڏسندي، چونڊن کان اڳ تقرير ڪئي ۽ جي ايم سيد کي مخاطب ٿيندي چيو تہ اسان جو مقصد پاڪستان، نهايت ئي اهم مقصد آهي. انهي جي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ اسين هڪ ٿي وڃون. اڄ اوهان کي مسلم ليگ جون چونڊون ڪرائڻيون آهن. چونڊن ۾ پارٽي بازيءَ جي منحوس جذبات کي دخل ٿيڻ نہ ڏجي، بلڪ عهديدار انهي انداز سان چونڊجڻ گهرجن جو پارٽي جي هر مڪتبئہ فڪر ۽ هر گروپ جا ماڻهو مطمئن ۽ خوش ٿي وڃن. انهيءَ سلسلي ۾ مسلم ليگ جي صدر تي وڏي ذميواري عايد ٿي ٿئي. ڪيس سيني گروپن کي هڪ ئي نظر سان ڏسڻ گهرجي.

(روزانہ ”الوحيد“ 16 مئي 1944ع)

پر چونڊن ۾ جي ايم سيد واضح ڏر جي حيثيت ۾ آڏو اچي چڪو

هو هو فيصلو ڪري چڪو هو تہ پارٽيءَ جي سيني گروپن جي ڪيس پنهنجي گروپ کي مسلط ڪرڻو آهي. بهرحال صدارت جي لاءِ تہ پيهر جي ايم سيد کي ئي چونڊيو ويو پر جنرل سيڪريٽريءَ جي لاءِ يوسف هارون جي مقابلي ۾ غلام حيدر شاهہ جو نالو ورتو ويو. اهڙي طرح باقي عهدن جي لاءِ بہ جي ايم سيد پنهنجي گهربل ماڻهن جو ئي تقرر ڪيو.

انهي تي "الوحيد" جن خطرن جو اظهار پنهنجي هڪ ايڊيٽوريل ۾ ڪيو اهو لفظ بلفظ هتي ڏجي ٿو:

## سنڌ مسلم ليگ کي سيد ليگ بنائڻ جو منصوبو

"1938ع جي شروعات ۾ سنڌ ۾ شيخ صاحب مسلم ليگ جو سلو پوکيو ۽ سر عبدالله هارون خون جگر سان ان کي سيراب ڪيو. مگر افسوس تہ گذريل سال کان مسٽر جي ايم سيد جي ڪرسي صدارت تي رونق افروز ٿيڻ بعد سنڌ مسلم ليگ ۾ پارٽي بازي، تفرقہ اندازي ۽ نسبي عصبيت جو دور دوره شروع ٿي ويو آهي ۽ سنڌ مسلم ليگ جي تازين چونڊن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ مسلم ليگ پنهنجون گذريل شاندار روايتون وساري، خوفناڪ پارٽي بازي ۽ نسلي عصبيت جو شڪار ٿي چڪي آهي. سنڌ اندر مسلمانن جي هيءَ جماعت، مسلم ليگ بدران "سيد ليگ" جو جامو پهري چڪي آهي.

14 مئي تي ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ هال ۾ سالانہ چونڊن جي سلسلي ۾ سنڌ مسلم ليگ جي ميٽنگ ٿي، هن ميٽنگ ۾ هڪ پروگرام مطابق جي ايم سيد جي پارٽي ڪثرت سان آيل هئي.

وزيراعظم سر غلام حسين هدايت الله ميٽنگ جو رخ ڏسي چونڊن کان اڳ ۾ "پير داناء" جي حيثيت ۾ اتي ڪائونسل جي ميمبرن ۽ خاص طرح مسٽر جي ايم سيد کي نصيحت ڪئي تہ هو پارٽي بازي کي ڇڏي هر خيال جا ماڻهو چونڊي، متفقہ طور تي صدر جي عهدي لاءِ

جي ايم سيد کي چونديو ويو.

ميٽنگ ۾ جڏهن مسٽر يوسف هارون کي جنرل سيڪريٽري بنائڻ جو مسئلو آيو. تہ مسٽر غلام حيدر شاه جو نالو ڏنو ويو. هن جي شخصيت، ۽ شهرت جو عالم هي آهي جو خانبهادر گبول کي مجبور ٿي ببانگ دهل چوڻو پيو. تہ اسان کي غلام حيدر شاه ڏيکاريو وڃي. آخرڪار نئين سيڪريٽري کي اٿي بيهڻو پيو. اهڙي طرح جي ايم سيد ٻيون چونڊون بہ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪيون. آل انڊيا ڪائونسل ۾ ٻين ننڍين وڏين ڪميٽين ۾ جي ايم سيد چند هٿ ٺوڪين ۾ اليڪشن جي چيف ورڪرن کان سواءِ ٻيا سمورا سادات ڪرام کڻي سنڌ مسلم ليگ کي ”سيد ليگ“ جو رنگ ڏيئي، سنڌ اندر ذات پات ۾ زمانہ جاهليت واري نسلي عصبيت جو بت کڙو ڪيو آهي. جيڪڏهن مسٽر سيد جا اهي خيالات ۽ جذبات باقي رهيا تہ پوءِ اسان کي تعليمات اسلاميہ جي خلاف سنڌ جي مسلمانن ۾ قوت ۽ نسلي وٺاءَ پيدا ٿيڻ جو انديشو محسوس ٿي رهيو آهي. اسان جي دعا آهي تہ الله پاڪ شال سنڌ جي مسلمانن کي ان قسم جو روز سياه نہ ڏيکاري.

اسان جو خيال آهي تہ مسٽر جي ايم سيد ۾ سندس پارٽي جي خيالات ۾ تبديلي اچڻ گهرجي ورنہ سنڌ مسلم ليگ جو مستقبل هرگز روشن نہ ٿيندو.“

(روزانہ الوحيد 16 مئي 1944ع)

ياد رهي تہ جي ايم سيد 1922ع ۾ ساداتن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏي باقاعده هڪ تنظيم ۾ ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. انهي مقصد لاءِ هن ڪيترن ئي بااثر سيدن سان ملاقاتون ڪيون ۽ سن ۾ 1923ع ۾ سيدن جي هڪ ڪانفرنس بہ ڪوٺائي. پر هو سيدن کي هڪ تنظيم جي شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو. چئي سگهجي ٿو تہ جي ايم سيد انهي دور ۾ سيدن جي انهي تنظيم جو ڪم سماج جي سڌاري جي نيت سان ڪيو هوندو. پر بهرحال ان

واقعي منجهان هن جي ذات پرستي ۽ قوم پرستي واري جذبي کي مڪمل طور تي خارج نٿو ڪري سگهجي خاص ڪري 1945ع واري ڪردار جي حوالي سان جيڪڏهن هن جي انهي وقت جي ڪوشش کي سندس مخالف قوم پرستي جو رنگ ڏين تہ انهي ۾ پڻ هو ڪنهن حد تائين سچا آهن.

سر غلام حسين ۽ جي ايم سيد جي وچ ۾ اختلاف تيزيءَ سان وڌندا تي ويا. جي ايم سيد مسلم ليگ جي حڪومت کي سنڌ مسلم ليگ جي ڪنٽرول هيٺ ڏسڻ پيو گهري، جڏهن تہ سر غلام حسين پاڻ کي ۽ پنهنجي پاليسين کي سنڌ مسلم ليگ جي بجاءِ مرڪزي مسلم ليگ جي آڏو جوابده ڪري ليکيندو هو. سر غلام حسين انهي ۾ ڪنهن حد تائين حق بجانب بہ هو چاڪاڻ تہ مسلم ليگ انهن ئي ڏينهن ۾ پنهنجي هڪ مرڪزي اجلاس ۾ فيصلو ڪيو هو تہ صوبائي مسلم ليگي حڪومتن کي مرڪز ڪنٽرول ڪندو اهي مرڪز کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي جي آڏو جوابده ناهن. سر صاحب ۽ جي ايم سيد جي وچ ۾ وڌندڙ اختلافن جي خاتمي لاءِ هنن ٻنهي کي قائداعظم پهرين لاهور ۽ پوءِ دهليءَ گهرايو ۽ ٻنهي ڏرين جون ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ نيٺ سندن ناهہ ڪرائي ڇڏيو. پر اتان موٽڻ کان پوءِ وري ٻنهي هڪ ٻئي جي خلاف محاذ آرائي شروع ڪري ڏني. هن ڀيري قائداعظم جي ايم سيد کي بمبئي گهرايو ۽ هن سان ويهہ ڪلاڪ ڳالهيون ڪيون. جناح صاحب تفصيل سان هن جون ڳالهيون ٻڌيون ۽ ڪيس اپيل ڪئي تہ هو انهي نازڪ وقت تي پنهنجي اختلافن کي وساري ڇڏي. جي ايم سيد سان قائداعظم جي ملاقات ۽ اپيل جي خبر "الوحيد" اخبار هن ريت ڇپي:

"سنڌ پراونشل مسلم ليگ جي صدر مسٽر جي ايم سيد ۽ قائداعظم جي وچ ۾ سنڌ جي موجوده سياسي حالتن ۽ سنڌ ۾ مسلم ليگ جي معاملات بابت، گذريل جمعي کان وٺي جيڪي ڳالهيون

هليون هيون سي ڪالهه شام جو ختم ٿيون. قائداعظم محمد علي جناح هڪ بيان ڪيدي سنڌ جي وزيراعظم سر غلام حسين ۽ جي ايم سيد کي اپيل ڪئي آهي تہ هو پنهنجا اختلافات ختم ڪن. قائداعظم پنهنجي بيان ۾ فرمايو آهي "مان سنڌ پراونشل مسلم ليگ جي صدر مسٽر جي ايم سيد سان ملي خوش ٿيس، اسان جي وچ ۾ سنڌ جي تازه سياسي حالتن بنسبت ڳالهيون ٻولهيون هليون. مان سنڌ جي مسلم ليگي ليڊرن سر غلام حسين هدايت الله ۽ جي ايم سيد کي مسلم ليگ جي نصب العين پاڪستان جي نانءَ تي جنهن لاءِ اسين جدوجهد ڪري رهيا آهيون، جو اسان جي موت و حيات جو اهم مسئلو آهي، اپيل ٿو ڪريان تہ هنن کي هن نازڪ دور ۾ مسلم ليگ جي طاقت کي مضبوط رکڻ لاءِ پنهنجن ويچن کي وساري سڀ اختلاف دور ڪرڻ گهرجن.

(روزانہ الوحيد 13 فبروي 1945ع)

جيئن تہ جي ايم سيد سنڌ اسمبلي جي هندو ميمبرن سان گڏجي، مسلم ليگ جي حڪومت ڊاهڻ پيو گهري ۽ انهي جون خبرون پڻ اچي چڪيون هيون انهي ڪري قائداعظم هن سان ڏگهي ملاقات ۽ اپيل تي ئي بس نہ ڪئي بلڪ مسلم ليگ جي مجلس عمل جي ٽن ميمبرن چوڌري خليق الزمان، نواب اسماعيل خان ۽ قاضي عيسيٰ کي سنڌ روانو ڪيو تہ جيئن اهي سنڌ مسلم ليگ جي انهي بحران کي ختم ڪري، اڳواڻن جي اختلافن کي دور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن. انهن ليڊرن ڪراچيءَ ۾ جي ايم سيد سان خلاصيون ملاقاتون ڪيون. جي ايم سيد جي ڪجهه مطالبن، مثلاً وزير اعليٰ وٽ رڳو مالي کاڌو هجي ۽ ٻيو تہ سيد گروپ کي وزارتن ۾ پنجاهہ سيڪڙو حصو ڏنو وڃي. سر غلام حسين تسليم ڪيا هئا پر انهي جي باوجود جي ايم سيد نهراءَ جي لاءِ تيار نہ ٿيو.

21 فيبروري 1945ع تي مسلم ليگ جي مجلس عمل جي ٽن

ميمبرن ۾ مرڪزي اڳواڻن جي موجودگي ۾ مسلم ليگ جي اسمبلي ميمبرن جو هڪ اجلس ٿيو جنهن ۾ وزير اعليٰ سر غلام حسين تي مڪمل اعتماد جو اظهار ڪيو ويو.

هڪ طرف ظاهري ريت مسلم ليگ جا اسمبلي ميمبر سر غلام حسين هدايت الله تي اعتماد جو اظهار ڪري رهيا هئا، ته ٻئي طرف اندروني طرح جي ايم سيد ميمبرن جي هڪ حصي کي سر صاحب جي خلاف اسمبلي ۾ عدم اعتماد جي ووٽ لاءِ تيار ڪري ورتو هو. نيٺ 24 فيبروري 1945ع تي جڏهن سنڌ اسمبليءَ جو اجلاس ٿيو ۽ هڪ مسئلي تي جڏهن راءِ ڏيڻ جو مرحلو آيو ته سر غلام حسين کي شڪست آئي. 25 ميمبرن سر صاحب جي خلاف ووٽ ڏنو (جنهن ۾ ڏهه هندو ميمبر پڻ شامل هئا) جڏهن ته 19 ميمبرن سندس فائدي ۾ ووٽ ڏنو. مسلم ليگي وزارت جي شڪست کان پوءِ گورنر سر غلام حسين هدايت الله کي پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪرڻ لاءِ وڏيڪ مهلت ڏني. نتيجي طور سر صاحب پنهنجي مخالف گروپ جي حمايت حاصل ڪري پنهنجي وزارت اعليٰ بچائي ورتي.

جي ايم سيد پنهنجي ئي پارٽي جي حڪومت جي خلاف اهو قدم کڻي 24 فيبروري تي قائداعظم کي هڪ تار موڪلي جنهن ۾ لکيل هو:

”سنڌ اسمبلي ۾ مسلم ليگ جي 28 ميمبرن مان 15 ميمبرن لکيل تقاضا ڪئي ته موجوده وزارت هلندڙ اجلاس ۾ ئي ڊهڻ گهرجي. انهي طلب جي بنياد ۾ فيصلي موجب جنرل ايڊمنسٽريشن جي سپليمنٽري گرانٽ ۾ هڪ روپيه ڪٽر جي رٿ آندي وئي، جو ڏهن ميمبرن فائدي ۾ ووٽ ڪيو.“

(روزانه ”الوحيد“ 25 فبروري 1945ع)

قائداعظم محمد علي جناح جڏهن انهي تار جو ڪو جواب ڪونه ڏنو ته جي ايم سيد 27 فيبروري تي ٻي تار موڪلي. ان ۾ هي چيل هو:

”ادب سان اوهان جو ڌيان پنهنجي 24 تاريخ واري تار ڏانهن

چڪايان ٿو. غلام حسين ظاهر ڪيو تہ اوهان مون کي ۽ گذدر کي ليگ مان خارج ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي. ان اسان جي ميمبرن تي خراب اثر ڪيو. هندو آزاد گروه اڃا تائين اسان جي مسلم گروه سان سچو بيٺو آهي. ووٽن کان پوءِ حاجي مولابخش اسان سان ڪوئليشن ناهڻ جي تقاضا ڪئي جا قبول نہ ڪئيسون. جنهن کان پوءِ سر غلام حسين مسلم پارٽي سان ڪوئليشن ڪري، حاجي مولابخش کي وزارت ۾ کنيو ۽ هڪ ٻئي وزير کڻڻ جو اعلان ڪيو. سر غلام حسين ظاهر ڪري رهيو آهي تہ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ان لاءِ منظوري حاصل ڪري رهيو آهي. مهرباني ڪري پنهنجي راءِ ٻڌايو ۽ فون نمبر 7651 تي ڳالهايو جيڪڏهن ضرورت هجي تہ.

اوهان جي حڪمن جي انتظار ۾ ترسيل

جي ايم سيد

(نئين سنڌ لاءِ جدوجهد ـ صفحو 220)

قائداعظم انهن ٻنهي تارن جي پهرين مارچ 1945ع تي جيڪا وراڻي ڏني سا حاضر آهي:

## قائداعظم جي مسٽر جي ايم سيد کي تار

”توهان جون 24 ۽ 27 فيبروري واريون تارون پهتيون. نهايت افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ توهين پاڻ قبول ٿا ڪريو تہ توهان غير قانوني طريقا اختيار ڪيا آهن. توهين اڻ سوهائيندڙ منصوبہ بازين ۾ شامل ٿي دشمن جي هٿ ۾ رانديڪو بڻيا آهيو. توهان پنهنجي اڳواڻ ۽ پنهنجي پارٽي جي خلاف غداري ڪئي آهي. ان طرح توهان اسان جي مقصد، مسلم ليگ جي عزت ۽ شان کي سخت ڌڪ هنيو آهي. توهان گهوٽالو پيدا ڪيو آهي. پارٽي جو انتظام ڀڳو آهي، نفاق پيدا ڪيو آهي، ۽ مسلم ليگ جماعت جي عزت کي نقصان رسايو آهي. اهو سڀ ڪجهہ توهان بمبئي ۾ اسان جي ڪيل ڳالهين جي خاتمي

تي مون کي جيڪي خاطريون ڏنيون هيون انهن جي خلاف ورزي ڪري منهنجي صلاحن کي نظرانداز ڪري، ڪيو آهي.

توهان عمل ڪاميٽي، مرڪزي پارليامينٽري بورڊ، مسلم ليگ جي سڄي نظام، جماعت جي قوانين و ضوابط کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. جن جي وسيلي اوهين پنهنجي جائز شڪايتن کي دور ڪرائي سگهيا ٿي. توهان غلط رستو اختيار ڪري اهي طريقا ورتا آهن جيڪي ظاهر آهي تہ مسلم ليگ جماعت جي بنيادي نظام ۽ سندس نصب العين کي نقصان پهچائيندا. توهان جو اختيار ڪيل طرز عمل نهايت بي مناسب، مسلم قوم جي مفاد خواه مسلم ليگ جماعت جي لاءِ نقصانڪار آهي. هن ڪان پوءِ اوهان کي ڪنهن بہ قسم جون هدايتون يا صلاحون ڏيڻ بلڪل بي معنيٰ ٿينديون.“

جناح

(الوحيد 1 مارچ 1945ع)

قائداعظم جي انهي بيان تي الوحيد جيڪو اداريو لکيو، سو پڻ ڏيڻ ضروري آهي. الوحيد لکي ٿي:

## جي ايم سيد قائداعظم جي نگاهہ ۾!

گذريل مئي مهيني کان اسان پوري ايمانداري ۽ بي ريائي سان سنڌ مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ مسٽر جي ايم سيد جي تخريبي ڪارواين، سندس مسلم دشمني، قوم ۾ انتشار ۽ ڦوٽ پيدا ڪندڙ سرگرمين کان سنڌ واسين کي آگاه ڪندا رهيا آهيون. سنڌ اسمبلي جي موجوده اجلاس دوران هن مخالفن سان سازباز ڪري مسلم ليگ جي حڪومت کي ڪيرائڻ لاءِ جيڪي غير اخلاقي ۽ غير دستوري حرڪتون ڪيون تن تي پڻ اسان گذريل ڪنهن اشاعت ۾ بحث ڪري چڪا آهيون اسان توڙي سنڌ جي مسلمانن لاءِ وڏيڪ قابل اطمينان اها ڳالهہ آهي جو مسٽر جي ايم سيد متعلق اسان جي خيالات

جي تائيد قائداعظم محمد علي جناح جي پڌرائي مان ٿي رهي آهي.

مسٽر جي ايم سيد 24 فبروري تي مسٽر نهچلداس وزيراڻي جي تعاون سان مسلم ليگ وزارت کي ڊاهي ساڳي ئي ڏينهن فخريہ ۽ فاتحانہ انداز ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ قائداعظم محمد علي جناح کي تار ڪئي. ان تار قائداعظم کي ايترو تہ صدمو رسايو جو هن ڪيس جواب ڏيڻ ئي مناسب نہ سمجهيو ان وچ ۾ سر غلام حسين هدايت الله خانبهادر حاجي مولابخش کي پاڻ سان شامل ڪري وزارت مضبوط ڪري ورتي، جنهن بعد 27 فيبرور تي مسٽر جي ايم سيد سر غلام حسين هدايت الله جي خلاف شڪايت ڪندي قائداعظم کي ٻي تار ڪري مٿس زور آندو تہ هو سنڌ جي حالتن بابت پريس بيان ڪڍي.

مسٽر جي ايم سيد جي زور بار آڻڻ تي سنڌ جي موجوده حالتن بابت قائداعظم جيڪو بيان ڪڍي فيصلو صادر فرمايو آهي، سو اسان گذريل اشاعت ۾ تفصيل سان پڙهو ڪري چڪا آهيون. هن بيان ۾ قائداعظم جي ايم سيد سان جيڪو عتاب و خطاب ڪيو آهي تنهن جو لب لباب هن طرح آهي:

(1) افسوس آهي تہ اوهان (جي ايم سيد) غير قانوني طريقا اختيار ڪيا آهن.

(2) توهان ناجائز سازش سٽي مسلم ليگ جي دشمنن جي هٿن ۾ رانديڪو بنيو آهين.

(3) اوهان مسلم ليگ پارٽي ۽ پنهنجي اڳواڻ سان غداري ڪئي آهي.

(4) اوهان مسلم ليگ جي عزت ۽ وقار کي ڌڪ هنيو آهي.

(5) اوهان گهوٽالو پيدا ڪري پارٽي جو ضابطو ۽ انتظام ڀڳو آهي ۽ جماعت ۾ نفاق وجهي مسلم ليگ جماعت ۽ اسان جي مقصد کي نقصان پهچايو آهي.

(6) اوهان بمبئي ۾ مون سان ڪيل انجامن ۽ خاطرين جي خلاف ورزي ڪري منهنجي صلاحن ۽ هدايتن جي پيچڪري ڪئي آهي.

(7) اوهان آل انديا مسلم ليگ. مجلس عمل، مرڪزي پارليامنٽري بورڊ ۽ مسلم ليگ جي حڪمن جي انحرافي ڪري سڄي انتظام ۽ قاعدن قانونن کي ٽوڙيو آهي.

(8) اوهان جون حرڪتون مسلم قوم لاءِ سخت نقصانڪار آهن ان ڪري آءٌ اوهان کي وڌيڪ صلاحون ڏيڻ فضول ٿو سمجهان.

قائداعظم مسٽر جي ايم سيد تي مسلم ليگ سان غداري ۽ مسلم قوم سان دشمني ڪرڻ جا جيڪي الزام ڏريا آهن، تن جو اختصار سان اسان مٿي نمبروار ذڪر ڪري آيا آهيون ۽ اهي الزام ايتري قدر تہ واضح ۽ مضبوط آهن جو انهن متعلق ڪنهن بہ قسم جي وضاحت ۽ سمجهاڻي ڏيڻ جي ضرورت ڪانہ آهي. اسان جي سنڌ جي باشندن کي درخواست آهي تہ هنن کي ڏسڻ گهرجي تہ جنهن جماعت جي طفيل مسٽر جي ايم سيد آل انديا شهرت حاصل ڪئي تنهن جماعت جو قائداعظم سندس سرگرمين کي ڪهڙي نگاه سان ڏسي رهيو آهي ۽ ان سيد صاحب کي ڪهڙو شاندار سرٽيفڪيٽ ڏنو آهي؟

**جيڪڏهن ڏٺو ويندو تہ جي ايم سيد جي ساري زندگي غير اسلامي سرگرمين، حرڪتن ۽ تحريڪن ۾ پئي گذري آهي.** چند سالن کان هو مسلم ليگ ۾ آيو. 1943ع ۾ قائداعظم هڪ رولنگ ڏئي کيس سنڌ مسلم ليگ جو صدر نامزد ڪيو. کيس آل انديا مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽي ۽ مجلس عمل ۽ ٻين آل انديا ڪاميٽين تي کڻي کيس سندس اهليت ۽ لياقت کان وڌيڪ اهميت ڏني، مگر ساڳيو قائداعظم مسٽر جي ايم سيد جي ڪاروائين کان مجبور ٿي کيس چئي رهيو آهي تہ:

"تو مسلم ليگ جو ضابطو ڀڳو آهي. مسلم ليگ ۽ مسلم قوم کي نقصان پهچايو آهي ۽ قوم جي متحده شيرازه کي منتشر ڪيو آهي ۽

مون سان ڪيل انجامن جي انحرافي ڪئي آهي ۽ منهنجي هدايتن جي خلاف ورزي ڪئي آهي. وغيره.“

اسان وقت بوقت ٿڌي نموني ۾ مسٽر جي ايم سيد تي نڪتہ چيني ڪندا رهيا آهيون مگر قائداعظم سيد صاحب جي صورت چٽيندي جيڪي الفاظ استعمال ڪيا آهن سي بلڪل سخت ۽ انتهائي درجي جا سنگين آهن. جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ **مسٽر جي ايم سيد جي شرارتن ۽ ڪافرنما سرگرمين قائداعظم جي دل کي ڪيتري قدر صدمو پهچايو آهي ۽ ان جو جرم ڪيتري حد تائين سنگين ۽ افسوسناڪ آهي.**

(الوحيد 2 مارچ 1945ع)

ٻئي پاسي وري سر غلام حسين هدايت الله جي صدارت هيٺ مسلم ليگ اسمبلي ميمبرن جي هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ هيٺ ڏنل ٺهراءُ بحال ٿيو:

”مسلم ليگ اسمبلي پارٽي جي هي ميٽنگ مسٽر جي ايم سيد ۽ مسٽر محمد هاشم گذدر جي انهي غير آئيني قدم تي افسوس ظاهر ڪري ٿي جو هنن سازش ڪري مخالفت ۾ ووٽ ڏئي مسلم ليگ وزارت کي شڪست ڏني آهي ۽ خاص ڪري ان حالت ۾ جڏهن هڪ ڏينهن اڳ مسلم ليگ اسمبلي پارٽي ٺهراءُ پاس ڪيو تہ هو هائوس ۾ سپليمنٽري گرانٽ جي فائدي ۾ ووٽ ڪندا. هي فيصلو مسلم ليگ جي مرڪزي ڪمانڊنگ ليڊرن جي موجودگي ۾ ٿيو هو.

سر غلام حسين، پير الاهي بخش جي معرفت ٽيليفون رستي، قائداعظم کي حالتن کان واقف ڪيو جنهن تي قائداعظم هدايت ڪئي آهي تہ جن غداري ڪئي آهي تن جي خلاف مناسب قدم کنيو وڃي. قائداعظم جي هدايتن موجب ٺهراءُ بحال ٿو ڪجي، تہ مسٽر جي ايم سيد ۽ مسٽر محمد هاشم گذدر کي مسلم ليگ پارٽي مان نيڪالي ڏني وڃي ۽ پارٽي وڏيڪ هي بہ ٺهراءُ بحال ٿي ڪري تہ پارٽي جي ليڊر

سر غلام حسين کي اجازت ڏجي ٿي تہ هو صاحب پارٽيءَ جي فيصلي کان قائداعظم کي واقف ڪري.“

(روزانہ الوحيد 25 فيبروري 1945ع)

جي ايم سيد جڏهن اها اڻ تيٽي حالت ڏٺي ۽ سر صاحب کي ڪيرائڻ تہ نهيو پر مسلم ليگ ۾ پنهنجي پوزيشن بہ بحال رکي نہ سگهيو تہ ظاهري طرح پنهنجي رويي جي ڪري مرڪزي ليڊرشپ کان معافي گهري. انهي ڏس ۾ هن مسلم ليگ جي سيڪرٽري جنرل لياقت علي خان کي هڪ تار موڪلي جنهن جو تفصيل هن پنهنجي ڪتاب ”نئين سنڌ جي لاءِ جدوجهد“ ۾ ڏنو آهي. جيئن تہ مسلم ليگ کي انهي وقت بااثر مسلمان اڳواڻن ۽ وڏيرن جي ضرورت هئي، انهي ڪري قائداعظم جي ايم سيد جي انهي پوري ڪرت کي پٺي پويان رکندي کيس ليگ جي سنڌ برانچ جي صدر جي حيثيت سان وري ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني.

انهي کان پوءِ ڇا ٿيو؟ اهي وچور نهايت دلچسپ آهن. اها پوري ڪهاڻي مان ”الوحيد“ جي فائيل جي حوالي سان پيش ڪرڻ گهران ٿو پر وڌيڪ مناسب ٿيندو جيڪڏهن اهو سيڪجهہ خود جي ايم سيد جي واتان ئي پڌجي. هو لکي ٿو:

”جناح صاحب 1945ع ۾ ڪراچي آيو ۽ مون کي گهرائي چيائين تہ صوبہ سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ جو صوبہ مسلم ليگ ڪائونسل اڳيئي چونڊي ڇڏيو هو بدلائي نئين سر چونڊ ڪرائي ۽ چيائين تہ پارليامينٽري بورڊ ۾ ستن ميمبرن مان بہ مسٽر غلام حسين گروپ کي، بہ مير گروپ کي، هڪ ايوب کهڙي کي ۽ بہ (جي ايم سيد) صوبہ مسلم ليگ گروپ کي ڏنا ويس.

(نئين سنڌ لاءِ جدوجهد مصنف جي ايم سيد صفحہ 246)

”جناح صاحب چيو تہ جيڪڏهن آءٌ سندس صلاح موجب نہ هلندس تہ هو ان کي سندس حڪم جي انحرافي ۽ منجهس بي

اعتباري سان تعبير ڪندو. بهتر ايئن هو تہ هو سارو معاملو سندس حوالي ڪري ڇڏيان ۽ ڪيس اختيار ڏيان تہ هو بورڊ جا نوان ميمبر چونڊي. ترقي پسند گروپ کي هن مان انصاف جي اميد رکڻ گهرجي، هو کين پوري نمائندگي ڏيندو. آخر سندس ان واعدي تي اعتبار ڪندي مٿس ئي ڇڏيو ويو تہ خالي جاين تي ميمبر چونڊي.“

(ساڳيو ڪتاب 247)

”ان بعد جناح صاحب بورڊ تي هيٺيان ماڻهو چونڊيا.

(1) جي ايم سيد (2) سر غلام حسين هدايت الله (3) مير غلام علي خان ٽالپور (4) پير الاهي بخش (5) خانبهادر ايوب کهڙو (6) سيد خير شاه (7) آغا غلام نبي پٺاڻ. انهن نالن جي توثيق صوبہ ڪائونسل کان ڪرائي وئي. ان بعد سگهو ئي اسمبلي جي ميمبرن لاءِ اميدوارن کان درخواستون گهرايون ويون، 35 جاين لاءِ اٽڪل 70 ڪن درخواستون آيون. بورڊ پهرين آڪٽوبر 1945ع تي منهنجي بنگلي تي گڏ ٿيو ۽ پهرين آڪٽوبر ميجارٽي سان هنن پنهنجي طرفدارن کي ٽڪيٽون ڏيڻ شروع ڪيون. جيتوڻيڪ رجعت پسندن جا سندن پاڻ ۾ شخصي حسد ۽ اختلاف هئا ليڪن ترقي پسند گروپ جي خلاف سڀ متحد ٿي ويا.

ميٽنگ هلندي دوران 25 ترقي پسند ميمبرن پاران هڪ درخواست مون کي ڏني وئي، جنهن ۾ مٿي ذڪر ڪيل چئن ميمبرن خلاف سر غلام حسين، مير غلام علي ٽالپور، پير الاهي بخش ۽ ايوب کهڙي خلاف گهڻيون شڪايتون هيون ۽ درخواست ۾ اها بہ استدعا ڪيل هئي تہ بورڊ جي ڪاروائي تيستائين بند ڪجي، جيستائين صوبہ مسلم ليگ ڪائونسل گڏ ٿي مٿين شڪايت تي غور ڪري ڪو فيصلو ڏئي. صوبہ ڪائونسل جي پريزيڊنٽ ۽ پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمين جي حيثيت ۾ مون کي مجبوراً ان درخواست جي بنا تي بورڊ جي ڪاروائي مهمل ڪرڻي وئي ۽ مٿيان چار ئي ميمبر خان بهادر

کهڙي جي جاءِ تي ويا ۽ ميٽنگ جو ڪم جاري رکندي پنهنجي طرفدارن ۾ ٽڪيٽون ورهائڻ لڳا.“

(ساڳيو ڪتاب صفحو 250، 251)

”بورڊ جي ميٽنگ مهمل ڪرڻ بعد، صوبہ ڪائونسل جي تڪڙي ميٽنگ سڏائي، مرڪزي پارليامينٽري بورڊ ۾ تازي ٿيل واقعات کان واقف ڪيم. انهي خبر ملڻ تي نواب زاده لياقت علي، نواب محمد اسماعيل خان ۽ حسين امام ڪراچي آيا. هنن ساري اختلافي معاملي تي ٿڌي دل سان غور ڪرڻ بجاءِ سمورو جوش مون تي ڇنڊي سموري معاملي لاءِ مون کي جوابدار ٺهرايو.“

(ساڳيو ڪتاب صفحو 252)

”ان بعد مون ڪائونسل جو اجلاس گهرائي مذڪوره افراد کي بورڊ تي منتخب ڪرايو. جي ايم سيد، سيد خير شاه، آغا غلام نبي پٺاڻ، سيد محمد علي شاه، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي. ان بعد مرڪزي پارليامينٽري بورڊ پنهنجي مرضي سان ٽڪيٽون تقسيم ڪيون.

جناح صاحب سگهوئي ڪوئيٽا مان آرام وٺي ڪراچي موٽيو ۽ سر غلام حسين جي بنگلي تي مهمان ٿيو اتي جڏهن ڪيس ملڻ ويس، تہ ڪيس صوبہ پارليامينٽري بورڊ جي ميٽنگ مهمل ڪرڻ تي سخت ڪاوڙيل ڏٺم.

صوبہ ليگ ڪائونسل جي ميمبرن جي درخواست جي هن وٽ ڪابہ وقعت ڪانہ هئي. گفتگو دوران ۾ هن صاف ظاهر ڪيو تہ ڪائونسل جا ميمبر بي جوابدار ماڻهن جو ميڙ هو ۽ انهن جو هنن ڳالهين ۾ ڪو بہ واسطو نہ هو. جيئن هن پئي ڳالهايو تہ سندس منهن ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿيندو پئي ويو ۽ آخر چيائين تہ هاڻ جدا ٿيڻ جي حد ڪي اچي پهتا آهيون.“

(ساڳيو ڪتاب صفحو 57)

”گھڻي وقت کان آءُ ٻن ڀيڙين جي وچ ۾ پئي هليس ۽ دل تي گھڻو مونجھارو ۽ بار هوم. ٻنهي ڪشش ڪري پئي پنهنجي طرف ڇڪيو. هڪڙي هئي ان شخص جي وفاداري جنهن کي آءُ ”قائداعظم“ سڏڻ تي هريل هئس ۽ جنهن سان ملڪ ۽ قوم جو مستقبل وابسته پائيندو هئس، جنهن جي هڪ دفعي شهيد ٿيڻ جي غلط خبر تي روئندي غش ٿيڻ جي ويجھو ٿيو هئس، جنهن جي صحت ۽ عاقبت لاءِ صبح ۽ شام دعا گھرندو هئس ۽ ٻئي طرف منهنجي سنڌ ديس جي محبت هئي.“

(ساڳيو ڪتاب صفحه 258)

”تورن ماڻهن ليگ جي پريزيڊنٽ کي ڪڏهن ايترو ناراض ڏٺو هوندو. اها منهنجي لاءِ نهايت صدمه رسان ڳالهه هئي ته هن کي اهڙي ناراضگي جي حالت ۾ ڏسان. اسان جا سياسي عقيدا ڪٽي ساڳي راءِ جا نه هئا، پر سندس عمر، اخلاق ۽ غير معمولي قابليت لاءِ هميشه مون کي عزت پئي رهندي آئي ۽ ان عزت ۾ نازڪ ۽ پرجوش محبت جا جذبات سمايل هئا جي هو گھڻن نوجوانن جي دلين ۾ مون وانگر پيدا ڪري سگھيو هو.“

(ساڳيو ڪتاب صفحو 259)

”انهي توري وقت ۾ منهنجي نظر اڳيان ڪيئي گذريل واقعات اچي پيش ٿيا. ڇا اهو ساڳيو جناح صاحب نه هو جنهن باوجود منهنجي عذرن ۽ اعتراضن جي مون کي وري صوبه ليگ جو پريزيڊنٽ بنايو هو. ڇا هن مون کي ننڍي عمر ۾ آل انڊيا ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽي ۽ ڪاميٽي آف ايڪشن جهڙي جوابدار جاين تي مقرر نه ڪيو هو. ڇا هي اهو صاحب نه هو جنهن منهنجي ڪليل همت افزائي ڪري منهنجي اخلاق جي عوام اڳيان ساراه ڪئي هئي ۽ سنڌ جي مسلمانن کي ليگ جي جهنڊي هينان گڏ ڪرڻ لاءِ محنت ۽ سرجوشي سان بيدار ڪرڻ جون مون ۾ اميدون رکيون هيون پر ٽن سالن جي قليل عرصي اندر حالتون اهڙيون بدلجي چڪيون هيون جو اهو ساڳيو ماڻهو

مون کي جدا ٿيڻ لاءِ اشارو ڏئي رهيو هو. اها تبدلي جي حد هئي.“
(ساڳيو ڪتاب صفحو 260)

”24 آڪٽوبر 1945ع تي سسپينڊ ٿيل سنڌ پارلياميٽري بورڊ جي ميمبرن سان گڏ، جناح صاحب ۽ مرڪزي پارلياميٽري بورڊ جي ميمبرن اڳيان حاضر ٿيڻ لاءِ سر غلام حسين جي بنگلي تي سڏ ٿيو. جتي جناح صاحب ظاهر ڪيو تہ مرڪزي پارلياميٽري بورڊ جا ميمبر، سنڌ اسمبلي لاءِ ليگ جي اميدوارن جون ٽڪيٽون ڏيڻ جو فيصلو ڪري چڪا آهن ۽ حڪم ڪيائين تہ اسان لکت ۾ انجام ڏيون تہ انهي فيصلي جي مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ ٻڌل رهنداسون، اهو سيڪجھ فيصلو ظاهر ڪرڻ کان اڳ چيو ويو. مون ان فيصلي کي مڃڻ کان انڪار ڪيو. اتي جناح صاحب ٿڌي دماغ ۽ حڪمي لهجي سان مون کي چيو تہ انهي انڪار جي نتيجن جو تو کي احساس آهي؟ مسٽر سيد! تو کي صلاح ڏيندس تہ معاملي تي وري بہ خيال ڪري جواب ڏي. مون ادب سان ورندي ڏني تہ انهي معاملي تي گذريل ٻن سالن کان غور ڪندو رهيو آهيان ۽ مون کي خبر آهي تہ مان ڇا ڪري رهيو آهيان. منهنجي ڀهرين جوابداري صوبي جي جماعت سان آهي ۽ انهن جي اجازت کان سواءِ ٻي ڪنهن جو فيصلو مڃي نٿو سگهان.

منهنجي انهي انڪار کي جناح صاحب سندس حڪم جي انحرافي ۽ ليگ جي ضابطي جي ڀڃڪڙي سمجهي وري ٻئي دفعي بہ ساري معاملي تي غور ڪرڻ لاءِ ان مان نڪرندڙ اگرن نتيجن تي فڪر ڪرڻ لاءِ چيو.“

(ساڳيو ڪتاب۔ صفحو 263، 265)

”جناح صاحب جي نظر ۾ صوبہ سنڌ مسلم ليگ آل انڊيا ليگ جي شاخ هئڻ ڪري انهيءَ جي ماتحت هئي ۽ ان کي ڪا بہ آزادانہ حيثيت ڪانہ هئي. آءٌ سنڌ لاءِ اها پوزيشن قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئس.

جيتوڻيڪ موجوده دستورالعمل موجب قانوناً سندن چونڊ نيڪ هو پر اهڙي حالت ۾ صوبہ ليگ کي مرڪز کان جدا ڪرڻ بهتر سمجهيم. بنسبت ان جي تہ مرڪز جي پڇ ۾ اٽڪي اندروني آزادي ختم ڪري ڇڏجي ۽ انهي طرح سان سنڌ جي مستقبل لاءِ ترقي ۽ بهتري جا سڀ خواب بنا تعبير جي رهجي وڃن. اڳئين سال جڏهن جناح صاحب بمبئي ۾ سنڌ وزارتي معاملي لاءِ مون کي گهرايو هو تڏهن تجربيڪار ۽ جهوني ليڊر جي حيثيت ۾ مون کي صلاح ڏني هئائين تہ جيڪڏهن دنيا ۾ مون کي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو خيال هو تہ مون کي سمجهوتي ۽ صبر کان ڪم وٺڻ گهرجي."

(ساڳيو ڪتاب۔ صفحہ 267)

"جيئن آءٌ جناح صاحب جي خدمت مان موڪل وٺي اٿي رهيو هئس تہ وري بہ ٽيون دفعو مون کي نتيجن تي نگاه ڪرڻ لاءِ توجہ ڏياريو ويو. مون وري بہ ساڳيو جواب ڏنو. ان کان پوءِ مون کي ليگ هاءِ ڪمانڊ کان سندن چونڊيل اميدوارن جي لسٽ ملي ۽ حڪم مليو تہ انهن جي مدد ڪريان جنهن کان مون انڪار ڪيو. انهي تي هنن هڪ پريس بيان ڪڍيو جنهن ۾ جيڪي ٿي گذريو هو ان لاءِ سندن نقطہ نگاہ پيش ڪيائون. جنهن تي مون بہ مناسب سمجهيو تہ پنهنجو طرف عوام اڳيان رکان. جو هڪ ڊگهي بيان رستي 28 آڪٽوبر 1945ع تي ظاهر ڪيو."

(ساڳيو ڪتاب۔ صفحو 272)

جي ايم سيد جا اهي ڊگها حوالا انهي ڪري پيش ڪيم جو جيئن پڙهندڙن آڏو جي ايم سيد جي پنهنجي نقطہ نظر جي وضاحت ٿئي ۽ انهي خيال جي روشني ۾ اهو فيصلو ڪري سگهن تہ مسلم ليگ جي قيادت سان اختلافن کان وٺي الڳ ٿيڻ تائين واري سفر ۾ هن جو پنهنجو ڪردار ڇا رهيو؟ ۽ اهڙيو سرگرميون ۽ اهڙا قدم جيڪي جي ايم سيد سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت سان ڪيا انهن کي

ڪاب پارٽي برداشت ڪري سگهندي؟ مان سمجهان ٿو ته جي ايم سيد جا اهي حوالا، ايتريقدر ته چٽا آهن جو انهن جو تجزيو ڪرڻ ضروري ناهي. اها اهڙي ته آرسي آهي جنهن ۾ هر شخص جي ايم سيد جو چهرو ڏسي سولائي سان فيصلو ڪري سگهي ٿو ته مسلم ليگ ۾ رهندي مسلم ليگ کي ڪمزور ڪرڻ جي هن ڪهڙي نموني ڪوشش ڪئي.

هوڏانهن مرڪزي قيادت وڪ وڪ تي اها ڪوشش ڪندي رهي ته جي ايم سيد جي دل کي صاف ڪيو وڃي ۽ انهي لاءِ محمد علي جناح پنهنجي سيني مصروفيتن جي باوجود جي ايم سد جي ڳالهين ٻڌڻ واسطي پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي ٿو ۽ ويهه ويهه ڪلاڪ هن سان ڳالهيون ڪر يٿو. انهي تي ڳالهه نه ٿي نهي ته مجلس عمل جي ميمبرن کي سنڌ ٿو اماڻي. پر انهن ڪوششن تي جي ايم سيد پاڻي ٿو هاري ڇڏي ۽ عين انهي مهل هو مسلم ليگ جي پٺي ۾ ڇري ٿو وهائي ڪيڏي جڏهن پاڪستان نهڻ جو مرحلو ويجهو آيو ٿي.

قائداعظم جي ايم سيد سان پوئين ملاقات ۽ سندس ڪليل جواب جي باوجود هن کي پارٽي جي سنڌ واري برانچ جي صدارت تان هٽائڻ ۽ کيس پارٽي مان ڪيڻ جو باقاعده اعلان نه ڪيو. انهي دوران به اهم چونڊون ٿيون. هڪ مرڪزي اسيمبلي جي واحد سيٽ (سنڌ لاءِ اها هڪ ئي سيٽ مخصوص هئي) لاءِ چونڊ هئي ۽ ٻيو سنڌ اسيمبلي جي چونڊ. مرڪزي اسيمبلي جي سيٽ لاءِ مسلم ليگ جي مرڪزي پارلياماني بورڊ يوسف هارون کي ٽڪيٽ ڏني. جڏهن ته انهي جي مقابلي ۾ پير علي محمد راشدي بيٺو. راشدي جي هندن زبردست مدد ڪئي. روزانه "سنسار سماچار" ۽ "الوحيد" جي اطلاع موجب، هندن هن کي پنجهٺ هزار روپيا گڏ ڪري ڏنا هئا. انهي سان گڏوگڏ جي ايم سيد مرڪزي پارلياماني بورڊ جي فيصلي جي مخالفت ڪندي راشدي جي مدد ڪئي. 13 ڊسمبر تي جڏهن اليڪشن جو نتيجو

سامهون آيو تہ جي ايم سيد ۽ هندن جي ڀرپور مدد جي باوجود پير راشدي کي بري طرح شڪست جو منهن ڏسڻو پيو. سيٺ يوسف هارون کي 17165 ۽ پير علي محمد راشدي کي 7887 ووٽ مليا. اهڙي طرح يوسف هارون، اٽڪل سوا نو هزار کن ووٽن جي فرق سان ڪامياب ٿيو. "الوحيد" سيٺ صاحب جي ڪاميابي تي هيٺيون اداريو لکيو:

"علي محمد راشدي کي ڪانگريسي سيٺيا، مسلمانن جا غدار ۽ ملت فروش ماڻهو گڏيل محاذ ڪڙو ڪري ڪامياب بنائڻ لاءِ ۽ مسلم ليگ کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڪوشان هئا، پر سنڌ جي مسلمانن تي هنن جو جادو هلي نہ سگهيو. مسلمانن پنهنجي قومي جماعت مسلم ليگ کي سوڀارو ڪيو راشدي ۽ ان جي مددگارن کي ذليل ڪيو ۽ کين عبرتناڪ شڪست ڏني!!

بظاهر هي مقابلو هارون ۽ راشدي جي درميان هو مگر درحقيقت هي مقابلو مسلم ليگ ۽ ڪانگريسي قوتن جو هو. مسلم ليگ جي اميدوار سيٺ هارون جي نہ فقط ڪانگريس، جميعت علماءَ ۽ خاڪسار مخالفت ڪري رهيا هئا پر سنڌ پراونشل مسلم ليگ جو صدر مسٽر جي ايم سيد بہ سنڌ مسلم ليگ جو جنازو ڪڍڻ تي ڪنيو پنهنجي سموري سيد پارٽي سان مسلم ليگ جي اميدوار جي خلاف زور شور سان ورڪ ڪندو رهيو. مگر الحمدلله! قوم ٻين غدارن سان گڏ سيد صاحب کي بہ سبق ڏنو تہ قومي جماعت جي مقابلي ۾ سندس ڪا اهميت ڪانہ آهي."

(روزانہ الوحيد 13 ڊسمبر 1945ع)

جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ راشدي جي انهي چونڊ ۾ حصي وٺڻ ۽ پنهنجي ڪردار جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. مرڪزي اسمبلي واري چونڊ جي دوران ئي سنڌ اسمبلي جي اليڪشن لاءِ اميدوارن جا فارم ڀرايا ويا. اها اليڪشن 21 جنوري 1946ع تي ٿيڻي هئي جيئن تہ جي ايم سيد کي اجا تائين پارٽي مان

ڪونہ ڪڍيو ويو هو انهي ڪري ليگ جي پارلياماني بورڊ سندس سيٽ تي ڪنهن کي بہ نامزد نہ ڪيو. يوسف هارون جي مقابلي ۾ علي محمد راشدي جي حمايت ڪان پوءِ ئي جي ايم سيد کي باقاعده پارٽي منجهان خارج ڪيو ويو. انهن چونڊن ۾ جي ايم سيد پوري طرح مسلم ليگ جي مقابلي ڪرڻ جي تياري ڪري چڪو هو جنهن ڪري هن 12 سيٽن تي "ترقي پسند مسلم ليگ" جا اميدوار بيهاريا "ديانتداري" تہ ڏسو جو شاه صاحب مسلم ليگ جي مقابلي ۾ جيڪي اميدوار پنهنجي پاران بيهاريا انهن کي مسلم ليگ جي اميدوار جي حيثيت سان متعارف ڪرايائين ۽ پنهنجي پارٽي کي حقيقي مسلم ليگ پارٽي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪيائين.

انهي نڳي کي چٽو ڪرڻ لاءِ سنڌ مسلم ليگ جي عارضي صدر محمد هاشم گذدر کي پارٽي جي عهديدارن جي آڏو وضاحت ڪرڻي پئي. اها وضاحت "الوحيد" ۾ ڇپي آهي:

مڪرمي <u>پريزيڊنٽ</u> مسلم ليگ سنڌ برانچ.

جنرل سيڪريٽري

السلام عليڪم۔

گذارش تہ آل انڊيا مسلم ليگ جي هدايتن هيٺ پراونشل مسلم ليگ جي چارج مون ورتي آهي ۽ مان ئي آفيس جو ڪاروبار هلائي رهيو آهيان ڇو جو مسٽر جي ايم سيد کي مسلم ليگ جي سيني عهدن تان خارج ڪيو ويو آهي. هن ڪان پوءِ صدر صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي حيثيت ۾ مسٽر سيد ڪو بہ حڪم احڪام جاري ڪري نٿو سگهي. نہ ڪا لک پڙهہ ڪري سگهي ٿو. هي جو جي ايم سيد سنڌ اسمبلي ۾ ڪي اميدوار سنڌ پراونشل مسلم ليگ طرفان بيهاريا آهن انهن جي بيهارڻ جو ڪيس ڪو بہ حق ڪونہ هو نڪي اهڙو فيصلو سنڌ پراونشل مسلم ليگ ڪيو آهي. اهو فقط پبلڪ کي برغلائڻ جي لاءِ جي ايم سيد هڪ نمونو ورتو آهي ان ڪري اوهان صاحبن جي واقفيت لاءِ

لکجي ٿو تہ اوهان کي فقط انهن اميدوارن جي چونڊن ۾ مدد ڪرڻ گهرجي جن کي آل انڊيا مسلم ليگ طرفان بيهاريو ويو آهي.

(روزانہ الوحيد 11 جنوري 1946)

مسلم ليگ جي ايم سيد جي باقي اميدوارن جي مقابلي ۾ تہ ماڻهو بيهاريا هئا پر ذاتي طرح هن جي مقابلي ۾ ڪوئي اميدوار ڪونہ بيهاريو هو ۽ جيئن تہ نامزدگي جي تاريخ بہ گذري چڪي هئي ۽ جي ايم سيد کي بنان مقابلي جي ڪامياب ڪرائڻ بہ هن جي وڏي سياسي فتح تصور ٿي ڪئي وئي انهي ڪري مسلم ليگ مسٽر شهمير سان رابطو قائم ڪيو جنهن انهي ئي تڪ منجهان جي ايم سيد جي خلاف آزاد اميدوار جي حيثيت سان اڳي ئي فارم ڀريو هو. مسلم ليگ مسٽر شهمير تي اعتماد حاصل ڪري هن جي مدد ڪرڻ شروع ڪري ڏني. مسٽر شهمير جي حق ۾ قائداعظم محمد علي جناح هيٺيون بيان جاري ڪيو:

”سيٺ يوسف هارون کي قائداعظم وٽان هيٺين تار ملي آهي:

پيارا يوسف!

مرڪزي پارلياماني بورڊ ۽ مجلس عمل جي مقرر ڪيل سنڌ اليڪشن ڪميٽي جي حيثيت ۾ آءٌ هيٺيون پيغام اوهان ڏنهن موڪليان ٿو ۽ خاص ڪري ڪوٽڙي سيوهڻ تڪ لاءِ جتان مسٽر سيد اميدوار بيٺو آهي.

افسوس جو مسٽر سيد بلڪل آخري ۽ نهايت نازڪ موقعي تي مسلم ليگ جي نظام کي پٺي پويان ڇڏي وهائي آهي جنهن ڪري مسلم ليگ مجلس عمل هن کي مسلم ليگ جي دائره کان خارج ڪري ڇڏيو آهي ۽ هو مسلم ليگ ٽڪيٽ تي اميدوار نہ آهي. مسلم ليگ ان تڪ ۾ پنهنجي طرفان ڪوبہ اميدوار بيهاري نہ سگهي. جاڪاڻ تہ وقت پرجي چڪو هو ۽ مسٽر سيد اهو قدم ڇاٽي واٽي

نامينيشن پيپر پرڻ جي مدت خارج ٿيڻ کان پوءِ ڪنيو. انهي لاءِ ته جيئن ليگ پنهنجي طرفان ڪو به اميدوار سندس مقابلي ۾ بيهاري نه سگهي. پر خوش قسمتي سان مسٽر شهمير ڪيچي جو مسلم ليگي آهي ۽ سنڌ پراونشل مسلم ليگ جو ميمبر آهي، تنهن جي ايم سيد جي خلاف پنهنجو نامينيشن پيپر پريو ۽ سيد صاحب جو مقابلو ڪري رهيو آهي. جيتوڻيڪ ڪن سببن ڪري اسان ڪيس ٽڪيٽ نه ڏئي سگهيا آهيون، پر هو ليگي آهي. مون کي يقين ڏياريو ويو آهي ته هو ليگ سان هميشه وفادار رهندو.

آءُ تنهن ڪري سنڌ جي مسلمانن کي عام طرح ۽ ڪوٽڙي سيوهڻ تڪ جي مسلمانن کي خاص طرح اپيل ٿو ڪريان ته هو پوري طاقت سان مسٽر شهمير خان ڪيچي جي مدد ڪري جي ايم سيد جي عملن ۽ روش تي پنهنجي ناپسنديدگي ۽ ناراضگي جو مظاهرو ڪن جنهن کي آل انڊيا مسلم ليگ پنهنجي دائره کان خارج ڪري ڇڏيو آهي.

اوهان جو مخلص

ايم اي جناح“

(الوحيد 12 جنوري 1946ع)

قائداعظم جي انهي اپيل کان پوءِ جي ايم سيد مسٽر شهمير ڪيچي سان ساز باز ڪري پنهنجي حق ۾ هن کان هٿ ڪڍائڻ جي ڏس ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي. اهڙي ريت هو انهيءَ سيٽ تان بنان مقابلي جي ڪامياب ٿي ويو. اهي چونڊون 21 جولاءِ 1946ع تي ٿيون. انهي جو نتيجو هن ريت هو: مسلم ليگ 27، ڪانگريس 21، جي ايم سيد جو ”ترقي پسند“ گروپ 4، قوم پرست مسلمان گروپ 4، يوريپين 3. چونڊن جي نتيجي طاقت جو پڙ مسلم ليگ جي بجاءِ جي ايم سيد جي حق ۾ وزنائتو ڪري وڌو هو. ڇاڪاڻ ته هندن ۽ قوم پرست مسلمان جي مڪمل حمايت جي ايم سيد کي حاصل هئي. گورنر اڪثريتي پارٽي جي ليڊر جي حيثيت ۾ سر غلام حسين هدايت

الله کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني. سر صاحب مسلم ليگ جي حڪومت جوڙي، پر جي ايم سيد هندن سان گڏجي انهي کي هلڻ ئي نہ ڏنو. جي ايم سيد جي سڄي هٿ پير علي محمد راشدي انهي وقت اعلان ڪيو هو تہ "جي ايم سيد ۽ سندس ساٿي سنڌ ۾ هر صورت ۾ هندن جي حڪومت قائم ڪندا ۽ پوءِ هندن جي حڪومت ۾ هو مسلمانن کي موچڙن سان سڌو ڪندا."

(الوحيد 5 ڊسمبر 1946ع)

وري سنڌ اسمبلي جون ٻيون چونڊون 12 ڊسمبر 1946ع تي ٿيون. انهن چونڊن ۾ "الوحيد" جي رپورٽ موجب هندو ليڊرن پنهنجي قوم کي اپيل ڪئي تہ جي ايم سيد کي 50 لک روپيا گڏ ڪري ڏين، تہ جيئن هو سنڌ کي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ کان روڪي سگهي. چندو جمع ٿيو. هندو سرڪاري ملازمن جي ايم سيد جي اميدوارن جي ڀرپور مدد ڪئي پر سنڌ اسمبلي جون 99 سيڪڙو مسلمان سيٽون (يعني 34) مسلم ليگ حاصل ڪيون. هڪ سيٽ سردار کوسي، (هڪ آزاد اميدوار) کي ملي، پر بعد ۾ هو پڻ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو. جي ايم سيد پاڻ قاضي محمد اڪبر جي مقابلي ۾ هارايو!

چونڊن جي دوران جي ايم سيد پنهنجي تقريرن ۾ ڪجھ ڳاليهون اهڙيون چيون هيون، جيڪي هن جي مزاج ۽ طبيعت جي تصوير آهن. دراصل جي ايم سيد جي سياست کي "الميو" بڻائڻ ۽ هن جي شخصيت کي منفي ڪردار جي حيثيت سان سامهون آڻڻ ۾ سندس انهي ذهنيت جو وڏو هٿ آهي. هڪ ڀيري هن چيو "مون کان ڪوبہ ڪٿي نہ ٿو سگهي. ليگ وارا منهنجي تڪ ۾ جيڪڏهن پنهنجي بابي جناح کي بہ وٺي اچن، تہ مان ان کي بہ شڪست ڏيندس."

(روزانہ "الوحيد" 14 ڊسمبر 1946ع)

هڪ ٻي تقرير ۾ هن چيو:

"افسوس جو ڳالھ مزو نہ ڪاڏو. ڪاش ليگين جو قائداعظم

منهنجي تڪ ۾ پنهنجي گشت جو پروگرام مهمل ڪري هليو نہ وڃي ها. مزو تڏهن ٿئي ها، جڏهن هو منهنجي تڪ ۾ گشت ڪري منهنجي خلاف سمورا زور لڳائي ها ۽ پوءِ بہ آءُ کٽي وڃان ها. ان حالت ۾ آءُ دنيا کي چئي سگهان ها تہ ليگ وارن منهنجي خلاف پنهنجي قائداعظم کي بہ استعمال ڪيو پر مڙني منهنجي هٿان شڪست کاڌي، هاڻي آءُ کٽي تہ ڪنهن بہ حالت ۾ ويندس پر اهو مزو نہ ايندو جيڪو مسٽر جناح جي هت اچڻ بعد کٽڻ ۾ اچي ها."

(روزانہ الوحيد 15 ڊسمبر 1946ع)

سيپٽمبر 1946ع ۾ احمد خان پٺو جي بنگلي تي هڪ نشست ۾ جي ايم سيد چيو "منهنجي جنگ مسٽر جناح سان آهي انهي ڪري مان هندن سان مليو آهيان. جيڪڏهن چاهيو ٿا تہ مان مسلم ليگ ۾ بيهر شامل ٿيان تہ پهريان مسٽر جناح کي پارٽي کان ڪڍو تہ پوءِ مان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيندس."

(روزانہ الوحيد 5 سيپٽمبر 1946ع)

1920ع کان 1946ع تائين جي ايم سيد جي سياسي ڪردار ۽ سندس جدوجهد جا مختلف رخ ۽ پهلو پيش ڪيا ويا. 1946ع کان وٺي اڄ تائين، جي ايم سيد جو ڪردار ڪهڙو رهيو ۽ تصنيف ۽ تاليف جي ميدان ۾ هن ڪهڙا ڪهڙا "ڪارناما" سرانجام ڏنا؟ نوجوانن کي پاڪستان ۽ اسلام دشمني جي بنياد تي منظم ڪرڻ ۾ ڪهڙي ڪهڙي انداز سان هن جدوجهد ڪئي؟ اهو داستان ايترو تہ ڊگهو آهي جو انهي جي لکڻ لاءِ پورو ڪتاب گهرجي. تنهن هوندي بہ مٿين وچورن جي پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙن جي ذهنن ۾ ڪجهہ سوال ضرور پيدا ٿيندا. مان گهران ٿو تہ جي ايم سيد جي زندگي جي ڪتاب جا ڪجهہ بيا پنا پيش ڪرڻ ۽ سندس سرگرمي ۽ ڪارڪردگي جي ڪجهہ بين واقعن پيش ڪرڻ جي بجاءِ ذهنن ۾ پيدا ٿيندڙ انهن سوالن بابت ڪجهہ عرض ڪريان.

انهن وچورن جي پڙهڻ سان سپ کان اهم سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته جي ايم سيد وٽ اهو تضاد ۽ سندس خيالن ۽ ڪردار ۾ ايڏي وڏي تبديلي ڪيئن رونما ٿي؟ ڪٿي ته هو ننڍي ڄمار ۽ ڪچائپ ۾ ئي پاڻ وٽ خلافت ڪانفرنس ڪوٺائي ٿو ۽ مسلمانن جي چڱ ڀلائي ۽ سڏاري ۽ واڌاري لاءِ رٿائون رٿي ٿو. ٿاهي ٿو ۽ ڪٿي وري حالت اها آهي جو هو مسلمانن تي هندن کي مسلط ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ۾ رڌل نظر ٿو اچي ۽ اسلام جي پاڙ پٽڻ، مسلمانن کي نسلي بنيادن تي پاڻ ۾ ويڙهائي رکڻ ۽ دين محمدي جي خاتمي لاءِ ڪتاب لکي ٿو ۽ پنهنجي رهيل حياتي انهي مقصد ۾ وڃائي ٿو.

جي ايم سيد جي زندگي ۾ نيٺ ايڏي وڏي تبديلي ڪيئن ۽ ڇو آئي؟ انهي سوال جو تفصيلي جواب ته هتي ڏيڻ ڏکيو آهي، تنهن هوندي به مختصراً عرض ضرور ڪبو.

جي ايم سيد سان سڀ کان وڏو ڪيس ته اهو ٿيو جو قدرت هن جي طبيعت ۾ جذبات جي گرمي، عمل جي طاقت ۽ ڪجهه ڪرڻ جو جنون ته رکيو هو پر انهن توانائين کي صحيح استعمال ڪرڻ لاءِ مقصد جي پروڙ کان بدقسمتي سان محروم رکيو. اسلام جي باري ۾ هن جو تصور اهو هو ته هي پڻ ٻين مذهبن وانگر هڪ مذهب آهي جيڪو رڳو ظاهري صفائي ۽ انسانن سان همدردي ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو ۽ نماز روزي جو حڪم ڏئي ٿو انهي کان سواءِ اسلام جو باقي انساني زندگي سان ڪو به تعلق ڪونهي.

حقيقت هي آهي ته جيستائين دنيا ۾ انسان جو رخ صحيح رستي ڏانهن متعين نه ٿو ٿئي، تيستائين انسان جي سڄي ڪوشش ۽ ڪاوش ”واريءَ جو گهر“ آهي جيڪو اڄ ڪو اڏيي نه اڏندو ڊهندو جهرندو رهندو. دين کان اڻواقفيت ممڪن آهي ڪنهن عام مسلمان کي گمراهي کان بچائيندي هجي پر هڪ اڳواڻ ۽ متحرڪ انسان جيڪڏهن دين جي صحيح شعور ان جي گهرجن ۽ ان جي اصليت کان ناواقف هجي ته هو

تنهن ڪري هندن جو اهو اتحاد ڏسي هن جي اندر ۾ ڪانگريس سان بغاوت جو جذبو پيدا ٿيو.

اچو تہ هاڻي ڏسون تہ جي ايم سيد تي هندو دانشورن جي صحبت ۾ غلط فڪر جا اثر ڪهڙي ريت مرتب ٿيا. هڪ هندو دانشور چينمل پرسرام جو ذڪر ڪندي هو لکي ٿو:

"هن ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ ڪري روم ۽ يونان جي قديم روحاني تعليم مان بہ سبق پرايا هئا. انهي کوجنا بعد هو انهي راز کي پروڙي ويو هو تہ جملي مذهبن جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت سمايل هئي، هن ڪيترائي ڪتاب لکيا. منهنجي خيال موجب هي پهريون ماڻهو هو جنهن سنڌ جي جداگانہ ملڪ ۽ قوميت جي نظريہ کي ظاهر ڪيو. منهنجي ساڻس واقفيت 1929ع ۾ ٿي. سندس صحبت مون تي گهڻو اثر ڇڏيو. سچ ڇئجي تہ مون کي شاه لطيف ۽ سچل جي ڪلام جي سمجهہ سندس صحبت وڌي. هو منهنجو سياسي مددگار ۽ صلاحڪار ۽ تصوف ۾ استاد ٿي رهيو هو. مون کي سندس صحبت مان هيٺيون ڳالهيون نصيب ٿيون:

(1) ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت،

(2) سنڌ ملڪ ۽ قوم کي دنيا لاءِ خاص پيغام،

(3) لاتقنطوا من رحمة الله جي حقيقي معنيٰ ۽ مفهوم،

(4) مذهبن جو روح عشق ۽ محبت هو.

وغيره وغيره

(ڏسو "ديار دل ۽ داستان محبت"، مصنف جي ايم سيد صفحہ 30 ۽ 31)

مسٽر جمشيد مهتا جي باري ۾ لکي ٿو "جمشيد موجوده دور جي برگزيده انسانن مان ٿي گذريو آهي. سنڌ ۽ هند کي اهڙي مايہ ناز هستي تي بجا طور فخر ڪرڻ جو حق آهي. آءٌ پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو جو اهڙي عظيم شخصيت جي تربيت ۽ رفاقت جو موقعو

نصيب ٿيم. مون کي سنڌس سياسي شاگرد ۽ ذهني پوئلڳ سڏائڻ ۾ فخر ٿيندو. سياست سوشل سروس ۽ مذهبي خيالن ۾ هن جو مون تي گهڻو اثر پيو.

1909ع ۾ ڊاڪٽر ايني بيسنٽ جي واقفيت بعد، جمشيد ٿياسافيڪل سوسائٽي جو ميمبر ٿيو. صوفي خيالات رکڻ ڪري هو جملي مذهبي اختلافن پويان وحدت جو قائل هو. انهي جي پيروي ۾ هو رمضان جا روزا بہ رکندو هو. محرم وقت هو مسلمانن سان همدردي ڪندو هو ناتال، ايسٽر وغيره جي موقعن تي ديولن ۾ وڃي عيسائين جي دعائن ۾ شرڪت ڪندو هو. هندو ڏڻ وار تي هندن سان شريڪ ٿيندو هو ۽ ساڳي وقت سکن ۽ يهودين سان بہ وڃي شريڪ ٿيندو هو. سنڌس چوڻ هو تہ مذهب ماڻهن لاءِ بنايو ويو آهي نہ ماڻهو مذهب لاءِ.“

(ڏسو ”جنب گذاريم جن سين“ جلد پيو صفحہ 188)

اهڙي ريت غير مسلمن سان دوستي ۽ صحبت جا تفصيل جي ايم سيد پنهنجن ڪتابن، ”ديار دل ۽ داستان محبت“ ۽ ”جنب گذاريم جن سين“ ۾ پيش ڪيا آهن. ڊيگهہ کان بچڻ خاطر وڌيڪ حوالا ڏيئي نہ ٿا سگهجن.

بي ڳالهہ جنهن جي ايم سيد کي گمراهہ ڪيو سا غير اسلامي تصوف آهي. لکي ٿو:

”ننڍپڻ کان مون کي معلوم ٿيو تہ انساني زندگي جو ڪمال خدا جي سڃاڻڻ ۾ مضمر آهي. خدا جي سڃاڻپ پاڻ سڃاڻڻ بعد حاصل ٿي سگهندي. مون نہ رڳو زنده درويشن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪري انهن جي صحبت مان مستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪيم، پر اهل مماتيءَ سان ملاقات ڪرڻ، يا انهن کان فيض وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪندو آيس، مون کي ٻڌايو ويو تہ اهي بزرگ دنيا مان ڪٽي وڃي ستا هئا پر انهن جو ديدار ڪرڻ سان ڪيئي اسرار معلوم ٿي سگهيا ٿي.

سڀ کان بهتر ديدار رسول اڪرم جو هو پر اهو درجو مٿاهون هو.

ان ڪري پهرين ولين جا ديدار حاصل ڪري انهن معرفت رموز حقيقت معلوم ڪجن. مون کي اهو به ٻڌايو ويو ته ڪليل اکين سان سجاڳي ۾ روحن جو مشاهدو (القاءَ) ڪرڻ دشوار هو ان ڪري صرف خوابن ذريعي انهن جي ملاقات حاصل ڪري سگهبي، جنهن لاءِ هيٺين ڳالهين جو پورائو ڪرڻ ضروري هو:

(1) ڪاڌو گهٽ کائجي، جيڪي کائجي اهو پاڪ صاف هجي، جي ٿي سگهي ته گوشت مڇي يا ساه وارين شين جي کائڻ کان پرهيز ڪجي.

(2) غسل ڪري صاف ڪپڙا پهري، خوشبوءَ لڳائي آڌي رات جو تهجد نماز بعد ٻڌايل وظيفو پڙهي، ڪنهن خاص درويش جي ملاقات جو خيال رکي سمهي پئجي، ته ان درويش جو ديدار ٿيندو.

اهي پئي طريقا آزمايم پر خواب ۾ ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آيو.

("ديار دل ۽ داستان محبت" صفحه 33، 34)

خوابن جو وڌيڪ ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته هڪ پيري خواب ڏٺم ته هڪ وڏي خانقاه ۾ اندر وڏا وڏا بزرگ ويٺل آهن. اندر حضرت شاه حيدر به موجود هو. اندر اچڻ جي جڏهن اجازت مليم ته معلوم ٿيو ته اندر حضور ﷺ جي دربار هلي رهي هئي ان ۾ وڃڻ لاءِ پهرين تياري کان سواءِ اجازت ڪانه ملي سگهندي. ان تي مون پڇيو ته اها تياري ڪهڙي قسم جي هئي. اتي حيدر شاه رحمة الله فرمايو ته "تون سنڌ ملڪ ۽ قوم لاءِ بنا امتياز مذهب جي خدمت ڪندو ره. وقت ملڻ تي تو کي وڌيڪ هدايتون ملنديون رهنديون."

اڳتي هلي لکي ٿو ته ڊسمبر 23ع تي شاه عبداللطيف ڀٽائي جي درگاه تي وڃي دعا گهريم:

"خدا جا پيارا بزرگ، درگاه خداوندي مان منهنجي هيٺين مقصدن لاءِ دعا گهر:

دنيا جي ظاهري جدا جدا مذهبن ۾ بنيادي طرح وحدت سمايل

آهي، جنهن جو مقصد انسان ذات ۾ محبت، اتحاد، سک، سلامتي آڻڻ آهي. انهيءَ حقيقي سبق کي وساري ماڻهو فرقہ بندي ۾ ورهائجي ويا آهن جنهن ڪري دنيا ۾ نفاق ۽ فساد پکڙجي ويو آهي. تو ڪثرت پويان وحدت ڏسي ان جو پرچار ڪيو آهي مون کي توفيق ڏياراءِ تہ انهي راه تي هلي محبت ۽ امن جو آواز ڪيندو رهان.

انساني عقل هزارها سالن جي مسلسل ڳولا ۽ کوجنا جي باوجود ڪائنات جي اونهن اسرارن، حقيقي رازن ۽ صحيح حقيقت کي پوري طرح معلوم نہ ڪري سگهيو آهي، آءُ راه حقيقت جو ڳولائو آهيان. مون کي حقيقي مال مان ماسو هٿ ڪرڻ ۾ مدد ڪر.“

ان بعد لکي ٿو تہ 21 جون 32ع تي سيد ميران محمد شاه، پٽ شاه جي ميلي تي ڪيترين ڪانفرنسون سڏايون. مون بہ ان ۾ سندس مدد ڪئي. انهيءَ موقعي تي مون رات جو هيئيون خواب ڏٺو: جنهن ۾ شاه عبداللطيف عليہ رحمت کي پري کان بيٺل ڏٺم، آهستي ٿي اها تصوير نزديڪ آئي. ان تي مون کين عرض ڪيو تہ مهرباني ڪري خدا شناسي جي راه ڏسيو جنهن تي پاڻ فرمايائين تہ ان راهہ ۾ تو کي جذبہ حب الوطني، مذهبي رواداري ۽ سماجي ڀلائي جا ڪم گهڻو مدد ڏئي سگهندا. پهرين سنڌ جي محبت ۾ مستغرق ٿيڻو پوندءِ، پوءِ ساري عالم ۾ اتحاد، امن ۽ سک لاءِ پاڻ پتوڙڻو اٿئي.“

(تفصيل لاءِ ڏسو مٿيون ڪتاب۔ صفحو 37، 38، 39)

جي ايم سيد جو 417 صفحن تي لکيل هي ڪتاب ”ديار دل ۽ داستان محبت“ بزرگن ۽ صوفين جي درگاهن ۽ اوتارن تي وڃي دعائن گهرڻ ۽ خوابن جي ذريعي لڪل رازن جي واقفيت ۽ انهن خوابن ۾ بزرگن جي طرفان سنڌ جي خدمت جي لاءِ زندگي وقف ڪرڻ جي هدايتن وغيره سان ڀرپور آهي.

مٿين حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جي ايم سيد جي نظر ۾ راه هدايت لاءِ قرآن ۽ حديث ڏانهن رجوع ڪرڻ جي بجاءِ خوابن ذريعي

ئي اها دولت نصيب تي سگهي ٿي ۽ گذاري ويل بزرگ ئي اسلام جو صحيح رستو ٻڌائي سگهن ٿا. ڇا الله تعاليٰ قرآن ۾ پيغمبر موڪلي انسانن جي رهنمائي ۽ رهبري ۾ اچا ڪا ڪمي ۽ ڪسر ڇڏي آهي، جو هدايت لاءِ بزرگن جي درگاهن ڏانهن واجهائڻو پوي؟ امام ابن تيميہ پنهنجي ڪتاب، "ڪتاب الوسيلہ" ۾ بزرگن جي قبرن تي وڃي انهن کي واسطو بنائي دعا گهرڻ کي شرڪ سڏيو آهي ۽ پنهنجي ان موقف لاءِ هن حديثن مان پڻ وڏا دلائل ڏنا آهن. جي ايم سيد سمجهي ٿو تہ بزرگن کيس خوابن ۾ زندگي جو اصل مقصد سنڌ ۽ ان بعد ٻين انسانن جي بلا امتياز مذهب خدمت ڪرڻ ٻڌايو حالانڪہ شاه حيدر عليہ رحمت يا شاه عبداللطيف ڀٽائي جي شڪل ۾ هن کي جيڪي صورتون نظر آيو سي دراصل شيطان هئا. شيطان انسانن کي گمراه ڪرڻ لاءِ مختلف بزرگن جون شڪلون اختيار ڪندا رهندا آهن. ان سلسلي ۾ اسين تاريخ مان بي شمار واقعا پيش ڪري سگهون ٿا. پر ڊيگهہ جو هي موقعو ناهي. حضرت شيخ عبدالقادر عليہ رحمة جو واقعو پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪريون ٿا. هو پنهنجو واقعو بيان ڪندي لکن ٿا:

"هڪ ڀيري مان عبادت الاهي ۾ مصروف هئس تہ مان پاڻ ڏانهن عرش عظيم سامهون ايندي ڏٺو جنهن تي هڪ نور جلوه فگن هو. هن مون کي مخاطب ٿيندي چيو تہ "اي عبدالقادر! مان تنهنجو رب آهيان ۽ مان تنهنجي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ حلال ڪري ڇڏيو آهي جو ٻين لاءِ حرام آهي." ان تي مان چيومانس "ڇا تون اهو الله آهين جنهن کان سواءِ ڪو معبود ناهي؟ پري ٿيءُ اي خدا جا دشمن!" ان کان پوءِ هي روشني ڪافور ٿي وئي ۽ اونداهي ڇانئجي وئي. ان بعد آواز آيو "اي عبدالقادر! تون منهنجي وار کان پنهنجي ديني علم ۽ بلند مرتبي سبب بچي وئين ورنہ مان اهڙي طرح ستر وڏين هستين کي گمراه ڪري چڪو آهيان".

(تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب الوسيلہ مصنف شيخ الاسلام علامہ ابن تيميہ

صفحہ 64، اشاعت اسلامي اڪيڊمي لاهور)

جي ايم سيد کي يقين آهي تہ هن کي سنڌ کي سيني مذهبن جي وحدت لاءِ مرڪز طور استعمال ڪرڻ ۽ سنڌ جي خدمت جو ڏڳ بزرگن ۽ اولياءَ الله ڪرام خوابن ۾ ٻڌايو آهي. بزرگن جو خوابن ۾ اچڻ ۽ هدايتن ڏيڻ بابت علامہ ابن تيميہ اهم نڪتو لکي ٿو جيڪو جي ايم سيد جي حسب حال آهي.:

”جيڪي ماڻهو گذاري ويل بزرگن جي قبرن تي وڃي ڪائنن امداد طلب ڪن ٿا تن کي شيطان گمراه ڪري ڇڏي ٿو ۽ کين سڌي رستي کان ٿڙي ڇڏي ٿو جيئن هو بتن جي پوڄا ڪندڙن کي گمراه ڪندو آهي. جنهن بزرگ کان مدد گهري ويندي آهي تنهن بزرگ جي شڪل ۾ شيطان ظاهر ٿئي ٿو کين ڪجهہ ڳالهيون ڪشف ڪري ٿو جيئن شيطان ڪاهنن سان هم ڪلام ٿيندو آهن. انهن ڳالهين ۾ بعضي سچيون بہ هونديون آهن. ضروري ناهي تہ شيطان ۽ ان جا حواري جيڪي ڪجهہ ٻڌائين اهو سڀ ڪوڙ هجي“.

(متيون ڪتاب_ صفحو 240)

علامہ صاحب هڪ ٻئي هنڌ لکي ٿو ”ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ شيطان بتن جي چوڌاري گڏ ٿيندا رهندا آهن. ماڻهن سان گفتگو ڪندا رهندا آهن ۽ ڪيترن ئي ڪمن ۾ پنهنجي طاقت جو مظاهرو بہ ڪندا آهن. شيطانن جو اهو انداز انسانن جي گمراهي جو ڪارڻ بنجي ويندو آهي. بعض ماڻهن کي قبرن جي ويجهو ڪجهہ آواز پڻ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن ۽ ڪجهہ شڪليون ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ طاقت جا عجيب و غريب ڪرشما نظر ايندا آهن. ماڻهو انهن ڳالهين کي گذاري ويل بزرگن ڏانهن منسوب ڪندا آهن، حالانڪہ اهو سڀ ڪجهہ جنن ۽ شيطانن جون حرڪتون هونديون آهن. حقيقت ۾ اهو ڊرامو ڪرڻ وارو شيطان هوندو آهي. الله تعاليٰ کيس اها طاقت ڏني آهي تہ هو ڪنهن بہ انسان جي شڪل و صورت اختيار ڪري ۽ دعويٰ اها ڪري

تہ مان فلاڻو نبي آهيان يا فلاڻو بزرگ ۽ شيخ."

(مٿيون ڪتاب۔ صفحو 58)

جي ايم سيد جهڙي ذهين ۽ عملي انسان کي جن ماڻهن غير اسلامي تصوف جي اجاين ورن وڪڙن واري رستي تي لڳايو آهي انهن جي ايم سيد جي ذات ۽ خود سنڌ سان تمام وڏي بدخواهي ڪئي آهي. حالانڪ حقيقت هي آهي تہ سڀ اهل الله انهيءَ ڳالهہ تي يڪراءِ آهن تہ اسلامي تصوف جو اصل مقصد اهو آهي تہ انسان پوري طرح الله جو ٿي وڃي ۽ پالڻهار جي عبادت ۾ زندگي وقف ڪري ڇڏي. دنيا ۽ دنيا جون اجايون ڳالهيون ۽ اجايون شيون (جن تي عام ماڻهو پيا ڳاهٽ ٿيندا آهن) زندگي جي عيش جي سامان، مال ۽ ملڪيت جي هوس کان هو پنهنجي دل کي پاڪ ۽ صاف رکي. علامہ ابن خلدون تصوف جي اها ئي تعريف ڪئي آهي. (ڏسو مقدمہ ابن خلدون، صفحو 346)

علامہ شامي رحمة الله عليه علم تصوف جي تاريخ پيش ڪندي لکيو آهي "تصوف اهو علم آهي جنهن منجهان سهڻو اخلاق ۽ ان جا قسم ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جو طريقو معلوم ٿو ٿئي ۽ خراب اخلاقن جا قسم ۽ انهن کان بچڻ جي طريقي جي خبر پوي ٿي."

(ردالمختار مع الدرالمختار۔ صفحو 40، جلد پهريون)

مولانا اشرف علي ٿانوي تصوف جي باري ۾ لکي ٿو "منهنجي ويجهو تصوف جي حقيقت رڳو علم باعمل آهي ۽ عمل اهو ئي آهي جنهن جي تعليم حضور ﷺ جن ڏيڻ فرمائي آهي ۽ جيڪا تعليم سالڪ جي اختيار ۾ آهي انهي کان سواءِ سڀ شيون زائد آهن."

(ڏسو بصائر حڪيم الامت۔ مرتب و مولف ڊاڪٽر محمد عبدالحئي).

هڪ عالم تصوف جي باري ۾ لکي ٿو "فقہ جو تعلق انسان جي ظاهري عمل سان آهي. اهو رڳو اهو ٿو ڏسي تہ توهان کي جيڪو ۽ جنهن قسم جو حڪم ڏنو ويو هو. انهي کي توهان پورو ڪيو يانہ؟ جيڪڏهن توهان پورو ڪيو آهي تہ فقہ جو انهي سان ڪو واسطو

ڪونهي تہ توهان جي دل جو ڇا حال آهي. دل جي حال سان جيڪا شيءِ واسطو رکي ٿي انهي جو نالو تصوف آهي (قرآن ۾ انهي شيءِ جو نالو تزڪيہ ۽ حڪمت آهي. حديث ۾ انهي کي احسان جو نالو ڏنو ويو آهي) مثلاً توهان نماز ٿا پڙهو. انهي عبادت ۾ فقہ رڳو اهو ڏسندو تہ توهان وضو ٺيڪ ڪيو آهي؟ صحيح نموني قبلي ڏانهن منهن ڪري بيٺا آهيو؟ نماز جا سڀ رڪن ادا ڪيا آهن؟ جيڪي شيون نماز ۾ پڙهيون وينديون آهن اهي سڀ پڙهيون آهن؟ ۽ جنهن وقت لاءِ جيتريون رڪعتون مقرر ٿيل آهن ڇا اوتريون ئي انهي مهل پڙهيون آهن؟ جڏهن اهو سڀ ڪجهہ توهان ڪري ڇڏيو تہ فقہ جي خيال کان توهان جي نماز پوري ٿي ويئي. پر تصوف اهو ٿو ڏسي تہ انهي عبادت ۾ توهان جي دل جو ڪهڙو حال رهيو؟ توهان خدا ڏانهن متوجہ ٿيا يا نہ؟ توهان جي اندر ۾ خدا جو خوف ۽ ان جي حاضر و ناظر هجڻ جو يقين ۽ رڳو انهي جي خوشنودي چاهڻ جو جذبو بہ پيدا ٿيو يا نہ؟ انهي نماز توهان جي روح کي ڪيتريقدر پاڪ ڪيو؟ توهان جا اخلاق ڪيتريقدر درست ڪيا؟ توهان کي ڪيتري حد تائين پڪو ۽ سچو مسلمان بڻايو؟ اهي سيئي ڳالهيون جيڪي نماز جي اصلي مقصد سان ڳانڍاپو رکن ٿيون، جيتريقدر ڪمال سان حاصل ٿينديون، تصوف جي نظر ۾ توهان جي نماز اوتريقدر مڪمل ٿيندي. اهڙي طرح شريعت جا جيترا بہ حڪم آهن انهن ۾ تصوف اهو ٿو ڏسي تہ انهن حڪمن تي عمل ڪرڻ ۾ توهان ۾ خلوص ۽ نيڪ نيتي ۽ سچي اطاعت ڪيتريقدر هئي."

(تصوف ۽ تعمير سيرت۔ صفحو 37_38)

تصوف جي تعريف، وضاحت ۽ تشريح جي لاءِ ٻين اسلامي مفڪرن ۽ اهل الله جا حوالا پڻ ڏيئي سگهجن ٿا. پر اسين رڳو انهن تي ئي مدار رکي ڳالهہ کي سوڙهو ٿا ڪريون. جي ايم سيد جنهن ڪشف ۽ ڪرامات، غيبي آواز ٻڌڻ ۽ خدا ۽ رسول الله ﷺ کان سڌو سنئون

خواب ۾ هدايتون حاصل ڪرڻ جي خاطر تصوف ڪي اختيار ڪيو ۽ ذڪر و اذڪار ڪيو. هاڻي انهي باري ۾ پڻ خدا وارن جون لکڻيون ڏسو. مولانا اشرف علي ٿانوي لکي ٿو:

”طالب جي اندر ۾ عملن کي سهڻو ڪرڻ جو جذبو ۽ انتظام پيدا ڪرڻ کان اڳ انهي کان ذڪر و اذڪار ۾ مشغول ڪرڻ اڪثر نقصانڪار ثابت ٿيو آهي ڇاڪاڻ تہ پوءِ هو پنهنجو پاڻ کي بزرگ سمجهڻ لڳندو آهي. خاص ڪري جيڪڏهن ڪٿي، اتفاق سان ذڪر و اذڪار سان يڪسو ٿي هن تي ڪيفيات جو پڻ ورود ٿيڻ لڳو. تڏهن تہ مورڳو هن جي بزرگي جڻ تہ رجسٽرڊ ٿي وئي، حالانڪ اهڙي قسم جي ڪيفيات جو بزرگي سان ڪهڙو واسطو؟ اهڙيون ڪيفيات تہ رياضتن ۽ مشقتن سان ڪوڙن ۽ ڪانئرن، ڇا بلڪ ڪافرن کي پڻ حاصل ٿي ويندي يون آهن ۽ جڏهن اهو ماڻهو انهن ڪيفيات کي ئي بزرگي سمجهي ٿو ويهي تہ پوءِ انهي کي نفس جي سڌاري ۽ عملن جي سلجهائپ جي گهرج ئي محسوس ناهي ٿيندي. انهيءَ ڪري هو سدائين جهالت ۾ ئي مبتلا رهي ٿو ۽ اصل مقصود ”وصول الي الله“ کان محروم ٿو رهي.“

(مٿي ڄاڻايل ڪتاب ـ صفحو 56)

اهڙي طرح عالم اسلام جو نامور اسلامي مفڪر مولانا سيد ابو الحسن علي ندوي پنهنجي مرشد حضرت عبدالقادر رائيپوري (جيڪو پنهنجي زماني جو مشهور عارف بالله هو) جي باري ۾ لکي ٿو: ”حضرت جن فرمايو تہ تصوف ۾ انوار جو اچڻ ڪو ضروري ڪونهي. اهو تہ محنت ۽ رياضت سان غير مسلمن کي پڻ حاصل ٿي وڃي ٿو ۽ اها شيءِ فضيلت ۽ فوقيت جو ڪهڙي ريت معيار ٿي سگهي ٿي جيڪا غير مسلمن ۾ پڻ هجي. ان معيار تي پلا اسان جو انهن غير مسلمن کان امتياز ۽ وڏيڪ مرتبو ڪهڙو ۽ ڪيئن ٿيندو. تمام گهڻو خوش نصيب آهن اهي طبائع جن کي ڪجهہ بہ نظر نہ ٿو اچي ۽ مقصود تائين رسي

وجن ٿا. ڇو تہ ان ۾ گمراھہ ٿيڻ جو انديشو ڪونهي. انهن ۾ ابتڙ جن ڪي انوار نظر اچن ٿا انهن جي گمراھہ ٿيڻ جو خطرو آھي.

(سوانح حضرت مولانا رائيپوري مصنف: مولانا سيد ابو الحسن علي ندوي۔ صفحو 335)

اصل ۾ جيڪي ماڻهو نفس جي اصلاح، خلوص، بي غرضي ۽ بي نفسي پيدا ڪرڻ جي بجاءِ تصوف کي انوار ۽ ڪشف و ڪرامات جي خاطر اختيار ڪندا آهن انهن جو حشر جي ايم سيد وانگر ٿيندو آهي. جي ايم سيد کي اول تہ رياضتن ۽ مجاهدن سان الهام نہ ٿيا. بعد ۾ جڏهن اهي ٿيا تہ اهڙا خطرناڪ ٿيا جو هن کي تباهي جي رستي ڏانهن ڌوڪڻ جو ڪارڻ بڻيا. انهي جو تفصيل جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب "ديار دل ۽ داستان محبت" ۾ پيش ڪيو آهي. جنهن جو تت اهو آهي تہ خوابن ۾ وڏن وڏن بزرگن ۽ اولياء الله هن کي هدايت ڪئي تہ هو وحدت اديان جي فلسفي تي گامزن ٿئي ۽ سنڌ کي سيني مذهبن کي هڪ پليٽ فارم تي آڻڻ لاءِ مرڪز جي طور تي واپرائي وغيره وغيره.

اصل ۾ قاديانين جو امام مرزا غلام احمد قادياني پڻ تصوف جي ڪري گمراھہ ٿيو هو. ورنہ هن هندوستان ۾ عيسائي پادرين جي طرفان عيسائي مذهب جي تبليغ جي مقابلي ۾ وڏو ڪم ڪيو هو ۽ اسلام جي حفاظت ۽ واڌاري لاءِ عيسائي پادرين سان نہ رڳو هن مناظرا ڪيا بلڪہ ڪتاب پڻ لکيا. پر بعد ۾ جڏهن هو انوار ۽ ڪشف و ڪرامات جي پويان پيو تہ گمراھہ ٿي ويو.

جي ايم سيد جي تصوف جو تضاد تہ ڏسو جو هڪ پاسي تہ هن ورهين جا ورهيہ صوفين ۽ ولين جي درگاهن تي وڃي تصوف جي موضوع تي ليڪچر ڏنا ۽ "بزم صوفياءِ سنڌ جا خطبا" جي عنوان سان هڪ ڪتاب بہ شايع ڪيو پر ٻئي طرف هن انسانن بلڪہ مسلمانن کي نسلي ۽ علاقائي قوميتن ۾ ورهائي انهن جي وچ ۾ زبردست لڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو ۽ مسلمانن کي هڪ ٻئي سان

ويڙهائڻ لاءِ هن ڪيترائي ڪتاب پڻ لکيا آهن. حالانڪ تصوف جي شروعاتي ۽ بنيادي تعليم آهي ئي اها تہ سالڪ انسان ذات کان نفرت نہ پر محبت ڪري ۽ هو پاڻ کي سڄي دنيا جي انسانن کان هيچ سمجهي. مجدد الف ثاني (جيڪو تصوف جو امام آهي) جو معروف قول آهي تہ "مان هڪ فرنگي کان بہ پاڻ کي گهٽ تو سمجهان ڇو جو ممڪن آهي تہ انهي فرنگي جي دل ۾ خدا ايمان جي چٽڻگ دکائي وجهي ۽ مون کي ايمان جي دولت کان محروم ڪري ڇڏي"

جي ايم سيد ۾ جيتوڻيڪ اسلام جو تصور شروع ۾ ئي واضح ڪونہ هو (البت خالي جذبو موجود هئس) پر ٻاراڻي وهي جي تعليم، اثرات ۽ مسلم ليگ جي صدارت تائين فائز ٿيڻ ڪري ليگي ليڊرن جي صحبت ۽ ضرورت ۽ مسلمانن سان وڏيڪ واسطي ۽ تعلق هن کي انهي ڳالهہ لاءِ تيار ڪيو تہ هو اسلام جو ڪڏ ڏئي نالو وٺي ۽ واڪاڻ ڪري 1946ع تائين جي ايم سيد ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۾ اسلام سان وابستہ رهيو. پرمسلم ليگ منجهان هو جهڙي طرح الڳ ٿيو يا ڪيو ويو انهي هن جي اندر ۾ ليگ جي خلاف نفرت پيدا ڪري ڇڏي. جيئن تہ مسلم ليگ اسلام جي دعويدار هئي ۽ اسلامي نظام جي نالي تي ماڻهن کي اپيل ڪندي هئي انهي ڪري جي ايم سيد ليگ سان گڏوگڏ اسلام کان پڻ انتقام وٺڻ جو فيصلو ڪيو. حالتن گذرڻ سان گڏ اسلام جي خلاف هن جو انتقامي جذبو مسلسل وڌندو رهيو. گهٽو ڪري 1953ع ۾ جي ايم سيد هڪ وفد سان گڏ ڪميونسٽ روس جو ٻن مهينن لاءِ هڪ مطالعاتي دورو ڪيو ۽ اهڙي ريت هن کي ٻن مهينن لاءِ چين جي دوري جو پڻ موقعو مليو. انهي دوري کان واپسي تي جي ايم سيد جي مذهب دشمني نئون رنگ ۽ نئين صورت اختيار ڪري ورتي. اسلام ۽ پاڪستان جي خلاف گهڻا ڪتاب هن انهي کان پوءِ ئي لکيا. جي ايم سيد اسلام ۽ پاڪستان دشمني وارو سڄو ڪم پنهنجي مزاج ۽ ذهن جي منتقمانہ (انتقام وٺڻ وارو- بدلي وٺڻ وارو)

جذبي تحت ئي ڪيو.

مضمون جي آخر ۾ مون ڪي جي ايم سيد جي ڪم جو جائزو وٺندي ٻه ڳالهيون عرض ڪرڻيون آهن. هڪ اها ته جي ايم سيد سنڌي قوميت ۽ سنڌو ديش جي فڪر جي بنياد تي جيڪي نوجوان جمع ڪيا آهن سي جيڪڏهن تعليمي صلاحيت، علمي لياقت، فني قابليت ۽ اخلاق ۽ ڪئريڪٽر جي اعتبار کان مضبوط ڪردار جا مالڪ هجن ها ته مقصد سان شديد اختلاف جي باوجود، اهو چئي سگهجي ها ته جي ايم سيد سنڌ کي ڪجهه باصلاحيت ۽ باڪردار ماڻهو ڏنا آهن. پر ڇا انهي اعتبار کان جي ايم سيد سنڌ جي ڪا خدمت ڪئي آهي؟ انهي سوال جو جيڪڏهن سنجيدگي سان جائزو ورتو وڃي ته معلوم ٿيندو ته جي ايم سيد جو پلوُ انهي خدمت کان به بلڪل خالي آهي.

هن جي تحريڪ ۽ فڪر سان واسبته ماڻهو نه رڳو تعليم و هنر ۾ عام نوجوانن کان ڪوهين پوئتي آهن (ڪجهه کي ڇڏي ڪري) بلڪه اهي نوجوان اخلاقي اعتبار کان پڻ اهڙن اهڙن عيبن ۾مبتلا آهن جن کي ٻڌي جيڪر شريف انسان ته ڪٽي ڪنڌ جهڪائي ڇڏي. خود جي ايم سيد جي مجلسن ۾ سندس نوجوانن جي ڪردار جي ڳالهه نڪرندي آهي ته هڪ هڪ نوجوان جو نانءُ وٺي چيو ويندو آهي ته فلاڻو شخص فلاڻي سان ”جنسياتي“ تعلق ٿو رکي، ۽ فلاڻو فلاڻي سان. عام نوجوانن کي ڇڏي، جي ايم سيد جي تحريڪ جا جيڪي به پيدا ڪيل اديب ۽ دانشور تصور ڪيا وڃن ٿا (سواءِ هڪ اڌ جي) انهن جي اخلاقي حالت ۽ گهرو نظام ته انهي کان به وڌيڪ تباه ٿيل ۽ اندر ساڙ آهي.

سوال هي آهي ته جيڪڏهن جي ايم سيد سنڌي نوجوانن ۽ پنهنجي حلقي سان وابسته ماڻهن کي اسلام ۽ مذهب جي جنت افزا دولت کان محروم ڪري ان جي عيوض دنيوي زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ

۽ زندگي جي ڊوڙ ۾مقابلي ڪرڻ وارين صلاحيتن سان مالامال نہ ڪري يا انهي جو احساس ۽ جذبو بہ پيدا ٿيڻ نہ ڏئي تہ پوءِ جي ايم سيد جي ذات منجهان سنڌ کي ڪهڙو فائدو پهتو؟ سچي ڳالهہ اها آهي تہ ماڻهن کي خدا، مذهب ۽ آخرت کان بيگانو ۽ بي نياز ڪرڻ کان پوءِ اوهان اخلاق ۽ ڪردار جي ڏس ۾ اهڙو بند ٻڌي نہ ٿا سگهو جنهن کي ماڻهو ٽوڙي نہ سگهن. مذهب يا قديم مسلم روايتون ئي اهڙو حفاظتي بند آهن جنهن جي هئڻ کان پوءِ اخلاق ۽ ڪردار بچي سگهي ٿو.

ٻي گذارش اها ڪرڻي آهي ۽ خود جي ايم سيد کان وڌيڪ اها ڳالهہ ڪير ٿو سمجهي سگهي تہ اڄ جو دور الڳ الڳ ٿي رهڻ جو ناهي اهو دور ختم ٿي ويو جڏهن مختلف قبيلا ۽ انساني آباديون هڪ ٻئي کان جدا ٿي اڪيلي سر زندگي گذاريندڙيون هيون ۽ حياتي ايئن گذري ويندي هئي جو انهن کي خبر ئي ڪانہ پوندي هئي، تہ فلاڻي حصي ۾ ڪهڙا ماڻهو ٿا رهن. اڄ دنيا "هڪ لاڳاپيل شهر" جي حيثيت اختيار ڪري ويئي آهي. خاص ڪري هڪ ملڪ ۾ رهڻ وارن ماڻهن جو هڪ ٻئي جي وسيلن ۽ ذريعن منجهان فائدو حاصل ڪرڻ ۽ محبت ۽ تعلق اڻ ٽر ٿي ويو آهي جنهن کان انڪار ممڪن ئي ڪونهي. انهن حالتن ۾ ڪنهن خطي ۽ ڪنهن ٻولي جي آڌار تي قائم ٿيل قوميت جي ماڻهن جي ترقي رڳو هڪ ڳالهہ سان ٻڌل آهي ۽ اها ڳالهہ هي آهي تہ حقيقتن جي دنيا ۾ ۽ عملي زندگي ۾ مقابلي جي صلاحيت ۽ طاقت پيدا ڪئي وڃي. علم ۽ فن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ۾ جيسين مقابلي واري ڪيفيت پيدا نہ ٿيندي، تيسين نعري بازي ۽ قوميتن جي ڳالهين ۽ دعوائن سان گهڻي عرصي تائين زنده رهي نٿو سگهجي. اسان ننڍن لساني حلقن ۽ ننڍن صوبن جي حق خود مختياري جا مخالف ڪونہ آهيون. پر اهو عرض ضرور ڪبو تہ خالي کوکلن ۽ منفي بنيادن تي تنظيمون برپا ڪرڻ ۽ ماڻهن جي ذهنن کي لاڳيتو منفي فڪر سان سرشار ڪرڻ، اها ڪنهن بہ طرح سٺي ڳالهہ ڪانهي. ڪهڙو نہ عجب

وقت اچي ويو آهي جو بجاءِ ان جي تہ جي ايم سيد جهڙو تجربي ڪار سياستدان اسان ڪي قومن جي عروج ۽ زوال جو هيءُ بنيادي نڪتو سمجهائي، اسين اها ڳالهہ ڪيس ذهن نشين ڪرائي رهيا آهيون!!

جي ايم سيد پنهنجي سياسي زندگي جو جيترو بہ تجزيو ڪري هن جي ناڪام سياسي زندگي جي پٺيان سڀ کان وڏيڪ جيڪو جزو ڪم ڪندي ٿو پروڙجي اُهو عقل ۽ هوش و هواس تي جذبات جي بالادستي آهي. جيتوڻيڪ عشق عقل کان مقدس شيءِ آهي. علامہ اقبال ان ڪري چيو آهي:

عقل هم عشق است واز ذوق نگہ بي گانہ نيست،
ليڪن اين بيچاره را آن جرئت رندانہ نيست.

ترجمو: (عقل جيتوڻيڪ عشق جي لذت کان آشنا آهي پر ويچاري غريب ۾ اها جرئت رندانہ ڪٿي آهي، جيڪا عشق ۾ آهي.) يا وري چيو اٿس:

عشق ز پا درآورد خيمہ شش جهات را،
دست دراز مي ڪند تابہ طناب ڪهڪشان.

ترجمو: (عشق پنهنجي پادر جي نوڪر سان ڇهن پاسن جي خيمي کي ڪيرائي سگهي ٿو. عشق جو هٿ ڪهڪشان جي رسيءَ تائين بہ پهچي سگهي ٿو) علامہ اقبال هي جيڪي ڪجهہ چيو آهي سو عشق صادق جي متعلق آهي، عشق ڪاذب بابت نہ.

جي ايم سيد بابت اهڙي قسم جا ڪيترائي نظير ڏئي سگهجن ٿا (جنهن جي تفصيل جو هي موقعو ڪونهي) تہ هن جذبات کان مغلوب ٿي ڪو بہ هڪ فيصلو ڪري ورتو ۽ جڏهن سندس ذات ۽ سنڌ تي انهي فيصلي جا خطرناڪ نتيجا ظاهر ٿيا تہ وري هو هٿ مهٽڻ لڳو. حالانڪ شروع ۾ ئي جذبات تي ڪنٽرول ڪري انهي فيصلي جي نتيجن تي غور ۽ فڪر ڪري پيو سگهي. جي ايم سيد جي سڄي ڄمار انهي جذبائيت سان پر آهي. هن وقت جي ايم سيد اسلام ۽ پاڪستان

جي ڏس ۾ ۽ سنڌي نوجوانن کي منفي نعري ڏيڻ جي صورت ۾ جنهن پاليسيءَ تي هلي رهيو آهي اها نج جذباتي ۽ منفي نوعيت جي پاليسي آهي. منهنجي ڪيس گذارش آهي تہ هو انهي پاليسي جي نتيجن جو احساس ڪري ۽ سنڌ واسين کي ترقي ۽ ڪاميابيءَ جو صحيح گس ۽ صحيح پيچرو ڏئي.

(ڪتاب "پرين جي پچار" تاليف حافظ محمد موسيٰ ڀٽو تان ورتل)

# مذهب دشمني ڇو؟

مسٽر جي ايم سيد جو هڪ نئون ڪتاب **"جيئن ڏٺو آه مون"** مئي 1968ع ۾ شايع ٿيو آهي. ڪتاب جي ليکڪ پنهنجي انهي ڪتاب ۾ اسلام ۽ ان جي ڏنل تعليم ۽ ڏسيل عبادتن تي سخت تنقيد ڪئي آهي، اسلام جي ڪامل ۽ پوري دين هئڻ کان مصنف انڪاري آهي. مذهب جي بنياد تي قومي وجود ۽ تشخص ۽ اسلام جي حڪمن ۽ عبادتن کي نفاق ۽ نفرت، جهالت ۽ حماقت سڏيو اٿس. مصنف ختم نبوت، حج جي عبادت، طهر جي سنت ۽ سوئر جي حرام هئڻ وارن اسلامي عقيدن کي غلط ۽ وهم پرستي سڏيو آهي ۽ اهڙن عقيدن رکندڙ مسلمانن تي دل کولي چٿرون ڪيون اٿس. مصنف جي دعويٰ آهي ته پاڻ سالن جا سال نور نچوڙي اُهي "کوجنائون" ڪيون اٿس. سندس انهن کوجنائن ۾ حاصل ڪيل نتيجن جي ٿوري ڇنڊڇاڻ به ضروري آهي. جيڪڏهن مصنف کي اهو حق حاصل آهي ته هو دنيا جي سيني مذهبن ۽ خاص ڪري اسلام تي چٿرون ڪري ۽ اسلام جي مڪمل دين هجڻ کان نابري واري ويهي ۽ اسلامي عقيدي جي "خطرن" کان دنيا کي آگاه ڪري ته پوءِ مصنف ٻين کي به اهو حق ضرور ڏيندو ته هو سندس "کوجنائن" جو اصلي سبب دنيا جي آڏو آڻين. اسان جي ننڍي وهي وارن کي مسٽر جي ايم سيد جي سياسي ڪارنامن ۽ ڪار گذارين جي ڪا به خبر ڪانهي. تنهن ڪري سڀ کان اول جي ايم سيد جي خيالن جي ڇاڻ ضروري آهي.

**سياسي نظريو:**

انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ۽ نه ئي فاضل ليکڪ ئي انڪار ڪندو ته سندس سڄي حياتي سياسي آکاڙي ۾ گذري آهي. پاڻ

حياتي جو وڏو حصو تہ ڪليو ڪلايو سياسي ميدان ۾ زور آزمائي ڪندي گذاريو اٿس. البت ڪجھہ وقت کان (شايد ڪالاباغ جي گورنري واري زماني ۾) سياست کان علحدگيءَ جو اعلان ڪيو اٿس پر انهي سان گڏوگڏ تصوف جي نالي ۾ ”بزم صوفيائي سنڌ“ قائم ڪري ان جي اوٽ ۾ پنهنجون سرگرميون جاري رکيائين ڇو تہ سندس خيال ۾ حالتن کي سامهون رکندي قانون جي پڪڙ کان بچڻ لاءِ ضروري آهي تہ لڪي ڇپي ڪم ڪجي ۽ خود مصنف جو چوڻ آهي تہ تصوف وارن بہ انهي نموني سان ڪم ڪيو آهي. صاحب موصوف صوفين جو پوئلڳ ۽ ”عقيدتمند“ هئڻ جي دعويٰ ڪري ٿو. تنهن ڪري اهڙي طرح سياسي جامو ڦيرائڻ بہ ڪنهن مقصد سان آهي.

مصنف کي پنهنجي طويل سياسي زندگي ۾ هڪ زبردست حادثو پيش آيو. انهي حادثي سندس نظرين ۾ زلزلو آڻي ڇڏيو ۽ انهي کان پوءِ هن اسلام جي نقصانڪار نڪتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪتابن جا پنا اٿلائڻ شروع ڪيا. اهو حادثو هو ”پاڪستان جو وجود“ پاڪستان جي حصول جي آخري لڙائي ۾ محترم جي ايم سيد کي پنهنجي هڪ هٽي (Monopoly) واري مخصوص پاليسي سبب، مرڪزي مسلم ليگ کان ناراض ٿي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويو. حيرت جي ڳالھہ آهي تہ جنهن ماٺهو سالن جا سال مسلم ليگ جي تنظيم ڪئي ۽ سنڌ ۾ ان جي صدارت جي ڪرسي تائين پهتو ۽ مسلم قوميت جي بنياد تي جدوجهد ڪندو رهيو اهو صرف پنهنجي مخصوص دوستن کي انتخابي ٽڪيٽ نہ ملڻ تي ايترو ضد ۾ اچي ويو جو پنهنجن هٿن سان لڳايل بوٽي جي پاڙ پٽڻ لڳو. شايد مسلم قوميت جي ويساه تي راتون رات ڦيري کائي، مخالفن سان ملي موافقن سان زور آزمائي ڪرڻ لڳو. شايد ڪيس اهو وهم اچي وينو تہ هن کانسواءِ سنڌ ۾ مسلم ليگ هلي ڪانہ سگندي ۽ سندس مقابلي ۾ ڪوبہ پير ڪوڙي ڪونہ سگهندو ان ڪري سندرو ٻڌي ميدان ۾ آيو. سڄي سنڌ تہ پري ٿي جي ايم سيد

صاحب پنهنجي تڪ ۾ به چوندا نه ڪتي سگهيو انهي شڪست جي ڪري صاحب موصوف بيبجي پيو ۽ سندس سچي ڪاوڙ اچي انهي "ڪارڻ" تي ڪري جنهن پاڪستان کي وجود بخشيو هو اهو "ڪارڻ" هو اسلام جو نعرو

"لا اله الا الله"

اهو ئي نعرو هو جنهن سندس سياسي عظمت جي مينار کي هڪ ئي ڌڪ سان ڌوڙ ۾ ملائي ڇڏيو.

## انتقام جو طريقو

ظاهر ڳالهه آهي ته صاحب موصوف اهو انتقام تيستائين پوري ريت وٺي نٿي سگهيو جيستائين پاڪستان جي بنيادي نظريه مذهب اسلام کي غلط نه ٺهرائي ايئن ڪرڻ سان ئي هو ٻن قومن واري نظريه ۽ احساس کي ختم ڪري، پاڪستان جون پاڙون پٽڻ گهري ٿو. هن ڪتاب ذريعي مصنف نوجوان نسل کي اها ڳالهه باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته مذهب اسلام وٽ ڪوبه نظام حيات ڪونه آهي ۽ نه ئي هي دين مڪمل آهي، بلڪ ڪنهن به دين کي مڪمل سمجهڻ جهالت ۽ بيوقوفي آهي. سندس چوڻ موجب مذهب جي بنياد تي قومن جي ورڇ غلط آهي. جڏهن اها ڳالهه نوجوان نسل جي ذهن نشين ٿيندي ته خود به خود انهن جي ذهنن ۾ سوال پيدا ٿيندو ته مذهب جي بنياد تي هندن ۽ مسلمانن جون ٻه جدا قومون بنجڻ ۽ هڪ مان ڦيرائي ٻه ملڪ (ڀارت ۽ پاڪستان) ٺاهڻ سراسر ناداني ڪانسواءِ ٻيو ڇا آهي؟ جيڪڏهن جدا قوميت جو تصور ۽ عقيدو غلط ته ملڪ جو ورهاڱو غلط! اهڙي ريت اسلام جي مڪمل دين هجڻ جو نظريو بي بنياد ته پوءِ ان بنياد تي اسلامي رياست جي عمارت جو سوال فضول ۽ حماقت! جڏهن اسلامي رياست جي تشڪيل جي ڪوشش حماقت ته پوءِ "ڪتاب" جي مصنف جو هڪ قوم ۽ هڪ وطن وارو نظريو سچو ۽ برحق! ان مان معلوم ٿيو ته ظاهر ۾ هي ڪتاب اسلام جي مختلف

تعبيرن ۽ اسلامي عبادتن ۽ حڪمن جي غلطين کي واضح ڪرڻ ۽ صوفين جي مسلڪ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ لکيو ويو آهي. پر حقيقت ۾ ان جي پٺيان خالص سياسي مقاصد موجود آهن ۽ منجهانئس انتقام جي باهه جون جهيون صاف نظر اچي رهيون آهن. اسان جا ڪيترا نوجوان جي مصنف جي شڪست خوردگي ۽ لاهن چاڙهن کان بي خبر آهن سي ساڻس رڳو انهي ڪري همدردي رکن ٿا جو حڪومت جو مٿس عتاب نازل ٿيندو رهي ٿو. اسان کي به انهي ڏس ۾ مصنف سان همدردي آهي. چو ته ڪنهن به عدالتي ڪاروائي کانسواءِ ڪنهن جي به آزادي کسڻ بنيادي حقن جي خلاف آهي. پر سوال آهي ته حڪومت جي سختي سبب موصوف جي نظريات سان به متفق هئڻ ضروري آهي ڇا؟ مان سمجهان ٿو ته پاڪستان جو ڪو به خير خواه انهن نظريات سان متفق نه ٿي سگهندو ڇو ته انهن نظريات موجب اسلام جي مڪمل دين هجڻ ۽ مسلم قومي وجود کان انڪار گويا پاڪستان جي وجود کي تسليم ڪرڻ کان انڪار آهي.

## صوفي ۽ سياست

اسين مٿي چئي آيا آهيون ته هن "ڪتاب" جو مصنف صوفي جي اوٽ ۾ سياست لاءِ پاڻ پتوڙڻ جائز سمجهي ٿو بلڪ ڪن حالتن ۾ ضروري تصور ڪري ٿو. اهو ئي سبب آهي جو صاحب موصوف سياست کان علحدگي جي اعلان جي باوجود "بزم صوفيائي سنڌ" جي آڙ ورتي ۽ سياسي ڪاروبار هلائڻ شروع ڪيو ۽ وحدت الوجود جي نظريه تحت متحد قوميت جو تصور ڏنو ۽ مسلم قوميت کي صوفين جي مٿي موجب دوئي (ٻيائي) ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

صاحب موصوف مٿي ڄاڻايل ڪتاب ۾ سالڪن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:

"هنن جي راءِ هئي ته نانگ به مري ۽ لٺ به نه ڀڄي، اهڙي طرز عمل اختيار ڪرڻ لاءِ ڪيئي دليل ڏنا ٿي. چٽي مستقل مفاد ۽ منظم دين

مذهب جي روايات ۽ تعصبات خلاف کليل گفتگو مان ڪو فائدو ڪونہ ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ عوام اهو ڪونہ سمجهندا ۽ خواص ناراض ٿي سختي اختيار ڪندا. تنهن ڪري هنن مخصوص ماڻهن تائين پنهنجي تعليم کي مخفي طرح پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ گفتگو جو اهو طريقو اختيار ڪيائون جو قانون جي زد کان ٻاهر هئو "صفحو 81 ڪتاب مذڪور" ان اقتباس مان اهو ظاهر آهي تہ مصنف وٽ سالڪن جو سياسي متو اهو آهي تہ هو صوفي جي رنگ ۾ پنهنجا مقصد حاصل ڪندا هئا. "جيئن نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي" جيئن تہ صاحب موصوف پاڻ کي سالڪن جو پوئلڳ چورائي ٿو تنهن ڪري پاڻ اهو گس ورتو اٿس. مٿئين اقتباس مان "بزم صوفيائي سنڌ" جي اصل غرض جو بہ پتو پئجي ويو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن دوستن جو اهو خيال هجي تہ وحدت الوجودي صوفي تہ ڪائنات جي ڳجهہ ۽ راز کي سمجهڻ چاهين ٿا. آخر انهن جو سياست سان ڪهڙو واسطو؟ ۽ جيئن تہ مصنف اهڙن صوفين جو پوئلڳ آهي، ان ڪري هن "ڪتاب" جو مقصد علمي ڇنڊڇاڻ ئي آهي. اهڙن خوش فهم پڙهندڙن کي ڪتاب جو صفحو 86 نظر مان ڪيڻ گهرجي. جنهن ۾ صاحب موصوف وحدت الوجودي صوفين لاءِ لکي ٿو تہ "انهي نظريہ جو اثر مذهبي ۽ ملڪي سياست تي ڪهڙو پوي ٿو. ان جو مختصر ذڪر دلچسپي کان خالي نہ ٿيندو جنهن صورت ۾ ان نظريہ مطابق ڪل شيءِ جو وجود هڪ ئي آهي ان ڪري ان جي مڃيندڙن جي رهبر پاليسي عشق ۽ اتحاد رهي ٿي نہ ڪہ نفرت ۽ نفاق! اهو فلسفو عالم ڪثرت جي اختلاف جي پويان بنيادي وحدت جو راز کولي ظاهر ڪري ٿو. تنهن ڪري ان وسيلي مذهبي اختلاف سبب ماڻهن جي ورهاست جي مخالف ٿئي ٿي انهي ڪري مذهبي مهندارن ۽ انهن تي مدار رکندڙ حڪومتي ڪارندن، ان ۾ سندس مستقل مفاد کي خطرو ڏسي ان جي مخالفت پئي ڪئي آهي." اڳتي هلي لکي ٿو تہ "جڏهن مذهبي گروه جو ڪان وڏيڪ مذهب جي استعمال غرضي ڪيو

آهي ۽ ان لاءِ ڪين سخت ڪٽر پٽي ۽ تنگ نظريي جي روش اختيار ڪرڻي پئي آهي. تڏهن وحدت الوجودي درويشن مرڳو مذهبي نظامت کي ختم ڪرڻ جو آواز اٿاريو آهي." (صفحه 87)

انهي مان صاف ظاهر آهي ته وحدت الوجودي صوفي ۽ درويشن به پنهنجي نظرين وسيلي، ملڪي سياست کي پنهنجي تابع بنائڻ جا خواهشمند هئا ۽ جڏهن مذهبي نظام سندن آڏو ايندا هئا ته هو انهن نظامن ختم ڪرڻ جي لاءِ آواز اٿاريندا هئا. هاڻ جيئن ته "مصنف به وحدت الوجودي نظريه جو مڃڻ وارو آهي، تنهن ڪري هن به "بزم صوفيائي سنڌ" جي اوٽ ۾ اهائي سياست بازي شروع ڪري ڏني، جيڪا سندس چوڻ موجب صوفين جو متو رهي آهي ۽ مصنف "بزم صوفيائي سنڌ" جي اوٽ ۾ پهريون حملو اسلام ۽ مسلم قوميت تي ڪيو آهي. سندس خيال موجب صوفي عشق ۽ اتحاد جا حامي آهن. ڪثرت عالم پنيان بنيادي وحدت جو راز کولڻ وارا آهن. مذهبي اختلاف سبب قومن جي ورهاست جا مخالف آهن. قومن جي مذهبي بنياد تي رياستن جي ٺهڻ کي غلط سمجهن ٿا. ان نظريه مڃڻ کان پوءِ پلا هندوستان جي ورهاست صحيح  ٿي سگهي ٿي؟ اهائي اصل ڳالهه آهي جيڪا "مصنف" پڙهندڙن کي سمجهائڻ چاهي ٿو ۽ صوفين جي ساز تي سندن روح ۾ رچائڻ گهري ٿو. انهن حقيقتن کان پوءِ به ڪو عقل مند انسان صاحب موصوف طرفان قائم ڪيل "بزم صوفيائي سنڌ" جي سرگرمين کي غير سياسي ڪوني سگهي ٿو؟ اسين هتي اولهه پاڪستان هاءِ ڪورٽ ۾ مسٽر جي ايم سيد طرفان دائر ڪيل درخواست جي فيصلي جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا. فاضل جسٽس خميساڻي صاحب مدعي (جي ايم سيد) جي فاضل وڪيل جي دليل جو جواب ڏيندي چيو ته:

"ان سوال جو واحد جواب جو اسان ڏيئي سگهون ٿا اهو هي آهي ته ان تنظيم "بزم صوفيائي سنڌ" ۾ ته ڪا برائي ڪانه آهي. مدعي

(جي ايم سيد) جي خلاف جو الزام آهي اهو هي تہ هو ان تنظيم کي هڪ غلاف جي صورت ۾ استعمال ڪري رهيو آهي، جنهن جي پٺيان هن کي هڪ پليٽ فارم مهيا ٿي ويو آهي. جتان هو اعتراض جوڳيون تقريرون ڪري ٿو."

آئون سمجهان ٿو تہ فاضل عدالت جي ان رمارڪ کانپوءِ ڪتاب جي "مصنف" جي سرگرمين کي وڌيڪ پڌري ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. البت اها ڳالهہ غور جوڳي آهي تہ صاحب موصوف ڪيڏي نہ چالاڪي سان سيني صوفيائي ڪرام کي "سياست باز" ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن تہ اهي بزرگ نفس جي پاڪائي جي تربيت ۽ اخلاق جي تعليم ڏيڻ جي بدران ملڪي سياست کي پنهنجن نظريات جو تابع بنائڻ جو فرض سرانجام ڏيئي رهيا هئا. اهو فيصلو تہ ارباب تصوف ۽ سندس راز ۽ رمزن کان ڄاڻو ماڻهو ئي ڪري سگهن ٿا تہ مصنف صوفين جي مسلڪ جي صحيح ترجماني ڪئي آهي يا پنهنجن خاص مقصدن خاطر سندس عظمت کي ڌڪ هنيو آهي؟ ها، ايترو ضرور چئبو تہ مصنف پاڻ تي بزم صوفيائي جو رنگ سياسي مقصدن لاءِ ئي چاڙهيو آهي. ان لاءِ وڌيڪ ثبوت ان ڪتاب جي صفحہ 90_92 تي ملي ٿو جنهن ۾ صاحب موصوف منظم دين توڙڻ ۽ انساني ايڪي جي عقيدي کي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. فرمائي ٿو:

"هاڻ صرف هڪ طريقو وڃي رهيو آهي تہ آخري طرح انسان ذات جي وحدت خيال ۽ عمل تي پهچڻ تائين حال گذجي گذاري يا ٻين لفظن ۾ باهمي رواداري جي بناءَ تي سيئي مذهبي فرقا ۽ نظريا پنهنجا جدا عقيدا، رسمون رواج ۽ عبادتون قائم رکندي انسان ذات جي اتحاد، امن ۽ ترقي لاءِ باهمي تعاون ڪن. ان لاءِ منظم دينن جي مستقل مفادن کي ٽوڙڻ لازمي ٿي پوندو. دين شخصي عقيدا ڪري ڪتب آڻبا انهن جي منظم نظامن ۽ مستقل مفاد کي ڇڏڻو پوندو". "مصنف" جي ان راءِ تي

جيڪڏهن عمل ڪجي ۽ ان راءِ جي جيڪڏهن پوئلڳي ڪجي تہ پوءِ مذهب (اسلام) جي نالي تي جدا رياست جو ڪو موزون سبب ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن دين جي تنظيم ٽوڙي وجي ۽ دين، شخصي عقيدن تائين محدود ڪيو وڃي جيئن سڄي دنيا جي لاديني رياستن جو دستور آهي تہ پوءِ "پاڪستان" جهڙي نظرياتي رياست جو ڪو بنياد بيهي سگهي ٿو؟ ان مان ظاهر آهي تہ مصنف اهو خيال پکيڙڻ چاهي ٿو تہ منظم دين جي بنياد تي رياست جو بنياد غلط آهي ۽ "عملي" انداز ۾ ان جي افاديت کي مشڪوڪ بنائڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن پڙهندڙ جي ذهن ۾ اهو سوال اٿي تہ ڪتاب جو مصنف تہ دنيا جي مذهبن جي باري ۾ ڳالهائي رهيو آهي ۽ انساني سماج جي تعمير جي سلسلي ۾ هو هڪ علمي راءِ ڏئي رهيو آهي جنهن جو پاڪستان جي وجود سان ڪهڙو تعلق؟ تنهن ڪري سندس ان راءِ جو جوڙ پاڪستان سان ملائڻ ۽ ان باري ۾ شڪ جو اظهار ڪرڻ، مصنف سان ناانصافي آهي ان ڪري آئون ضروري ٿو سمجهان تہ اهڙي سوال جو جواب خود مصنف جي زباني پڙهندڙن کي معلوم ٿي وڃي، صاحب موصوف صوفين جي مسئلن جو ذڪر ڪندي پاڪستان کي بہ پنهنجي قلم جي اُڪل تي چاڙهي وڌو آهي. هڪ جاءِ تي نہ بلڪ ڪيترين جاين تي کلي ڪري پاڪستان جو ذڪر فرمايو اٿس، ڪتاب جي صفحہ 97۔ 98 تي لکي ٿو:

"جيڪڏهن تعصب ڇڏي انهي سموري مسئلي تي غور ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ نہ صرف "پاڪستان" ۾ مشڪلات جو بنيادي ڪارڻ اسلام جي "ملا" واري تشريح ڏسڻ ۾ ايندي بلڪ دنيا جي اڪثر مسلمانن جي پست حاليءَ ۽ تنزل جو مکيہ ڪارڻ اسلام جي اها تشريح معلوم ٿيندي.

اسلام جي "ملا واري تشريح" ڪهڙي آهي. اها بہ مصنف جي زباني ٻڌي ڇڏيو!

1ـ هنن اسلام کي دنيا جو آخري مڪمل ۽ عالمگير دين تسليم ڪيو ٿي، جنهن جو رائج ٿيڻ بعد اڳوڻا سيئي مذهب منسوخ ۽ خارج ٿي ويل سمجهيائون ٿي.

2ـ انهن دين کي انسان ذات جي سيني مشڪلات جو حل ڄاڻي، ماڻهن جي فلاح ۽ بهبودي لاءِ مڪمل فلسفه حيات جو حامل ڄاتو ٿي.

3ـ انهن مذهب جي سموري تعليم جو منبع (مرڪز) قرآن شريف کي سمجهيو ٿي. جنهن کي پيغمبر محمد ﷺ جي ذريعي خدا جو نازل ٿيل ڪلام تسليم ڪيائون ٿي ۽ ان ۾ هر زماني هر حالت ۽ هر ضرورت جو حل سمايل ڄاتائون ٿي جنهن ۾ نه تبديلي آئي آهي ۽ نه اچي سگهي ٿي.

4ـ حضرت محمد ﷺ کي دنيا جو آخري پيغمبر سمجهيو ٿي ويو. تنهن کان پوءِ نه نبي ٿيڻ وارو هو ۽ نه دين اچڻ وارو هو. سندن حديثن ۽ سنت کي قرآن جي تشريح لاءِ سند ڪري ورتو آهي. (صفحه 95)

ان مان اها ڳالهه معلوم ٿي وئي ته مصنف جي نگاه ۾ اسلام جو ڪهڙو تصور ”پاڪستان“ ۾ مشڪلات جو ڪارڻ آهي ۽ دنيا ۾ مسلمانن جي پستيءَ ۽ تنزل جو باعث آهي؟ مون کي افسوس آهي ته ڪتاب جو مصنف اسلام جي عداوت ۾ ايترو اڳتي وڌي ويو آهي جو حقائق ۽ واقعات تي پردو وجهي پڙهندڙن کي دوکي ۾ مبتلا ڪري رهيو آهي. ڇا في الواقع پاڪستان جي مشڪلات جو ڪارڻ اسلام تي عمل ڪرڻ آهي؟ ڇا پاڪستان ۾ ”ملا“ جي تشريح ۽ تعبير مطابق وياج بند آهي ۽ شراب تي پابندي آهي؟ ۽ زاني کي سنگسار ڪيو ٿو وڃي يا ڦٽڪا لڳايا ٿا وڃن؟ تعليمي نظام جي پيڙه خدا جي عقيدي تي ٻڌل آهي؟ عبادت ۽ ان احڪام جو قانوناً اهتمام آهي؟ غربت ۽ افلاس کي دور ڪرڻ لاءِ اقتصادي نظام ۾ اسلامي اصولن موجب تبديلي آئي آهي؟ حق ۽ انصاف جي اسلامي تقاضائن موجب فيصلا ٿي رهيا آهن؟ ناچ ۽ گانا بند آهن جنهن ڪري پاڪستان مشڪلات ۾ مبتلا

تي ويو آهي؟ ۽ ڪتاب جو متعصب مزاج مصنف عوام ۽ خواص آڏو اها ڳالهہ رکڻ ٿو چاهي تہ اجهو اهو اٿو اسلام جو ڦل: ڪتاب جي ليکڪ عالمن کي حڪمران طبقي جو طرفدار ۽ مددگار سڏيو آهي. لکي ٿو تہ: "اسلام جي هڪڙي تشريح يا هڪڙو تعبير حڪمران طبقي جي طرفدار عالمن ۽ فقيهن طرفان پئي ڪيو ويو آهي." صفحہ 96. ڇا پاڪستان جا عالم ۽ فقيهہ، جن کي صاحب موصوف بار بار "ملا" ڪوٺيو آهي اهي هن ملڪ جي حڪمرانن جا موجود نظام ۽ تمدن تي چالو سماج کي تبديل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪونہ ڪري رهيا آهن؟ ۽ ان لاءِ حڪمرانن جي عتاب هيٺ نہ آيل آهن؟ پوءِ ڪيئن ٿو صاحب موصوف عالمن کي حڪمرانن جو طرفدار ڪوٺي؟ آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان جي عالمن، هندو پاڪ جي عوام ۾ جدا قوميت جي احساس ۾ وڌي مدد ڪئي هئي ۽ اسلام جي بنياد تي اسلامي رياست قائم ڪرڻ جو واضح تصور ڏنو. سندن انهي ڏوه جي سزا ڏيڻ لاءِ مصنف ڇاٽي واٽي عوام کي عالمن کان بدظن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. مصنف عالم اسلام جي تنزل جو باعث بہ اسلام جي متين تعبير کي ٻڌايو آهي. ڇا صاحب موصوف ٻڌائيندو تہ ڪهڙي مسلمان ملڪ ۾ اسلام جي مڪمل دين جي اصولن تي دستوري، قانوني، معاشرتي معاشي روايتن تي عمل ٿي رهيو آهي؟

ان قسم جي راءِ ظاهر ڪرڻ سان ڪو ناواقف ماڻهو تہ انڌو اعتقاد رکي، ويساه گهاتي ۾ اچي سگهي ٿو. باقي ڄاڻو ماڻهن اڳيان تہ مصنف جي پنهنجي پت وائکي ٿي پوندي. تحقيق ۽ علمي ڇنڊڇاڻ جي دعويدار جي شان وٽان اها ڳالهہ نہ آهي جو ايڏي ساري غلط بياني ڪري. اهي سڀ ڳالهيون ٻڌائين ٿيون تہ مصنف جو اصل مقصد مختلف مذهبن جي ڇنڊڇاڻ جي بجاءِ اسلام جي تحقير ۽ تذليل آهي. ڇو تہ اسلام ئي سندس سياسي زوال جو ڪارڻ بنيو آهي. منهنجي خيال ۾ مصنف پنهنجي ساري زندگي جو سرمايو آخري داءَ

طور لڳايو آهي. جيئن هن خود به ان جو اظهار ڪيو آهي. لکي ٿو ته:

”عمر جو سمورو وقت انهي ڪوجنا ۾ گذاريو اٿم غور ۽ فڪر ۽ تجربه بعد جن نتيجن تي پهتو آهيان تن کي هن ڪتاب ۾ قلمبند ڪريان ٿو.“ (صفحه 6) سوال آهي ته صاحب موصوف عمر جو سمورو وقت ڇا ۾ گذاريو آهي؟ سندس غور ۽ فڪر ۽ تجربي جو ميدان ڪهڙو هو؟ ظاهر آهي ته سندس سارو وقت سياست بازي ۾ گذريو آهي ته پوءِ سندس هي ڪتاب سياسي نظرين جو نچوڙ چئبو! ان ڪري اسان جي نوجوان طبقي ۽ تعليم يافته حضرات کي علمي ۽ تحقيقي انداز ۾ ”مصنف“ جي نظريات جو مطالعو ڪرڻ گهرجي ۽ سندس خيالات کي عقل ۽ دليل جي ڪسوٽي تي پرکڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هي پاڪستان ۽ اسلام جي شاخن ۽ تارين جو سوال نه آهي بلڪ ان جي ٽڙ ۽ پاڙ جو مسئلو آهي. ان ڪري جا به راءِ قائم ڪجي، پوري ڄاڻ ۽ واقفيت سان قائم ڪجي مون کي پڪ آهي ته جيڪڏهن ”مصنف“ جي نظريات کي علمي ۽ عقلي انداز ۾ جاچيو ويو ته ڪوڙ جي قلعي بيهي نه سگهندي. مون کي ته اها پڪ آهي پر خود ”مصنف“ کي به کٽڪو لڳل آهي ته عوام سندس نظرين کي ڪونه قبوليندو. فرمائي ٿو:

”مون کي معلوم آهي ته ڪثرت تعداد ماڻهن جو مذهبي شريعتن جي معتقد هئڻ ڪري شايد منهنجي راين کي ناپسنديءَ جي نگاه سان ڏسي. (صفحه 24) بهر صورت مون پنهنجي ڄاڻ آهر ”مصنف“ جي ”مذهب دشمني“ جو پس منظر پيش ڪيو آهي. اهو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي ته هو پنهنجي راءِ ڪهڙي ٿا قائم ڪن. آءٌ انشاءَ الله تعاليٰ، اسلام جي مٿان مصنف جي ڪيل تنقيد جو تفصيل سان ذڪر ڪندس ته جيئن اهل علم وفضل ۽ مسلم عوام اسلام جي باري ۾ مصنف جي ذڪر ڪيل خيالات کان چڱي طرح واقف ٿين.

(ڪتابچه ”تيڏي پسي ٿي“ شايع ڪيل
سنڌي دارالاشاعت والس روڊ سکر تان ورتل)

**سيد پير علي شاه سکر**

# تيڏي پسي تي

مسٽر جي ايم سيد کي ملڪ جي سياسي افق تان غروب ٿئي اگرچ ڪافي عرصو گذري چڪو آهي، ليڪن صاحب موصوف پنهنجي وجود جي ثبوت ڏيڻ لاءِ ڪجھ عرصي کان تاليف ۽ تصنيف جو سلسلو جاري ڪيو آهي. بطور مصنف هن وقت تائين هو هڪ ٻڌن جي قريب ڪتاب تصنيف ڪري چڪو آهي. انهن جملي ڪتابن جي مطالعي ڪانپوءِ جا ڳالھ قاري جي ذهن ۾ بري طرح کٽڪي ٿي سو بعض حقيقتن جو تڪرار آهي. مصنف جي تصنيف خواھ سنڌ جي مسئلن جي متعلق هجي يا تصوف جي سلسلي ۾ هجي يا مذهب جي معاملي ۾ هجي چند ڳالهيون بهر حال نمايان ۽ واضح نظر اينديون، جهڙوڪ: اسلام ۽ شعائر اسلام جي صورت کي مسخ ڪري پيش ڪرڻ، پاڪستان جي قيام ۽ نظريي کي غلط قرار ڏيڻ، مشاهير اسلام کي رسوا ۽ ذليل ڪرڻ ۽ هندو ڌرم، قوم ۽ ان جي افراد ۽ مشاهير کي هڪ بهترين قوم ڄاڻائڻ وغيره.

انهن ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ هڪ باخبر قاري جا ٻي ڳالھ محسوس ڪري ٿو اهو مسٽر جي ايم سيد جو علمي مرتبو آهي. اصل ڳالھ هيءَ آهي تہ جي ايم سيد جو مصنف ٿيڻ بجاءِ خود هڪ حادثو آهي لڳاتار سياسي ناڪامي ۽ مسلسل نظربندين موصوف کي اهو موقعو فراهم ڪيو تہ زحمت کان نجات حاصل ڪرڻ جي لاءِ مطالعي جو مشغلو اختيار ڪري ان پس منظر کان پوءِ جي ايم سيد جي هر تصنيف جي متعلق راقم جي راءِ اها آهي تہ هر معاملي ۾ هن جي معلومات ۽ علم ناقص آهي ۽ بنيادي طرح سان هو ڪنهن بہ علم يا سائنس ۾ ڪا مهارت نٿو رکي. بالخصوص اسلام بابت هن جي

معلومات نهايت سطحي ۽ پست آهي. هو نہ عربي ۽ فارسي جو ڄاڻو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن ٻي زبان يا ادب تي هن جي گهري دسترس آهي. اهو ئي سبب آهي جو هن جنهن مسئلي تي بہ قلم کنيو آهي تہ سواءِ ڪنهن غور فڪر جي ٻين مصنفن جي راين کي جيئن جو تيئن ڪري پيش ڪيو اٿس.

هڪ مصنف جي لاءِ ذهني ديانتداري سڀ کان مقدم شيءِ هوندي آهي ليڪن جي ايم سيد جي تصنيفن ۾ اها جنس بالڪل ناياب نظر ايندي. هن جو عام طريقو اهو آهي تہ هو جڏهن بہ ڪنهن مصنف، ڪتاب يا تصنيف جو حوالو ڏيندو تہ سياق وسباق کان قطع نظر هڪ اڌ جملو پنهنجي مطلب جو ڪڍي پنهنجي مخصوص نظريي جي تائيد ۾ پيش ڪندو. حالانڪ ساڳئي مصنف يا ساڳئي ڪتاب جي پنجانوي في صد مواد کي ناقابل قبول قرار ڏيندو.

راقم جو مقصد هن وقت جي ايم سيد جي جملي تصانيف جو محاسبو ڪرڻ نہ آهي پر سندس تازه ترين ڪتاب "جيئن ڏٺو آهہ مون" تي تبصرو ڪرڻ آهي. اگرچ هيءُ ڪتاب موصوف جي گذريل ڪتابن ۾ ورجايل ڳالهين تي مشتمل آهي، تاهم ان ڪتاب ۾ هن صاحب مذهب اسلام جي باري ۾ وڌيڪ ديده دليري کان ڪم ورتو آهي. ان ڪتاب تي تبصري ڪرڻ کان اڳ مان قارئين تي چند ڳالهيون واضح ڪرڻ ٿو چاهيان تہ جيئن انهن کي مذڪور ڪتاب جي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي.

موصوف پنهنجو مافي الضمير پيش ڪرڻ لاءِ نهايت عياري ۽ چالاڪي کان ڪم وٺي ڪن استعارن کان ڪم ورتو آهي مثلاً لفظ "ملا" کي هن پوري ڪتاب ۾ بار بار نهايت ڀيانڪ شڪل ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مان مصنف جي انهي ڪوشش کي سندس پوشيده بزدلي سان تعبير ڪندس، ڇاڪاڻ جو هن احڪام قرآن مجيد ۽ اقوال رسول ﷺ ۽ اسلام جي جملہ بنيادي شعائر کي غلط بي معنيٰ

وحشيانہ ۽ فرسوده قرار ڏيڻ جي لاءِ لفظ "ملا" جي آڙورتي آهي.

اهڙي طرح سان هن احڪام خدا، احڪام رسول ﷺ ۽ جملي شعائر اسلام جي منڪرين جي لاءِ هڪ ٻيو استعارو استعمال ڪيو آهي يعني "صوفي" صوفي هن جي نزديڪ هڪ قسم جو نراجي آهي (Anarchist) جيڪو سيني قيدن کان آزاد ٿيڻ گهري ٿو. مزيد پر آن هن جي قول جي مطابق صوفي هر موجوده مذهب جي پنجانوي سيڪڙو ڳالهين کي فرسوده، بي معنيٰ ۽ بيسود سمجهي انهن ۾ اعتبار نٿو رکي (ڏسو مذڪور ڪتاب جو صفحو 182) هتي هي ڳالهہ قابل توجهہ آهي تہ موصوف ٻين مذهبن جو ذڪر صرف براءِ بيعت ڪيو آهي ورنہ هن جو اصل نشانو ۽ هدف مذهب اسلام آهي، جنهن کي هن پنهنجي ڪتاب ۾ بزعم خود فرسوده ۽ وحشيانہ دور جو يادگار قرار ڏنو آهي.

صوفي ۽ ملاجي انهن اشارن کي سمجهڻ کان پوءِ مان هاڻي اهو عرض ڪندس تہ مسٽر جي ايم سيد نہ صرف پنهنجي موجوده ڪتاب ۾ جتي ڪٿي بدديانتي کان ڪم ورتو آهي پر هن مذهب اسلام سان پنهنجي شديد عداوت، نفرت ۽ دشمني جي سبب ڪري بهتان ۽ افترا کان بہ ڪم وٺڻ کان ڪيٻايو نہ آهي. مثلاً پنهنجي ڪتاب جي صفحي 141 تي قرآن مجيد جي وقتي حڪمن جي آيتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ان قسم جون آيتون جي هنگامي حالتن هيٺ ڪيل حڪمن بابت هيون، جن کي بعد ۾ حالتن بدلجڻ ڪري منسوخ يا رد ٿيل سمجهيو وڃي ٿو. جهڙوڪ جهاد، مال غنيمت، غير مسلمن کي هر هنڌ قتل ڪرڻ وغيره".

قرآن مجيد جون اهي آيتون منسوخ ٿي چڪيون آهن يا نہ ان تي بحث فضول آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪو شخص اسلام جي پنجانوي سيڪڙو شعائر کي منسوخ ٿو سمجهي ان جي نزديڪ انهن چند آيتن جو منسوخ ٿيڻ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي. مگر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ آخر قرآن مجيد ۾ غير مسلمن کي هر هنڌ قتل ڪرڻ جو حڪم ڪٿي

آيو آهي؟ ڇا ان ڪان وڌيڪ بہ ڪلام الاهي تي ڪو ٻيو بهتان ٿي سگهي ٿو؟ مصنف خدا جي خوف ۽ آخرت جي باز پرس ڪان تہ خير پنهنجو پاڻ ڪي بي نياز سمجهي ٿو ليڪن هن کي ڪم از ڪم خلق خدا جو تہ ڪو شرم هئڻ گهرجي ها جو اهڙي هڪ بي بنياد ۽ بي حقيقت ڳالهہ جو حوالو قرآن مجيد مان ڏنو اٿس حالانڪہ ان سلسلي ۾ الحمد ڪان وٺي والناس تائين ڪوبہ ذڪر ڪونہ آهي. (تہ غير مسلمن کي هر هنڌ قتل ڪيو وڃي — مرتب) مگر تعجب ۽ تنگ نظري جنهن کي مصنف ملاجي وصف ٿو سمجهي ان ۾ هو خود ان حد تائين گرفتار ۽ مبتلا ٿيل آهي جو هو اسلام ۽ اسلامي شعائر جي نفيءَ جي لاءِ هر الزام تراشي ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

انهي ساڳئي صفحي تي تشبيهن ۽ مثالن جي آيتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ اهي ڪجهہ تہ اهي آهن جن ۾ اڳين قومن ۽ پيغمبرن وغيره جا قصا ڏنل آهن ڪي اهي آهن جن ۾ ماڻهن جي پئدائش ۽ آسمانن وغيره جو بيان ڏنل آهي. پر ڪي وري اهي آهن جن ۾ روز محشر، قيامت بهشت دوزخ وغيره جو ذڪر ڪيل آهي. انهن آيتن تي تبصرو ڪندي موصوف وري لکي ٿو تہ اهي سڀ ڳالهيون مثال طور ڏنل آهن انهن کي انهي کان وڌيڪ وقعت ڏيڻي نہ آهي انهي لفظي معنيٰ ۾ چنبڙي پوڻ مان غير مذهب ۽ صاحب عقل اڳيان (اهي ٻئي ترڪيبون مصنف جي نزديڪ هم معنيٰ آهن) اسلام جي اهميت گهٽائڻ جي برابر ٿيندو. اهي ڳالهيون عقل، تجربي ۽ تاريخ جي روشني ۾ غلط ثابت ٿي چڪيون آهن جهڙوڪ: آدم کي مٽي مان ناهي ان ۾ روح ڦوڪڻ، ستن آسمانن جو ڇتين وانگر هئڻ وغيره وغيره.

فروعي مسئلن بابت حڪمن جي آيتن متعلق لکي ٿو تہ اهي انهي دور جي دستورن ۽ معاشري کي مدنظر رکي ماڻهن جي زندگي بابت عارضي هدايتون ڏنل آهن. جهڙوڪ چوري لاءِ هٿن جو ڪپڻ، ڏوهہ جو بدلو وٺڻ، سنگسار ڪرڻ، قرباني ڪرڻ، وياج نہ وٺڻ ۽ زڪوات بابت،

حلال ۽ حرام بابت ۽ ٻين اقتصادي، سياسي ۽ معاشرتي مسئلن سان واسطو رکندڙ ڳالهيون مصنف جي قول جي مطابق اهي سڀ حڪم عارضي سمجهڻ گهرجن جي معاشري جي تبديل ٿيڻ بعد معطل يا منسوخ ٿي وڃن ٿا.

مصنف کي ٻي شڪايت اها آهي ته ملاجي چوڻ مطابق جيڪڏهن اڳيان الهامي ڪتاب منسوخ ٿي ويل آهن ته پوءِ اهو قانون قرآن سان ڇو نه لاڳو ٿيڻ گهرجي. چنانچ فرمائي ٿو ته اڳين پيغمبرن ۽ ڪتابن جي حڪمن جي منسوخي ان ڪري ٿي هئي ته اهي جنهن دور ۽ معاشري لاءِ نافذ ٿيل هئا اهو بدلجي چڪو هو ساڳئي حالت سڄي نهج وارن قرآني حڪمن سان به لاڳو ٿي سگهي ٿي. زماني ۽ معاشري جي بدلجڻ بعد، اهي خارج سمجهڻ گهرجن. ڇا چوري لاءِ هٿ وڍائڻ ڪن ڏوهن ۾ سنگسار ڪرائڻ، وحشاني دور جي رواجن، قرباني وغيره کي جاري رکڻ سان اسلام جي وقعت وڌي ٿي يا گهٽجي ٿي؟ انهي ساڳئي صفحي 42 تي اڳتي هلي لکي ٿو ته ٻين مذهبي ڪتابن وانگر قرآن مان بنيادي ڳالهين بابت حوالا وٺي سگهجن ٿا باقي روز مره جي ڳالهين لاءِ قرآن جي رهبري منسوخ سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته انهن جي افاديت ڪا نه رهي آهي. انڪان پوءِ مصنف استدلال پيش ڪندي لکي ٿو ته رستن جي موٽر ٽرئفڪ، پارليامينٽ جي ڪار گذاري، جديد بين الاقوامي قانونن، جديد جنگي هنر سائنسي کوجنا بابت قرآن ڪهڙي هدايت ڏيئي سگهي ٿو، جو دنيا جي هر مشڪل مسئلي جي حل لاءِ سند يا مخزن ڪري ڪتب آڻجي؟ پر مصنف انهي ڳالهه تي به بس ڪانه ڪئي آهي چنانچ صفحي 143 تي قرآن جي اهميت کي مزيد گهٽائڻ جي لاءِ رقمطراز آهي، ”هن زماني جي مشهور فلاسافر برنارڊشا جملي مذهبي ڪتابن لاءِ چوي ٿو ته مذهبي ڪتابن کي صبح جي اخبار وانگر پڙهي انهن مان ڪم جون ڳالهيون اخذ ڪري پوءِ ڪين ڪاغذ جي ٽوڪري ۾ رکي ڇڏڻ گهرجي.“ هتي مان اهو واضح

ڪرڻ تو گهران تہ برناردشا جو اهو حوالو مصنف قرآن مجيد جي ئي سلسليوار ذڪر ۾ ڏنو آهي.

جهاد اسلام جو هڪڙو بنيادي رڪن آهي جو پنهنجي اندر هڪ وسيع معنيٰ رکي ٿو. مصنف کي ان لفظ کان ايتري تہ چڙ آهي جو جهاد جو نالو ونندي ئي آتش زير پا ٿيو پوي. هن جهاد جي معنيٰ زور زبردستي ورتي آهي ۽ جتي ڪٿي جڏهن بہ جهاد جو لفظ استعمال ڪيو اٿس تہ ان مان بطور مترادف جي زور زبردستي جو اصطلاح ضرور ڪم آندو اٿس. چنانچ صفحہ 136 تي لکي ٿو تہ "بدقسمتي سان ملا واري اسلام جو بنياد ئي محبت جي عيوض زور زبردستي تي پيو. جهاد ان جو مکيہ رڪن شمار ٿيڻ لڳو جنهن جي معنيٰ ئي زور زبردستي سان راءِ مڃائڻ يا مسئلو حل ڪرڻ آهي. انهي اصول جي مڃڻ ڪري مسلمان گهڻين مصيبتن جو شڪار ٿيا آهن پر باوجود صوفياء ڪرام جي هدايتن جي، صاحب اقتدار طبقي جي مستقل مفاد خاطر ان ڳالهہ کان باز نہ ٿا اچن." وري اڳتي هلي لکي ٿو تہ "هتي پاڪستان ۾ باوجود ظاهري گفتگو تہ هو تڪراري ڳالهين جو فيصلو باهمي گفتگو ۽ سمجهوتي سان ڪرڻ جا حامي آهن، عملي طرح هنن جو زور زبردستي ۾ ويساه پڻ رهيو آهي." وري ساڳئي صفحي تي لکي ٿو تہ ملا واري اسلام ۾ جهاد مذهب جو رڪن ٿيو پوي. قاديانين حالات حاضره کان متاثر ٿي جهاد کي غير ضروري ٺهرايو. تہ انهن کي ملن اسلام کان خارج ڪري ڇڏيو. ڇڻ تہ اسلام سندن ملڪيت هئي جنهن ۾ ڪنهن کي رهڻ جي اجازت ڏين يا نہ ڏين."

مصنف جيئن تہ پنهنجو پاڻ کي صوفي ٿو سڏائي (خدا بهتر ٿو ڄاڻي تہ تصوف جي ڪهڙي سلسلي سان هنجو تعلق آهي) ان ڪري هنجو اسلام جي شريعتي نظام ۾ قطعي ڪو ويساه ڪونهي. چنانچ ان بابت 171 صفحي تي لکي ٿو تہ "اسلام جي نالي ۾ مقرر ٿيل شريعتي قانون، عرب ملڪ جي بدويانہ دور ۾ تيار ٿيل هئا، جنهن وقت معاشرو

قبيلائي بنيادن تي تعمير ٿيل هئو موجوده تمدن هنري ۽ سائنسي دور جون تقاضائون علحده آهن.“ ساڳئي صفحي تي مصنف لکي ٿو ”صوفي ۽ سائنس سان واسطو رکندڙ ماڻهو قديم مذهبي شريعتن جي افاديت ختم ٿيل ڏسي ٿو. هن کي معلوم آهي تہ اهي دستور يا اخلاقي قانون وقتي ضرورتن ۽ معاشره جي تقاضائن مطابق بنايل هئا، جي حالتن جي بدلجڻ ڪري تبديل ٿيڻ گهرجن پر ملا طرفان ان جي مخالفت ٿئي ٿي. تہ ”اهي قانون بدلجي نٿا سگهن جو اسلام دين مڪمل آهي.“

مان مٿي ڄاڻائي آيو آهيان تہ مصنف اسلام، شعائر اسلام، مشاهير اسلام ۽ آثار اسلام کي غلط رنگ ۾ پيش ڪرڻ جي هر طرح سان ڪوشش ڪئي آهي. چنانچ هن پنهنجي ڪتاب ۾ تفصيلوار نماز، روزي، حج ۽ زڪوات ويندي ختني (طهر) سوڌو کي تنقيد نہ بلڪ تنقيص جو نشانو بنايو آهي، جنهن جي تفصيل جو هي مقام نہ آهي قارئين خود اهو ڪتاب پڙهي سگهن ٿا. ڇوتہ مصنف جا ڪارندا، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ بطور ”تبرڪ“ جي بلاقيمت تقسيم ڪري رهيا آهن. مان هتي صرف مصنف جي ڪتاب جي 110 صفحي جو ٿورو حوالو ڏيندس جنهن ۾ هن ڪعبت الله شريف ۽ حجر اسود جي متعلق نهايت ئي دريده دهني (يعني گستاخي يا بدزباني) کان ڪم ورتو آهي. چنانچ سواءِ ڪنهن تاريخي حوالي جي ڪعبت الله جي متعلق لکي ٿو ”ڪعبي جي عمارت جا هن وقت چورس آهي، ان بابت چوڻ ۾ اچي ٿو تہ گهڻي وقت کان اڳي اتي عربن جو عبادت گاه هو جنهن کي حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل درست ۽ پاڪ ڪري پنهنجي مسلڪ جو عبادت گاه بنايو. ڪن تاريخ دانن جو مورڳو چوڻ آهي تہ ڪعبي جي ڪنڊ ۾ رکيل حجر اسود اڳوڻي عبادت گاه ۾ رکيل فيلس يا لنگم جو پٿر آهي. ڪي چون ٿا تہ اڳوڻي ڪثير ديوتائن جي، مورتين مان اهو زهره جي ديوتا جي نشاني هو جنهن کي عزت جي

خاطر اتي رڪايو ويو.“ اڳتي هلي ساڳئي صفحي تي لکي ٿو تہ ”شيطانن کي پٿريون هڻڻ بابت چوڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي قديم عرب جي مخالف ديوتائن جي خلاف احتجاج ڏيکارڻ لاءِ هنيون وڃن ٿيون. ان جاهلانہ دستور کي اڃا تائين قائم رکيو اچن.“ ان صفحي جي آخر ۾ لکي ٿو: ”انهن سيني ڳالهين ۾ سواءِ قديم دستور ۽ رسمن دهرائڻ جي، ڪا هدايت يا رهبري جي ڳالهہ نہ آهي جو ملا واري اسلام کي آخري ۽ مڪمل بنائي جيڪو حج جي اهڙين قديم رسمن جي ادائگي کي فرض نهرائي ٿو.“

جيئن تہ مان مٿي ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ مصنف ڪنهن بہ بنيادي علم کان بي بهره (يعني اڻ واقف) محض آهي ۽ فقط سياسي ناڪامين ۽ مسلسل نظر بندين هن کي تصنيف ۽ تاليف جي ڪم ڪرڻ ڏانهن راغب ڪيو آهي ورنہ هن جو علمي ۽ ادبي مقام تمام گهٽ آهي. ان جو هڪ مثال صفحح 157 تي ملي ٿو. مسلمان مشاهير جي خلاف پنهنجي تعصب ۽ تنگ نظري جو مظاهرو ڪندي لکي ٿو ”مسلمان حاڪمن ملا کان جهاد جي فتوي ڪيرائي ڌارين ملڪن تي ڪاهون ڪيون. عرب، مغل ۽ ترڪ سامراج اهي ئي هٿيار ڪتب آندا. محمود غزنوي ۽ تيمور لنگ جون غارتگريون سڀ مذهبي رنگ ۾ هيون. باوجود ان جي ملن انهن کي ”غازي“ ۽ ”صاحب قرآن“ جا لقب عطا ڪيا“ هتي مصنف جي علمي بي بصري (جهالت يا اڻ ڄاڻائي) قابل رحم آهي. هندوستان ۽ پاڪستان جا مسلمان محمود غزنوي کي تہ بهرحال غازي جي لقب سان ياد ڪندا آهن ليڪن ”صاحب قرآن“ تہ اڄ تائين ڪنهن بہ بادشاه کي نہ سڏيو ويو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ تاريخ ۾ مغليہ سلطنت جا بہ بادشاه اهڙا ٿي گذريا آهن جن کي ”صاحب قرآن“ سڏيو ويندو آهي. هت قرآن زير سان آهي ۽ صاحب قرآن ان بادشاه کي سڏيو ويندو آهي جنهن جي پئدائش جي وقت آسمان جا بہ سيارا زحل ۽ مشتري ساڳئي برج ۾ هوندا آهن. چنانچ

تيمورلنگ ”صاحب قرآن اول“ ۽ شاهجان ”صاحبِ قرآن ثاني“ سڏيو ويندو آهي ڇاڪاڻ تہ انهن جي پيدائش جي وقت آسمان جا مذڪور سيارا بيان ڪيل ڪيفيت ۾ هئا. ان مان اها ڳالهہ ثابت ٿي ويئي تہ تيمورلنگ کي اهو لقب بقول مصنف جي ملن نہ ڏنو هو پر علم نجوم جي ڄاڻن ان وقت ان کي ”صاحبِ قرآن“ قرار ڏنو هو. مصنف جي ان بي علمي ۽ بي خبريءَ تي جيترو بہ افسوس ڪجي گهٽ آهي.

مان پنهنجي تبصري جي آخر ۾ اهو عرض ڪندس تہ مصنف جو پورو ڪتاب خرافات (يعني بي هودين ڳالهين) سان ڀريل آهي اڪثر ڳالهيون بار بار ورجايون ويون آهن انڪري هر صفحي ۽ پئراگراف تي قلم کڻڻ لاءِ هڪ مستقل ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي، جو مان سمجهان ٿو تہ مون کان ڪو بهتر ماڻهو اهو ڪم سرانجام ڏيئي سگهي ٿو.

مضمون ختم ڪرڻ کان پهريائين مان اها ڳالهہ سواءِ ڪنهن مرعوبيت جي يا ڪنهن خوف خطري جي چوندس تہ مصنف کي پاڪستان جي قيام جي صورت ۾ جيڪو ڪاري زخم پهتو هو ان هاڻي لاعلاج ناسور جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي. ليڪن جيئن تہ پاڪستان اسلامي نظريي جي پيداوار آهي انڪري مصنف بهتر ايئن سمجهيو آهي تہ سري کان ان جي جڙ کي ئي ڇونہ ڪاٽيو وڃي، جنهن منجهان پاڪستان جي سر سبز درخت جنم ورتو آهي، تہ نہ رهي بانس نہ وڄي بانسري. مصنف پنهنجي انهن ناپاڪ مساعي (يعني ڪوشش يا حيلو) ۾ ڪيتريقدر ڪامياب ٿئي ٿو ان جي تہ مون کي خبر نہ آهي البت مان ايترو ضرور سمجهان ٿو تہ:

ستيزه ڪار رها هي ازل سي تا امروز
چراغ مصطفوي سي شرار بولهبي

(ڪتابچہ ”تيڏي پسي ٿي“ شايع ڪيل
سنڌي دارالاشاعت والس روڊ سکر تان ورتل)

حضرت مولانا شبير احمد پنو خيرپور ميرس

# جي ايم سيد جي تحريڪ حقيقت ۾ اسلام جي بيخ ڪني جي تحريڪ آهي

ديس جي محبت تہ هڪ اهڙي طبعي شيءِ آهي جنهن ڪري هر هڪ انسان کي پنهنجي پنهنجي ديس سان محبت هوندي آهي. اها محبت جيڪڏهن پنهنجي حد اندر آهي تہ هڪ سٺي شيءِ آهي، اسلام ۾ خود اهڙيون هدايتون آهن ۽ اسلام ديس جي محبت جو سبق ڏنو آهي. ڪاٿي اسلام اهو سبق ڏنو آهي تہ پنهنجي ديس سان محبت نہ رکو اسلام تہ ايتري قدر سبق ڏنو آهي جو ديس جي جبلن سان بہ توهان جي محبت هجي. حديث شريف ۾ آهي تہ جڏهن حضور ﷺ جن مدينہ منوره کي پنهنجو ديس بڻايو تہ پوءِ جڏهن بہ ڪنهن وڏي سفر کان موٽندي احد جبل تي سندن نظر پوندي هئي تہ پاڻ هي لفظ فرمائيندا هئا:

"هذا جبل يحبنا ونحبه" (مشڪواة ص240). هي جبل آهي جنهن کي اسان سان محبت آهي ۽ اسان بہ ان سان محبت ڪريون ٿا ۽ ديس ۽ ڳوٺ جي پٿين سان بہ محبت جو اسلام سبق ڏنو آهي.

حديث شريف ۾ آهي تہ جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن جي وڏي سفر کان موٽندي مديني پاڪ جي پٿين تي نظر پوندي هئي تہ ديس (مديني) جي محبت ڪري سواري کي تڪڙو ڪندا هئا ۽ سواري کي ڪجهہ ڇوريندا هئا. (مشڪواة ص 240)

اسلام پڻ تعليم ڏني آهي تہ ديس لاءِ آبادي ۽ شادابيءَ جون رب سائين کان دعائون پيون گهرجن. جيئن تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن مديني پاڪ لاءِ دعائون گهريون آهن.

1۔ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن وٽ نئون ميوو آندو ويندو هو تہ

پاڻ ان ميوي کي وٺي ڪري رب سائين کان هن طرح دعا گهرندا هئا:

اللّٰهُمَّ بَارِكْ لَنَا فِيْ ثَمَرِنَا وَبَارِكْ لَنَا فِيْ مَدِيْنَتِنَا وَبَارِكْ لَنَا فِيْ صَاعِنَا وَبَارِكْ لَنَا فِيْ مُدِّنَا. اَللّٰهُمَّ إِنَّ إِبْرَاهِيْمَ عَبْدُكَ وَخَلِيْلُكَ وَنَبِيُّكَ وَإِنِّيْ عَبْدُكَ وَنَبِيُّكَ وَإِنَّهُ دَعَاكَ لِمَكَّةَ وَإِنَا أَدْعُوْكَ لِلْمَدِيْنَةِ بِمِثْلِ مَا دَعَاكَ لِمَكَّةَ.

ترجمو: اي الله! اسان جي لاءِ اسان جي ميون ۾ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي مديني ۾ اسان جي لاءِ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي ٽوين ۾ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي سيرن ۾ برڪت فرماءِ. اي الله! بيشڪ ابراهيم عليہ السلام تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجو دوست ۽ تنهنجو نبي آهي ۽ بيشڪ مان بہ تنهنجو ٻانهو ۽ نبي آهيان بيشڪ ان تو کان مڪي لاءِ دعا گهري آهي ۽ مان تو کان ان جي ٻيڻ تي مديني پاڪ جي لاءِ دعا گهران ٿو.

دعا گهري پوءِ اهو نئون ميوو پنهنجي ڪنهن ننڍي ٻار کي ڏئي ڇڏيندا هئا. (مشڪواة 239)

2۔ اڳ مديني شريف ۾ تاپيلي (بخار) هوندي هئي صحابہ جڏهن مڪي کان هجرت ڪري مديني شريف آيا تہ حضرت ابوبڪر صديق ۽ بلال سائين تپجي پيا. حضرت عائشہ صديقہ اها خبر رسول الله ﷺ کي ڪئي، تنهن تي نبي ڪريم ﷺ جن هيءَ دعا گهري.

اَللّٰهُمَّ حَبِّبْ إِلَيْنَا الْمَدِيْنَةَ كَحُبِّنَا مَكَّةَ. أَوْ أَشَدَّ وَصَحِّحْهَا وَبَارِكْ لَنَا فِيْ صَاعِهَا وَمُدِّهَا وَانْقُلْ حُمَّاهَا فَاجْعَلْهَا بِالْجُحْفَةِ.

يعني: اي الله! مديني پاڪ جي محبت ايئن اسان جي دلين ۾ وجهہ جيئن مڪي پاڪ جي محبت تون اسان جي دلين ۾ وڌي آهي بلڪ ان کان بہ وڌيڪ. ۽ مديني پاڪ کي صحت مند شهر بڻاءِ ۽ اسان جي لاءِ ان جي ٽوين ۽ سيرن ۾ برڪت فرماءِ ۽ ان مان تپ جي

بيماريءَ کي جحفہ ڏانهن تڙي ڇڏ.

هڪ دفعي وري هن طرح دعا گهري اٿائون.

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ بِالْمَدِيْنَةِ ضِعْفَيْ مَا بِمَكَّةَ مِنَ الْبَرَكَةِ.(بخاري ومسلم)

يعني: اي الله! مڪي پاڪ ۾ جيتري تون برڪت فرمائي آهي ان کان ٻيڻي مديني پاڪ ۾ فرماءِ.

ان کان سواءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام جو مڪي پاڪ لاءِ برڪت وغيره جي دعا گهرڻ خود قرآن پاڪ ۾ ذڪر ٿيل آهي.

انهن ڳالهين مان معلوم ٿو ٿئي تہ ديس سان محبت رکڻ جيئن فطري شيءِ اهي تيئن شرعي شيءِ بہ آهي. پوءِ جيڪڏهن سنڌي ماڻهو سنڌ سان محبت رکي ۽ سنڌ جي لاءِ برڪت جي دعا گهري ۽ سنڌ کان تڪليفن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ سنڌ جو نعرو هڻي هن مطلب سان تہ اي ڌڻي! اسان جي سنڌڙي کي آباد رک ۽ اسان جي جيجل کان ڏکن کي دور ڪر تہ پوءِ اسلام جي ڪٿي ابتڙ آهي؟

البتہ اها ديس جي محبت پنهنجي حد اندر هجي، پر جيڪڏهن اها ديس جي محبت جائز حد کان ٽپي وڃي تہ ان وقت ان جو نالو عصبيت آهي، جنهن کان اسلام منع فرمائي آهي. سائين جن جو فرمان مبارڪ آهي:

لَيْسَ مِنَّا مَنْ دَعَا إِلٰى عَصَبِيَّةٍ وَلَيْسَ مِنَّا مَنْ قَاتَلَ عَلٰى عَصَبِيَّةٍ وَلَيْسَ مِنَّا مَنْ مَاتَ عَلٰى عَصَبِيَّةٍ.(مشڪواة)

ترجمو: اسان جي جماعت مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت جو سڏ ڏئي ٿو ۽ اسان جي جماعت مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت خاطر لڙي ٿو ۽ اسان مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت تي مري ٿو.

يعني ديس سان ايتري محبت رکڻ جنهن ڪري ديس جي هر شيءِ کي چاهي سٺي هجي چاهي ڪني هجي، چاهي جائز هجي

چاهي ناجائز هجي ۽ پڻ ديس جو ماڻهو ظالم هجي چاهي مظلوم هجي ان کي پنهنجو سمجهي ڪري ان جو تعاون ڪري ۽ ان کي عزت وارو ڏسي ڪري خوشي محسوس ڪري اگرچ ظالم ڇو نہ هجي ۽ ٻاهر جي هر شيءِ کي چاهي سٺي ڇو نہ هجي. جائز ڇو نہ هجي ۽ مظلوم ڇو نہ هجي ان کي ڌاريو سمجهي ان تي خواه مخواه پيو ڪٽ ڪري حتي الامڪان ان کي پيو ذليل ڪري ان جو نالو آهي عصبيت. ان جو مثال هن طرح سمجهيو هڪ ماڻهو پرديس ۾ آهي ان کي اتي هڪ ديس جو ماڻهو نظر آيو تہ اها طبعي ڳالهہ آهي جو انکي ڏسي ڪري خوشي محسوس ڪندو ان سان ڳالهہ ٻولهہ پيو ڪندو ۽ ديس جو حال احوال پڇندو ۽ ان کي ان مان لطف پيو معلوم ٿيندو تہ هيءَ آهي ديس سان فطري محبت جو اثر ۽ اها ڳالهہ اسلام ۾ اعتراض جوڳي نہ آهي بلڪہ اسلام ان کي سٺو ٿو چوي.

پر جيڪڏهن اهو هم وطني ماڻهو ڪنهن مقامي ماڻهو سان اٽڪي پيو تہ پوءِ اهو شخص حق، ناحق کي نہ ڏسي صرف هن ڪري هموطني جو ساٿ ڏئي ٿو جو هم وطني آهي تہ اها ان جي عصبيت آهي ۽ اسلام ڪڏهن بہ ان کي جائز نہ ڪيو آهي.

ان بناتي جيئي سنڌ جي تحريڪ جيڪڏهن ديس سان طبعي محبت جي حد اندر آهي ۽ جيئي سنڌ جي نعري جو مطلب محض دعا آهي تہ هزار ڀيرا ان نعري سان هم آواز هجڻ کي پنهنجي لاءِ ڀلو ڀاڳ ٿا سمجهون ۽ دلي دعا آهي تہ الله تعاليٰ اسان جي سنڌ کي قيامت تائين زنده رکي ۽ خوش حال ۽ سرسبز رکي. (آمين)

پر جڏهن ان نعري جي پويان عصبيت جو هڪ بدبودار ذهن ڪم ڪري رهيو آهي جو محمد بن قاسم رحمه الله جهڙي فخر انسانيت رهنما کان نفرت ڪرڻ ۽ راجا ڏاهر جهڙي ننگ انسانيت ۽ ظلم جي ديو سان محبت ڪرڻ سيکاري ٿو.

اها ظاهر ظهور عصبيت آهي جنهن کان اسلام سخت منع

ڪئي آهي. هاڻي هيٺيان خط پڙهو:

(1) هڪ ڇوڪريءَ جو خط ڏسو جيڪو روزنامہ حريت ڪراچيءَ ۾ ڇپيو هو ۽ اها ڇوڪري بہ ان تحريڪ جي تائيد ڪندي لکي ٿي:-

"راجا ڏاهر هڪ سنڌي هو چاهي اهو هندو هجي يا مسلمان اسان جو هيرو آهي. وقت جي اچڻ تي هيءَ ثابت ٿيندو تہ اسان سنڌي محمد بن قاسم تي لعنت موڪليندا آهيون. شاهہ لطيف کي سلام ڪندا آهيون. جي ايم سيد کي سلام ڪندا آهيون. سنڌ جي عظمت اسلام سان نہ آهي. پر موهن جي دڙي سان آهي. لڪين اسلام ان تي قربان هجن. اسان جو نعرو آهي مرسون مرسون پر سنڌ نہ ڏيسون. اسان ڇوڪرين هيءُ طي ڪيو آهي تہ پنهنجي ٻارن جا نالا ڏاهر، هيمون ڪالاڻي، شيخ اياز ۽ هوشو جي نالن تي رکنديونسين."

(حريت ميگزين 18 نومبر 1968) بحوالہ "عصرِ حاضر میں اسلام کیسے نافذ ہو؟" ص97

هڪ ٻئي ڇوڪري هن طرح لکي ٿي:

"اهو اسلام ۽ پاڪستان جو اسان کان اسان جي سنڌ ۽ سنڌي زبان کسي، اهڙي اسلام ۽ پاڪستان کي اسان پنهنجو بڇڙو دشمن سمجهون ٿا. هي ڪوڙ آهي تہ سنڌ صرف اسلام ۽ اسلامي فلسفي جي ڪري عظيم آهي، سنڌ جي عظمت سنڌ جو سادي طبيعت وارو بهادر عوام آهي، سنڌ. موهن جو دڙو. ڪوٽ ڏيجي جا آثار قديمہ ۽ لطيف. سچل، اياز جي ايم سيد جهڙن شاعرن ۽ دانشورن جي ڪري عظيم آهي، اها پنهنجي تهذيب جي ڪري عظيم آهي. ("عصرِ حاضر میں اسلام کیسے نافذ ہو؟" ص97)

ٻنهي ڇوڪرين جي بڪواس کان بعد هاڻي جي ايم سيد جي بڪواس ٻڌو:

"ماڻهن جي ذهن صاف ڪرڻ لاءِ، ڪين هينين سوالن تي صاف راءِ قائم ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻو پوندو.

(الف) راجا ڏاهر کي قومي هيرو ڪري شمار ڪجي ۽ محمد بن قاسم ۽ عرب سامراج کي سنڌ دشمن ڪري سمجهي.

(ب) سامراجي اسلامي تشريح کي رد ڪري، سنڌ درويشن جي ٻڌايل طريقي مطابق، قوم پرستي جي بنياد تي مذهب جي نئين تشريح ڪجي.

(ت) صحيح قوم پرست ان کي شمار ڪجي جو جناح ۽ لياقت کان ڊاڪٽر چوئٿ رام جي زياده عزت ڪري. (سنڌوءَ جي ساجاهہ ج 1 ص35)".

اها ديس سان ايتري حد کان مٿي محبت رکڻ عصبيت آهي ۽ اسلام اهڙي محبت کان جهليو آهي. اسلام تہ انسان ذات جو سڄڻ آهي، انسان جيڪڏهن اسلام جي ڳالهہ نہ مڃيندو اسلام کي ڪهڙو نقصان آهي. نقصان انسان جوئي آهي. سچ فرمايو آهي حضور ﷺ:

"حبک الشي، يعمي ويصم" (مشکواة ص418) تو کي جنهن جي محبت ٿيندي آهي (اها تو کي) انڌو ۽ ٻوڙو ڪندي آهي تہ اهي جيئي سنڌ وارا ويچارا ديس جي محبت ۾ ايترو غلو ۾ پئجي ويا آهن جو بس ديس ئي ديس انهن وٽ آهي، جنهن ڪري ديس ۾ جيڪي خراب شيون آهن ۽ خرابيون آهن انهن تي انهن جي نظر نہ ٿي پوي. پر جيڪڏهن ڪو ڪٺي انهن کي اهي خرابيون ٻڌائي ٿو تہ اهي وري ٻڌڻ لاءِ بہ تيار نہ آهن.

اها انڌا ڌنڌ محبت نقصان ڪار آهي جو انهن ماڻهن وٽ سنڌ جو نانگ پرائي مينهن کان ڀلو آهي. هيءَ بہ ڪا سمجهہ آهي. نانگ جو سنڌ جو آهي، ڀلي ڏنگي ۽ کائي تہ ان کي چڏي ڏجي ۽ مينهن توڙي منو کير بہ پياري پر جڏهن اها سنڌ جي نہ آهي تنهن ڪري انکي پاڻ وٽ نہ رکجي. اهڙي طرح سنڌ جو ظالم جيڪو پيڙهن کان وٺي اسان کي گهاٽي وانگر پيڙيندو اچي اهو ڀلي اسان جي اکين تي هجي ڇو تہ سنڌ جو آهي پر ڪو مهاجر يا ڪو پناڻ يا ڪو ٻيو جيڪڏهن اسان کي ان

ظالم کان آجو ڪري ۽ اسان کي سک ونائي اهو دشمن ۽ لٽيرو آهي.

اسلام اسان کي پنهنجي فائدي لاءِ هدايت ڪئي آهي تہ توهان پنهنجي ديس سان محبت رکو اوهان جو ديسي اوهان سان جيستائين سهٺو هلي ٿو اهو اوهان لاءِ پلو آهي. پر جيڪڏهن هڪ ڌاريو اچي ڪري توهان کي عزت بخشي ۽ توهان جو قدر ڪري تہ ان جي اوهان بہ عزت ڪريو هرويرو پنهنجي آڏو اوهان چو پيڙ جو. هيءُ ڪيڏي نہ اسلام جي سهٺي تعليم آهي.

مطلب تہ اهوئي آهي تہ جيئن انسان کي عزت ۽ سک حاصل ٿئي جيڪڏهن پنهنجي کان عزت ۽ سک حاصل ٿئي تہ اها عين وڏي غنيمت آهي پر جيڪڏهن پنهنجو پيو ٿو ڏنگي تہ ان وقت انکي ڦٽي ڪبو ۽ سنڌي ۾ چوڻي آهي تہ ”بن پيو اهو سون جيڪو ڪن ڇني“.

محمد بن قاسم يا اسلام اسان کي راجا ڏاهر جي ظلمن ۾ پيڙجڻ کان بچايو تہ اسان جو سڄڻ اسلام ۽ محمد بن قاسم آهي. توڙي ڪٺي ڌاريو آهي ۽ راجا ڏاهر دشمن آهي توڙي ڪٺي اسان جي سنڌ جو آهي.

راجا ڏاهر جي حڪومت ۾ اسان بت پرست هياسي، محمد بن قاسم جي ڪري اسان خدا پرست ٿياسي، انسان جي عزت خدا پرستي ۾ آهي نہ بت پرستي ۾. راجا ڏاهر جي حڪومت ۾ اسان ان جا ڇيڙا هياسي اسان کي سک نہ هو. محمد بن قاسم جي ڪري اسان کان اها ڇيڙ ڇٽي آزاد ۽ سک وارا ٿياسي. راجا ڏاهر جي حڪومت جي ڪري اسان جا ٻئي جهان ختم هيا. محمد بن قاسم جي ڪري اسان جا ٻئي جهان سڌريا ۽ پڻ راجا ڏاهر اهڙو بدڪردار جو حڪومت بچائڻ خاطر پنهنجي ڀيڻ سان نڪاح ڪيائين. جنهن کي سنڌي پاءُ هيرو ٿو ڪوٺي پوءِ جيڪو پنهنجي ڀيڻ سان نڪاح ڪري، ادا اهو هيرو آهي يا ولين؟ هوڏانهن محمد بن قاسم اهڙو غيور جو قوم جي عورتن جي عصمت بچائڻ خاطر هزارين ميل سفر ڪري وڏا ٿاٻا کائي بہ اهي ڌارين کان ڇڏائي ٿو تہ پوءِ محمد بن قاسم هزارها بار خدا جي رحمت

جي لائق آهي راجا ڏاهر هزارها بار لعنت جي لائق آهي.

مطلب تہ اسلام ديس جي محبت جو سبق ڏنو آهي پر ان سان گڏوگڏ اها بہ هدايت ڪئي اٿائين تہ ايتري محبت نہ هجي جو تنهنجي عزت ۽ سک قرجي وڃي. پنهنجي عزت ۽ سک سان گڏ ديس جي محبت رکڻ عين ايمان آهي.

هيءُ الله تعاليٰ جو ڪرم آهي جو عصبيت جون تحريڪون توڙي ڪٿي هر جاءِ تي محدود حلقن ۾ موجود آهن پر اڪثريت مسلمانن جي انهن تحريڪن جي مخالف آهي.

سنڌ جا ڪجھ ماڻهو ڪٿي راجا ڏاهر کان ڪيترو بہ خوش آهن پر ان هوندي بہ علائقي جا نيڪ دل ۽ اسلام جي نالي تي قربانين ڏيڻ واري عوام جي اڪثريت ان نعري کي نفرت جي نگاھ سان هن ڪري ڏسندي آهي تہ ان نعري جي پويان عصبيت آهي.

عصبيت اهڙي بري شيءِ آهي جو جيڪڏهن ان جي خاتمي جي طرف پورو توجہ نہ ڏنو ويو تہ ياد رکڻ گهرجي تہ جي اڄ صرف راجا ڏاهر کي هيرو ٺو چيو وڃي تہ سڀاڻي مهاراجا رنجيت سنگھ کي هيرو چيو ويندو، وري صرف محمد بن قاسم ئي نہ پر محمود غزنوي، محمد غوري، ظهير الدين بابر، احمد شاھ ابدالي کي بہ لٽيرو چيو ويندو ۽ عجب نہ آهي تہ ڪوئي بيوقوف شيطان ۽ جنن کي پنهنجو هيرو قرار ڏيئي ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي لٽيرو قرار ڏئي. (نعوذ بالله).

## 4- قوميت جو مسئلو

گذريل ورقن ۾ خوب ظاهر لکيو ويو آهي تہ اسلام ۾ قوميت جو بلڪل لحاظ آهي يعني مائٽن ۽ عزيزن جي لحاظ ڪرڻ جو اسلام وڏو تاڪيد ڪيو آهي جو حضور اڪرم ﷺ جن هر قوم جي سردار جي عزت ڪندا هئا، قوم جا فيصلا بہ انهن جي سردارن کان ڪرائيندا هئا. جيئن بنو قريظہ جو فيصلو حضرت سعد کان ڪرايائون ۽ پڻ حضرت

عمر رضہ جن سرڪاري امداد ان قوم جي ماڻهو جي حوالي ڪري ان کان تقسيم ڪرائيندا هئا ۽ صدقات ۽ خيرات ڏيڻ ۾ اسلام عزيزن کي ڏيڻ جو وڏو تاڪيد ڪيو آهي ۽ پڻ انهن کي ڏيڻ ۾ ٻيڻي اجر جو وعدو ڪيو ويو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام ۾ قوميت جو لحاظ ضروري آهي.

هائو! البت ايترو ضرور آهي جو اسلام برابر پنهنجن سان قرب ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي پر ان سان گڏوگڏ ڏارين سان ظلم ڪرڻ کان بہ جهليو آهي ايتري تائين جو ڪو حيوان سان بہ ظلم نہ ڪري.

حديث پاڪ ۾ آهي تہ ٻليءَ سان ظلم ڪرڻ ڪري هڪ عورت جهنم ۾ وئي. (مشڪواة ص 168) ۽ ڪتي کي پاڻي پيارڻ جي ڪري هڪ عورت بهشت ۾ وئي (مشڪواة ص 168). پوءِ جڏهن اسلام حيوانن جي مٿان ظلم ڪرڻ جي اجازت نٿو ڏئي تہ پوءِ جيڪو ڏاريو انسان آهي ان سان ڪيئن ظلم ڪرڻ جي اجازت ڏيندو ڇو تہ اهو بہ آخر تہ حيوانن جي بنسبت ڏاريو شخص پنهنجو ئي آهي. مطلب تہ اسلام ڏارئي تي ظلم ڪرڻ کان روڪيو آهي ۽ ڏارئي تي ظلم ڪرڻ کي اسلام عصبيت چيو آهي.

حضرت واثلہ بن الاسقع رضہ رسول الله ﷺ کي عرض ڪيو تہ:

يا رسول الله! ما العصبيت؟ قال ان يعين قومک علي الظلم (رواه ابو دائود مشڪواة ص 418)

اي الله جا رسول! عصبيت ڇا آهي؟ فرمايائون تہ ظلم تي پنهنجي قوم سان مدد ڪرڻ، معلوم ٿيو تہ پنهنجي جي مدد تڏهن ڪبي جڏهن پنهنجو ظالم نہ هجي پر جيڪڏهن پنهنجو ظالم آهي تہ ان جي مدد نہ ڪبي ۽ پڻ پنهنجي جي مدد ڪرڻ تڏهن ڀلي شيءِ آهي جڏهن پنهنجو ظالم نہ هجي. جيئن حضور ﷺ جو ارشاد گرامي آهي. ”خيرکم المدافع عن عشيرته مالم يا ثم“ (رواه ابو دائود ومشڪواة ص418). توهان ۾ ڀلو اهو آهي جيڪو پنهنجي جي پير وٺي ان کان

ظلم کي ٿاري ايتري ٿائين جو گناھہ ۾ نہ پوي.

هن حديث مان هيءَ ڳالهہ بہ معلوم ٿي تہ پنهنجي جي مدد ڪرڻ تمام وڏي نيڪي آهي پر ظلم تي مدد ڪرڻ نہ هجي. هڪ ٻي حديث ۾ اهي تہ هڪ صحابي رسول الله ﷺ کي عرض ڪيو تہ ڇا پنهنجي قوم سان محبت رکڻ عصبيت آهي فرمايائون:

لا ولکن من العصبيہ ان ينصر الرجل قومہ علي الظلم. (رواه احمد وابن ماجہ مشکواة ص 418)

نہ پر عصبيت مان هي ڳالهہ آهي جو شخص ظلم تي پنهنجي قوم جي مدد ڪري.

هاڻي جڏهن عصبيت جي معنيٰ واضح ٿي چڪي تہ پوءِ عصبيت جو شريعت پاڪ ۾ حڪم ٻڌو.

(1) ان رسول الله صلي الله عليہ وسلم قال ليس منا من دعا الي عصبية وليس منا من قاتل عصبيہ وليس منا من مات علي عصبية .
(رواه ابو دائود ومشکواة ص418)

ترجمو: بيشڪ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ نہ آهي اهو اسان مان جيڪو عصبيت ڏي سڏي ۽ نہ آهي اسان مان اهو جيڪو عصبيت تي لڙي ۽ نہ آهي اهو اسان مان جيڪو عصبيت تي مري.

(2) عن النبي صلي الله عليہ وسلم قال من نصر قومہ عليٰ غير الحق فهو کالبعير الذي رديٰ فهو ينزع بذنبہ (مشکواة ص 418)

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو قوم جي ناحق تي مدد ٿو ڪري تہ پوءِ اهو ان اٺ وانگر آهي جيڪو کوھہ ۾ ڪري پوءِ ان کي پڇ کان وٺي ڇڪجي.

يعني هن (مراد جي ايم سيد) جو مقصد هو تہ قوم جي ظلم تي مدد ڪرڻ سان ڪو وڏي رتبي کي پهچندس نہ ڄاڻ تہ وڃي گناھہ جي کوھہ ۾ اونڌي ڪنڌ ايئن وڃي ڪريو جيئن اُٺ اونڌي ڪنڌ وڃي ڪري ۽ هلاڪ ٿئي. پوءِ پڇ کان وٺي ان کي گهلجي تہ جيئن اٺ کي

پڇ ڪان وٺي گهڻ فائدو نہ ڏيندو تيئن هن ڪي بہ اها قومي عبيت فائدو نہ ڏيندي.

## مهاجرن جو مسئلو

ملڪ جي ورهاڱي ڪان پوءِ هندوستان مان جيڪي مسلمان اسلامي ياثري جي ڪري هت آيا. انهن اسان سان ظلم ڪونہ ڪيو هو. جيڪي مقامي ماڻهن (انصارن) سان ظلم ٿيو آهي سو حڪومت پاڪستان جي ڪيو آهي جو حڪوت پاڪستان جي هندن جي املاڪ جو مالڪ صرف سرمائيدار مهاجرن کي بڻايائين حالانڪہ ان ۾ مقامي مسلمان (انصارن) جو بہ حق هيو جيئن تہ ان مسئلي کي زمين جي بحث ۾ اڳتي هلي ڪري ذڪر ڪيو ويندو پر اسلام جي صدقي پاڪستان بڻجڻ ڪان بعد مقامي مسلمانن (انصارن) کي پوءِ وري بہ فائدو رسيو آهي. جو جيڪي هندو اسان کي پيڙهن ڪان وٺي پيڙيندا اچن پيا. اسان جون ملڪيتون هوريان هوريا وياج ۾ تڳي وغيره جي ذريعي کسيندا اچن پيا. جنهن ڪري اسان جون واڳون هندن جي هٿ ۾ هيون ملڪيتون کسي ويا ۾ اسان جو معاشي حال برو ٿي ويو جو اسان مسلمان انهن جو گولپو (نوڪري۔ مزدوري) ڪري پيٽ ۾ مانيءَ جو تڪر وجهندا هيا سي باوجود هن جي جو واٽين ڪان سنڌ ۾ اڪثريت بہ مسلمانن جي هئي ايتري اڪثريت هوندي بہ مسلمان هندن جا محتاج ۾ زيردست هوندا هئا.

مطلب تہ سنڌي مسلمانن جي مٿان واٽين جو ڏاڍ هلندو هو. الله تعاليٰ سنڌي مسلمانن جي مٿان ڪرم ڪيو جو هندوستان تقسيم ٿيو جنهن ڪري سنڌ مان اهي جابر هندو جيڪي مسلمانن کي پيڙڻ پنهنجو ڄڻ حق سمجهندا هئا. انهن کي تڙيائين پوءِ هندن واري جائداد ۾ ملڪيت انهن مسلمانن کي ڏنائين جيڪي هندوستان مان لڏي هت آيا ۾ جنهن کي مهاجر ڪوٺيو ٿو وڃي ان مان معلوم ٿيو تہ مهاجرن کي

اسين پنهنجي ملڪيت مان ڪجهه بہ نہ ڏنو آهي. اسان جي دشمنن کي الله تعاليٰ تڙي ڪري اهي جايون ۽ ملڪيتون اسان جي ديني ڀائرن مهاجرن کي ڏنائين.

جنهن ڪري اسان جو معاشي معاملو ۽ ديني معاملو هندن واري وقت کان سڌري ويو. هي مهاجر اسان جي تابع ٿيا ۽ اسان جي رحم ڪرم تي هتي رهيا. نہ مهاجرن اسان جي معاش ۽ تهذيب کي نقصان ڏنو بلڪ اسان جو معاشي معاملو ڪيئي درجا سنو ٿي ويو ڪافي سالن تائين اسان جي سنڌي مسلمانن واٽين جي ملڪيتن مان مفت ۾ فائدو پي ورتو. جيستائين مهاجر ڳولي ڦولي پنهنجي ڪليم ڪيل ملڪيت حاصل ڪري. پوءِ بہ تقريباً چاليهن سالن جي اندر اسان جي سنڌين هندن واريون ملڪيتون مهاجرن کان ملهہ سان ورتيون جنهن ڪري اسان جا سنڌي ڀائر اڳي کان وڌيڪ سکيا ۽ ستابا ٿا رهن.

پر ان هوندي بہ اسان جو سنڌي ڀاءُ اهو هندن وارو دور ياد نہ ٿو ڪري ۽ نہ ٿو سوچي تہ اها هندن واري شامت خدا ڪنهن جي صدقي دور ڪئي. ڇڙو مهاجر کي دولت وارو ڏسي ڪري سڙي ٿو ۽ چوي ٿو تہ اسان ڦرجي وياسي هنن وٽ هيڏي دولت اسان وٽ گهٽ ڇو؟

## 6- سنڌي تهذيب ۽ لباس

شريعت پاڪ قومي لباس کان هرگز منع نہ ڪئي آهي شريعت ۾ صرف ايتري ڳالهہ ضروري آهي تہ مرد جي لاءِ پٽ پهرڻ ۽ ڪفار ۽ فساق جي مشابهہ لباس پهرڻ ۽ پيڏين کان هيٺ ڪپڙو لڙڪائڻ ۽ عورتن جي لباس کان منع ڪئي آهي. (ڪفايت المفتي ج ص 146)

حتاڪ جنهن ملڪ ۾ ڪو لباس مسلم ۽ غير مسلم ۾ مشترڪ آهي جنهن جي نشاني هي آهي تہ اتي سڀ قومون ۽ سمورن مذهبن جا ماڻهو هڪ ئي لباس پائيندا آهن تہ اتي ان کي پائڻ ۾ ڪجهہ بہ حرج نہ آهي. (امداد الفتاويٰ ص 268)

ان ڪري پاڪستان ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو سوئٽر يا ڪوٽ پائي تہ جائز آهي ڇو تہ پاڪستان ۾ مسلم ۽ غير مسلم جو مشترڪ لباس آهي ۽ سوٽ ڪوٽ پائڻ جائز نہ آهي ڇو تہ پاڪستان ۾ اهو لباس مسلم ۽ غير مسلم ۾ مشترڪ نہ آهي بلڪ ان کي انگريزن (نصارن) جو لباس سمجهيو ويندو آهي ان ڪري ان جو پائڻ مسلم کي مڪروه ۽ ناجائز آهي (ڪذافي ڪفايت المفتي ج9 ص 137 ص 141 ص 147 فتاويٰ رشيد 2 70) پر جيڪي ماڻهو نصارن جي ملڪ ۾ رهن ٿا جو اتي مسلمانن جو بہ اهو لباس آهي تہ پوءِ انهن مسلمانن کي اتي سوٽ ڪوٽ پائڻ گناهہ نہ آهي ڇو تہ اتي اهو لباس نصارا جو شعار نہ آهي بلڪ عام لباس آهي جو مسلم غير مسلم ٻئي استعمال ڪن ٿا. (فتاويٰ رشيديہ ص 7)

ڪتاب "اسلام جو معاشي نظام" تان ورتل

قاضي فيض محمد
ايڊووڪيٽ نواب شاھ

# جي ايم سيد جي سنڌو ديش واري تحريڪ ۽ زميني حقائق

اهي ماڻهو جي سمجهن ٿا تہ چند نعرن سان انقلاب اچي ويندو اهي ڏاڍا ڀليل آهن. ايئن چوڻ تہ سنڌي صفا علحده زبان آهي. اهو صحيح نہ آهي، اسين سڀ برصغير جا ماڻهو گهڻين ڳالهين ۾ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهيون. خاص طرح پاڪستان ۾ رهندڙ ايڪايون پڻ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. ثقافت ۽ زبان جي ترقي تي زور ڏئي منافرت ڦهلائڻ نيڪ نہ آهي، اهي ماڻهن جي پنجن زبانن سرائڪي، پنجابي، سنڌي، پشتو ۽ بلوچي جو انڪار ڪري انهن زبانن يا تهذيبن کي ختم ڪري هڪ زبان ۽ هڪ تهذيب جو ذڪر ڇيڙي نفرت پيا ڦهلائين، اهي سڀي ڌريون وڏي غلطي ڪري رهيون آهن.

سنڌ جي ماڻهن کي بہ هاڻي اهو چڱي طرح سوچڻو ۽ ميڄڻو پوندو تہ اها سنڌ جا ورهاڱي کان اڳ هئي سا وري پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي، پر جي اڄ پاڪستان نہ هجي ۽ اها ساڳي سنڌ هجي تڏهن بہ ساڳيا چگهہ ساڳيا لاٿون هجن. مذهبن جو فرق ۽ اقتصادي طور سنڌ جي مسلمانن جي تباهي، اها ساڳي نفرت جي باهہ ٻاري ان کي تازو رکيو اچي ها. سچ تہ پاڪستان جي نهڻ لاءِ سنڌ ۽ پنجاب جا غير مسلم پڻ جوابدار آهن. جن پاڻ کي الڳ فرقو ناهيو ۽ عوام کي تباهہ ڪيو ۽ هنن جي برباديءَ ۾ هنن جو بہ هٿ هو هيءَ ميرن واري انگريزن سان جنگ جنهن سنڌ جي آزادي ختم ڪري ڇڏي. انهي کان پوءِ سنڌ ۾ ڇا ٿيو ۽ انگريز جي حڪومت اٽڪل هڪ سئو سال هلي. پنهنجي

مسلمانن وڏن ماڻهن مسلم عوام سان ڇا ڪيو. هندن مسلمانن سان ڇا ڪيو ۽ اڄ سنڌي عوام جي ڪهڙي حالت آهي، اهي سڀ ڳالهيون غور طلب آهن.

سنڌ جي ماڻهن جي تعليمي حالت، اخلاقي حالت، اقتصادي حالت، معاشرتي حالت پڻ خيال ۾ آڻيون آهن. جاگيرداري نظام آهي. پير پرستي، قبر پرستي ۽ خود غرضي جي غلبي، سنڌي عوام کي ڪٿي وڃي پهچايو آهي. وڏين هلچلن ۽ ان انقلابن جي واسطي تنظيم گهرجي. تعليم گهرجي، بيداري گهرجي، سوا سو يا هزار جي بي انداز ۾ ماڻهو هجن، جن جي ڪا سوچ هجي ۽ صرف نعري بازي سان نفرت پکيڙي پنيور کي باهه ڏئي، سمهي پئجي، ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو.

سنڌي جيڪي سنڌ ڇڏي ويا. انهي ۾ اسان جو ۽ هنن جو يعني ٻنهي ڌرين جو ڏوه آهي. صدين کان گڏ رهندي به اسان هڪ ٻئي جا نه ٿياسين، اها ئي هندو ۽ مسلمان واري سوچ اسان جي دماغن ۾ رهي. اسين هتان وارا سنڌي مسلمان جي سوچ اسان جي دماغن ۾ رهي. اسين هتان وارا سنڌي مسلمان جي سچا خدا جا پرستش ڪندڙ هجون ها ته پوءِ سڀ انسان ذات اسان لاءِ عزت، احترام ۽ حُرمت جي حقدار هجي ها. هندن کي اسان مان ڪوبه خوف نه هجي ها، ساڳي وقت هو پنهنجي تعليم ۽ اقتصادي بهتري جي ڪري پنهنجي سنڌي مسلمان ڀائرن کي ڀاءُ ڪري سمجهن ها، تڏهن به هيءُ وطن جو وڇوڙو ڪين نصيب نه ٿئي ها. هاڻي هو هتان لڏي ويا ۽ خاص طرح مسلمانن جي خوف کان. هاڻي اسان ڪهڙي طرح بهتر انسان بنيا آهيون، جو هو پنهنجا هندوستان مان اجها ڇڏي هت اچن. ساڳي وقت اسان جا مسلمان ڀائر جي هندن جي خوف کان ۽ ظلمن سبب لڏي هت اچي ويٺا، اهي هتان ڇو لڏين. هي سڀ ڳالهيون ڏيکارين ٿيون ته سنڌ ساڳي شڪل ۾ وري نڪري نروار ٿئي، اهو ناممڪن آهي. هاڻي هت آيل

ماڻهو سڀ سنڌ ۽ پاڪستان جا شهري آهن. انهن کي بہ اسان پراڻن سنڌين وارا ساڳيا حق هئڻ گهرجن.

ورهاڱي کان اڳ اهو بہ هڪ خيال هو تہ هندوستاني سڀ هڪ قوم آهن. دليل اهو هو تہ هندوستان کي هڪ جاگرافي هئي. سڀ صوبا، هميشہ گڏ رهيا هئا. هندن ۽ مسلمانن جون ساڳيون زبانون هيون ۽ ثقافت پڻ ساڳي هئي تہ انهي دليل موجب ورهاڱي کان پوءِ ۽ خاص طرح هاڻوڪو پاڪستان تہ انهن سيني نڪتن تي پورو اچي ٿو. وڏيڪ تہ هت گهڻائي بہ مسلمانن جي آهي پوءِ يقيني طور هڪ ملڪ جي لحاظ کان اسين سڀ پاڪستاني قوم آهيون. ساڳي وقت پاڪستان جي آئين موجب، اسين چئن صوبن ۾ ورهايل آهيون، پنهنجي صوبي اندر، اسين پنجابي، سنڌي، بلوچ ۽ پناڻ آهيون.

هن وقت هر هڪ صوبو پاڪستان جي بقا جو ٿنڀ آهي،ڪنهن بہ صوبي جي جدا ٿيڻ سان، سڄو پاڪستان تہ ختم ٿيندو پر خود اهو صوبو بہ مصيبت ۾ ايندو. ڪو بہ صوبو ازخود آزاد رهي نہ سگهندو پوءِ ضروري آهي تہ هن کي هندوستان جي سهاري جيئڻو پوندو يا ڪنهن بئي وڏي ملڪ جي آسري تي جي سگهندو. مڪمل آزادي ناشدني آهي. هن وقت اها لهر آهي جو سڀ ملڪ گڏجي هڪ بلاڪ ٺاهڻ گهرن ٿا، يا هڪ فيڊريشن جي رستي ڳنڍجڻ گهرن ٿا. جهڙوڪ يورپ ۾ هڪ وڏي تحريڪ هلي رهي آهي تہ سڀ ملڪ پنهنجي خودمختياري قائم رکندي هڪ فيڊريشن ۾ شامل ٿين ۽ سڄي يورپ جي هڪ پارليامينٽ ٿيڻ گهرجي.

باقي سوال رهيو سنڌ سان زيادتيون. زيادتيون ضرور ٿيون ۽ ٿينديون رهنديون. ان لاءِ جوابدار ڪير آهي؟ صرف زيادتيون ڪندڙ ڏوهاري ڪونہ آهن پر اسين سنڌي خود بہ ڏوهاري آهيون. اسان سنڌين جو معاشرو جاگيردارانہ آهي ۽ خاص طرح ٻهراڙي جا سنڌي مسلمان تہ تباهي جي حد تي وڃي پهتا آهن. هنن اندر سستي آهي، جهل آهي،

پيرن، جاگيردارن جي پوڄا جاري آهي، مگر وڏن شهرن جا ماڻهو انهي بيماري کان گهڻو ڪري آزاد آهن ۽ هو اسان جا پائر ٻاهران آيل آهن. پراڻا سنڌي جي جهل ۾ غرق آهن، اهي پنهنجن نون آيلن سان حياتيءَ جي ڪشمڪش ۾ ڪيئن مقابلو ڪائي سگهندا، انهي لاءِ ضروري آهي تہ پراڻن سنڌين کي جهل کان ٻاهر ڪيڄي. جاگيرداري نظام کان ٻاهر ڪيڄي. نئين زماني جي ماحول ۾ اچن، پوءِ سنڌين، سنڌي زبان ۽ سنڌ جي بچڻ جو امڪان آهي. مگر اسان جا هي لاتون ۽ هي چگهہ آهن تہ پوءِ پاڪستان ۾ هجون يا سنڌ آزاد هجي ۽ سنڌو ديش نهي وڃي سنڌين جي ڳچين ۾ انهي ساڳي ظالم جاگيرداري معاشري جا ڪلا (يعني جوتا) ڳچين ۾ ٻڌل هوندا.

باقي رهيو هن صاحب يا هن صاحب جو فڪر، مون کي پنهنجن دوستن ۽ رفيقن لاءِ وڏو احترام آهي. محترم شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ محترم جي ايم سيد جهونا سياستدان آهن. شاهہ صاحب ون يونٽ کي ٽوڙڻ ۾ جو رول ادا ڪيو ان لاءِ مون کي وڏو احترام آهي. هونئن بہ ڪيترين ڳالهين ۾ اسين هم خيال رهيا آهيون. شاهہ صاحب کي جيڪا سنڌ سان محبت آهي ۽ سنڌ لاءِ جيڪي قربانيون شاهہ صاحب ڪيون آهن، ان کان ڪوبہ سنڌي انڪار ڪري نٿو سگهي.

مگر ساڳي وقت ايئن چوڻ تہ شاهہ صاحب جو فڪر لوح قلم آهي ۽ هو سراپا صحيح آهي ۽ ان تي نڪتہ چيني ڪرڻ هڪ عظيم گناهہ آهي. اها سوچ بلڪل غلط آهي ۽ نہ وري اسين انهي سوچ سان ڪنهن منزل کي پهچي سگهون ٿا. جيستائين مان شاهہ صاحب کي سمجهيو آهي ۽ پڙهيو آهي ۽ ساٿس گڏ چگو سفر بہ طئي ڪري چڪو آهيان، شاهہ صاحب تمام جذباتي انسان آهي، جذبات جي اڳيان، عقل هميشہ شڪست کائيندو رهندو آهي.

هندوستان ۾ تمام گهڻا ماڻهو عالم، مفڪر، رهنما ۽ خاص طرح مسلمانن ۾ جيڪي هندوستان جي ورهاڱي جي سخت خلاف هئا، اهي

ماڻهو اج بہ ورهاڱي جي خلاف هجن تہ پوءِ انهن تي ڪا بہ ميار ڪانہ آهي. جيڪي ڪجهہ ورهاڱي وقت ٿيو ان قائداعظم ۽ گانڌي جي ڪي نهوڙي ڇڏيو. ٻنهي کي اها خبر ڪانہ هئي تہ هنن ملڪن جا ماڻهو اهڙا ڇتا ٿيندا جو پنهنجي پاڙن، پيڙهن، مائن، ڌيئن جا خون ڪندا ۽ وطن وارن کي ڪڍي بي وطن ڪندا. اسان مان گهڻا دوست جن هندوستان جي آزادي واسطي ۽ پاڪستان بنائڻ جي لاءِ ڪجهہ ڪيو. سي سڀ ڏکن ۾ غرق تي وياسين. جڏهن مظلوم هندوستان مان ايندا ڏٺاسين ۽ پاڪستان مان ويندا ڏٺاسين. مسٽر جي ايم سيد پاڪستان جي تحريڪ جي بانين مان هڪ هو ۽ مسلم ليگ سنڌ ۾ آڻڻ لاءِ شاهہ صاحب بہ هڪ اهم ليڊر هو. ان کان پوءِ سنڌ ۾ سنڌ جي وڏيرن ۽ زميندارن سان شامل ٿي، يعني پاڻ بہ هڪ پيرو زميندار جي حيثيت کي برقرار رکندي، انهي لڏي سان گڏجي پيو جت انساني قدرن جو قتل ٿيندو رهيو. ڪوڙا ووٽ ڏيارڻ، پيٽيون ووٽن جون پچائڻ، ماڻهو ڪٽائڻ، اهو سڀ ڪجهہ ٿيو جڏهن شاهہ صاحب پاڻ سنڌ مسلم ليگ جو صدر هو. فرقيوارانہ جنگ شروع ٿي، ان جو شاهہ صاحب علمبردار هو. جنهن مسجد منزل گاهہ جي صورت اختيار ڪئي. اهڙي باهہ ٻري جو پڳت ڪنور جهڙو فقير منش قتل ٿي ويو ۽ الله بخش سومري جهڙو قوم پرست رهنما شهيد ٿي ويو. ان ۾ شاهہ صاحب جو ڪو شخصي هٿ ڪونہ هو مگر ليگ جو باني هو ۽ پاڻ سنڌ اسيمبلي ۾ شاهہ صاحب هندن کي دڙڪو ڏنو تہ هنن کي سنڌ ڇڏڻي پوندي. تڏهن اهو ڪهڙو فڪر هو جو سنڌ ياد ڪانہ هئي نہ سنڌي ياد هئا. فقط پاڪستان ياد هو انهي حد تائين جو جڏهن علامہ مشرقي جي خاڪسارن، قائداعظم تي حملو ڪيو تہ پاڻ اسيمبلي ۾ زار زار روئيندو رهيو ۽ شايد بيهوش بہ ٿي ويو. جيڪڏهن هاڻي سنڌوديش جو درد آهي تہ پوءِ شروع ۾ پاڪستان ٺيڻ کان اڳ اها تحريڪ ڇو نہ ٿي هلايائين.

جتي جذبات هوندي آهي، اتي ضد بہ هوندو آهي مان خود انهي

بيماري کان آزاد نہ هئس مگر هاڻي سڄي دنيا جو چڪر ڏئي سگھيو اٿم. تہ صرف جذباتي ٿيڻ, حقيقتن کان منهن موڙڻ, عقل کي خيرآباد چوڻ وڏي غلطي آهي, نہ فقط پاڻ ماڻهو برباد ٿئي ٿو پر پاڻ سان گڏ ٻين هزارن کي اهو انسان برباد ڪيو ڇڏي.

جڏهن شاهہ صاحب پاڪستان کي ناهي نڪي اچي منزل تي پهچايو تہ پوءِ سنڌ جي حڪومت پنهنجي گروپ جي وٺڻ لاءِ ڪوشان رهيو. اهو گروپ هارين ۽ مزدورن جو هجي ها تہ پوءِ ڪٿي چئجي ها تہ شاهہ صاحب ترقي پسند هو پر ايئن نہ هو شاهہ صاحب جو گروپ پڻ خطرناڪ هو اهو هو پير گروپ, سيد گروپ, جاگيرداري گروپ.

شاهہ صاحب قائداعظم جو وفادار رفيق ۽ پوئلڳ هو مگر هنن جي پاڻ ۾ غلط فهمي ڇو ٿي؟ تنهن ڳالهہ کي دهرائڻ يا اجايا لغڙ اڏائڻ ۾ ڪجهہ ڪين ورندو. حقيقت ۾ شخصي غلط فهمي ۽ ڪٿي عداوت چئجي يا ضد چئجي, تنهن ڪري هي جدائي ٿي. تنهن ڪري ايئن چوڻ ۾ هرڪو حق بجانب, ٿيندو تہ شاهہ صاحب کي ڪو بہ فڪر ڪونہ هو ۽ نہ ئي شاهہ صاحب فيلسوف يا مفڪر آهي. سنڌ سان جيڪي ڪجهہ پوءِ ٿيو انهي جو ذڪ شاهہ صاحب کي ٻين پيرن, سيدن ۽ زميندارن کان وڌيڪ هو ۽ جيڪي ڪجهہ هن سَنو آهي, تنهن کان بہ ڪو انڪار ڪري نٿو سگھي مگر هرويرو لٺ کڻي بيهڻ تہ سنڌوديش نهي اهو بہ غلط آهي, ضروري آهي تہ عقل کان ڪم ونجي.

سڄي دنيا جون حالتون تمام تيزيءَ سان تبديل ٿينديون رهن ٿيون. آزادي جون تحريڪون ٻن بلاڪن جو شڪار آهن, آزادي کان پوءِ ضروري آهي تہ هڪ خاص گروپ سان شامل ٿيڻو پوندو جن وٽ ساڳي ۽ اجا بہ وڌيڪ خطرناڪ فسطائيت آهي. انهي مالڪ جو جو سڄي جهان جو خالق آهي. ان جي ذات کان انڪار, فڪر تي ڪلف ڪڙا هڻا آهن, انهي مصيبت جي ڳڙهہ ۾ وڃي سنڌ ڪرندي, يا ٻي

طرح ٻئي بلاڪ جي زير اثر اهي ٿي سرمائيدار ۽ جاگيردار هوندا جي سنڌ جو رت پيئندا رهندا، اهو بہ ڪيڏي ڪوس ڪان پوءِ حاصل ٿي سگهندو. انهي ڪاري واري وسائڻ واري ڪوس ڪان جي اسين گهٽي گهٽ قرباني ڪيون تہ سنڌ پاڪستان جي اندر بہ سرسبز بنجي سگهي ٿي.

باقي ٻي طرح صرف نعرا هڻي، خون ڪرائي، پنهنجي ليڊري چمڪائي پنهنجي پياري سنڌ کي تباهہ ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟

اسان جا نوجوان، جي سنڌ جي عوامي ليڊرن جي هٿ چڙهي ويا آهن، اهڙن نعرن ۾ غرق ٿي ويا آهن يا وري ايڏي هوس ۽ حرص ۾ غرق آهن جو شراب، ڪباب، رشوت، ڦرون، ڌاڙا هڻڻ سندن روزانو پروگرام آهي. سنڌ جا نوجوان پڙهڻ کان عاري، محنت جو نالو نہ نشان، سستي جو گهر بنجي چڪا آهن. استادن ۽ وڏن جي پڳ لاهيندي دير ئي ڪانہ ٿا ڪن. ڪي سنڌ جي سائينءَ جي فڪر جا شيدائي ٿا سڏائين، ڪي وري قائد عوام جا فدائي ٿا سڏائين.

ڀلا سنڌ ڪيئن هئي؟ وڏن ماڻهن جون موٽرن، شرابن، ڪبابن تي شوق، پرايئن ملڪيتن ڦبائڻ جو شوق، ننڍن جو نعري بازي، ڏنڊي بازي ۽ ڌاڙن تي شوق، هن سنڌ تي ڪيترو روئجي پر اڄ تہ ڪا اهڙي جڳهہ بہ ڪانهي جو سنڌ تي ويهي ماتم ڪجي.

سنڌ کي اگر بچائڻو آهي تہ پوءِ جيڪي ڪجهہ بچيو آهي، تنهن جي سلامتي لاءِ ڪوشش ڪريون تہ پوءِ شايد سنڌ بچي پوي اهو آهي، علم سان شوق، عمل سان محبت ۽ اخلاق جي پوشاڪ ۽ پوءِ تنظيم. ٻي طرح مسلمانن جي تباهي جا ڏسڻ ۾ پئي اچي، انهن سيني کان اڳ سنڌ جي تباهي ٿيندي. وري بہ انهي ڳالهہ تي اچون ٿا تہ جن شخصيتن سنڌ لاءِ رت ولوڙيو آهي ۽ سر جون سٽون ڏنيون آهن تن کي وساري ڇڏيون. هرگز نہ. ويجهيون برک شخصيتيون، علامہ آءِ آءِ قاضي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، جي ايم سيد ۽ حيدر بخش جتوئي ۽ ٻين بزرگن لاءِ

سنڌ جي نوجوانن کي هميشہ احترام هئڻ گهرجي. مگر ساڳي وقت جيڪي ڪجهہ هنن بزرگن ۽ سنڌ دوستن چيو ۽ ڪيو اهو الهام نہ آهي ۽ نہ سڀ ڪنهن ڳالهہ جيڪا هنن چئي تنهن کي بنا سوچ جي ڇهڻي ويچجي. زماني جي تبديلي جي رفتار نهايت تيز آهي، نيون حالتون پيدا ٿين ٿيون ۽ اهو فڪر جو ڪلهہ صحيح هو هميشہ لاءِ انهي کي صحيح سمجهڻ هڪ وڏي غلطي ٿيندي. هونئن بہ سنڌي ۾ هي عام چوڻي آهي تہ خطائون نبين کان پڻ ٿيون آهن تہ پوءِ ٻين مفڪرن جي فڪر کي هميشہ لاءِ درست سمجهڻ وڏي غلطي آهي. انهن بزرگن سان هڪ شاگرد جي حيثيت، هڪ دوست جي حيثيت، هڪ رفيق جي حيثيت ۾ رفاقت رهي آهي. مسٽر جي ايم سيد ۽ ڪامريڊ حيدربخش جي نيتن ۾ ڪوبہ شڪ نٿو ڪري سگهي، نہ وري هنن جي قربانين کي گهٽ سمجهي سگهجي ٿو. مگر بحيثيتائين سنڌن طرز عمل آهي، هنن پنهي صاحبن غلطيون ڪيون ۽ جن جو نتيجو اهو ٿيو تہ سنڌين جي ڪابہ تنظيم نہ ٿهي سگهي ۽ نہ وري ڪا هاري تنظيم ٿهي سگهي، انهي جو سبب اهو آهي تہ سندن فڪر صحيح نہ هو ۽ ٻيو تہ پنهي صاحبن، نوجوانن ۽ ٻين رفيقن کي اڳتي وڌڻ نہ ڏنو ۽ پاڻ ئي پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي ڊڪٽيٽر ٿي رهيا. جماعتي فيصلن کي هميشہ ردي جي ٽوڪري ۾ اڇلائي ڇڏيو ويو جيڪي ڪين دماغ ۾ آيو اهو صحيح سمجهي، جذباتي طرح عمل ڪندا رهيا. مان خود بہ هڪ جذباتي ماڻهو هئس ۽ مون تي بہ اها تهمت آهي، مگر مان ڪڏهن بہ ليڊر هئڻ جي دعوي ڪانہ ڪئي آهي.

انهي جو نتيجو اهو ٿيو جو اسان جي سموري عمر جو ڪم، چند نعرن رستي پنهنجي هوشياري سان، ٻئي صاحب پنهنجي مٿي چڙهڻ لاءِ ڪم آندو مگر سنڌ ڪنهن بہ صحيح بنياد تي بيٺل نہ آهي ۽ هنن صاحبن جي غلطين ڪري ڪڏهن بہ اهڙي اوڙاهہ ۾ ڪري سگهجي ٿو جنهن جهڙو عذاب سنڌ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هجي.

سنڌ وارن کي سنڌ جي بهتري خاطر پاڪستان اندر سوچڻ گهرجي ۽ اهڙو عمل اختيار ڪرڻ گهرجي جو سنڌ بہ بچي ۽ پاڪستان بہ سلامت رهي.

عجب رنگ آهي، ڇا لکي ڇا لکجي. اکين مان رت جا ڳوڙها روئجن. ڪڏهن تہ دل چوي ٿي تہ جيترو موت جلدي اچي ايترو چڱو. اسان شاگردي واري جي زماني ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ علامہ عنايت الله مشرقي جي صحبت ۾ رهياسين. علامہ آءِ آءِ قاضي قاتل ڪپڙا، تن کي ڇتيون هٽي پائيندو هو. وائيس چانسلري جي عهدي تي مقرر ٿيو. ڪڏهن ڪار نہ ورتائين. وڪٽوريا گاڏي تي صبح جو ايندو هو ۽ شام جي وقت واپس گهر ويندو هو. سندس گهر مان رتي سون جي بہ ڪا نہ نڪتي. علامہ عنايت الله خاڪسار تحريڪ شروع ڪئي. خدمت خلق جي وڏي ۾ وڏي هدايت هوندي هئي ۽ عبادت هوندي هئي. سادگي ايتري جو علامہ عنايت الله پاڻ اسان وانگر خيمي ۾ هيٺ پٽ تي سمهندو هو. اڄ ڪهڙي هوا لڳي، جو شاگرد اهي ڪم ٿا ڪن جو ڏسيو اکيون ڳوڙهن سان پرجيو وڃن. چوريون ڪرڻ، ڌاڙا هڻڻ، ڦريون ڪرڻ، گاڏين ۾ زوري فرسٽ ڪلاس ۾ چڙهي بنا ياڙي بين مسافرن کي لاهي مسافريون ڪرڻ. بسون بيهاري ان ۾ زوري چڙهڻ. هار پائي موٽرن ۾ چڙهي نعرا هڻڻ. سادگيءَ جي تہ بوءِ بہ ڪانهي، مگر عياشي ايڏي وڌي وئي آهي جو شاگرد پڙهن ئي ڪونہ. وتن هوٽلون گهمندا، مزا ماڻيندا. آخر هيءَ آهي اسان جو نوجوان نسل، سياڻي ڪيئن هيءَ آزادي برقرار رکي سگهندو ۽ سنڌ جو ڪهڙو حال ٿيندو؟

جن بہ ملڪن يا قومن، هيرا تہ پيدا ڪيا مگر انهن جي پرستش ڪانہ ڪئي ۽ نہ وري انهن جي راين ۽ فيصلن کي لوح قلم سمجهي هميشہ لاءِ اکين تي رکي ڇڏيو. انگريز قوم ۾ ايتري تہ صلاحيت هئي جو چرچل جهڙي انگريز هيري کي اليڪشن ۾ شڪست ڏئي ليبرپارٽي ۽ ائٽلي کي طاقت ۾ آندو.

جن بہ قومن فڪر کي رهبر ڪري ورتو اهي ئي اڳتي وڌيون ۽ وڌنديون رهن ٿيون. فڪر خود هڪ اها ڳڻ ڳوت آهي، اها سوچ آهي جا گهڻن خيالن ۽ تجزين کان پوءِ ڪا شڪل وٺي ٿي ۽ انهي ۾ مخالف ۽ موافق ڪردارن، خيالن جو وڏو اثر رهي ٿو ۽ اهو فڪر هميشہ زماني سان تبديل ٿيندو رهي ٿو سنڌ جي ماڻهن جي بهتري انهي ۾ آهي تہ دنيا ۾ تبديلين سان ۽ نئين نئين ماحول موافق، فڪر بہ تبديل ٿئي ۽ پوءِ ان تي عمل ڪيو وڃي. ماضي حال ۽ مستقبل ٽنهي کي اڳيان رکڻ گهرجي، جيئن تہ جو اڄ حال آهي، سڀاڻي ماضي ٿي پوندو جو مستقبل آهي سو سڀاڻي حال ٿي پوندو. جيئن وقت تبديل ٿيندو رهي ٿو. صحيح فڪر اهو آهي جو ماضي، حال ۽ مستقبل ٽنهي تي اڏيل هجي. تنهن ڪري فقط ماضي نظر ۾ رکي روئيندو رهجي يا حال تي مست ٿي ماضي، مستقبل کي يلجي وڃجي. تنهن ڪري جي ايم سيد هجي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي هجي، مان هجان يا ڪو ٻيو اهي سڀ قصا ٿوري وقت ۾ پراڻا ٿيڻ وارا آهن. اسان جي سوچ، جا اڄ ڪٿي صحيح بہ هجي مگر اها هميشہ لاءِ صحيح ٿي نہ ٿي سگهي. زمانو بدلجي رهيو آهي، سوچ اها صحيح جا زماني پٽاندر هجي.

(ڪتاب "منهنجو سفر" تصنيف قاضي فيض محمد تان ورتل)

جنگ فيچر

# جي ايم سيد ۽ سندس نظريا

ڪراچي کان هڪ سو سٺ ميل ڏور سنڌ صوبي جي اولهہ ۾ نون لکن کان وڌيڪ آبادي تي مشتمل ضلع دادو جي هڪ تعلقي "سن" ۾ پاڪستان جي سياست جي انتهائي متنازع شخص اڪياسي سالن جي پوڙهي سياستدان مسٽر جي ايم سيد جي رهائش گاهہ واقع آهي.

سنڌ ۾ 1972ع جي "لساني جهڳڙن" کان پوءِ هو پنهنجي رهائش گاهہ ۾ نظربند آهي. پر ان جي باوجود ساڻس ملاقات تي ڪائي پابندي نہ آهي. سندس پارٽي جا ڪارڪن، تعليمي ادارن جا شاگرد، ملڪي توڙي غير ملڪي صحافي ۽ سنگت سات وارا ساڻس آزاد نموني سان ملندا رهندا آهن. سنڌ ۾ پيپلزپارٽي ۽ ايم آر ڊي جي طرفان بلدياتي چونڊن جي بائڪاٽ کان پوءِ "سن يونين ڪائونسل" اها واحد يونين ڪائونسل آهي. جنهن جي اٺن ئي جاين تي اميدوار بنا مقابلي جي چونڊيا ويا هئا ۽ ڪائي جاءِ خالي نہ ڇڏي وئي هئي. ان جو سبب اهو ٻڌايو ويو تہ مسٽر جي ايم سيد ايم آر ڊي ۽ سندس تحريڪ جي خلاف هو جنهن جي ڪري سندس علائقي ۾ هڪ بہ بلدياتي سيٽ خالي نہ ڇڏي وئي هئي. مسٽر جي ايم سيد، ايم آر ڊي جي خلاف پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو هو تہ "مونکي ايم آر ڊي جي ٽنهي مقصدن (1) پاڪستان بچائڻ (2) جمهوريت ۽ (3) 1973ع جي آئين بحال ڪرڻ سان ڪائي دلچسپي نہ آهي. جيڪڏهن ايم آر ڊي جا اڳواڻ "پاڪستان کي تقسيم ڪرڻ واري نظريي تي پنهنجو نصب العين مقرر ڪن تہ پوءِ هو ۽ سندس واسطيدار سندن تحريڪ سان ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار آهن." مسٽر جي ايم سيد جو سابق وزيراعظم مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي مرحوم بابت چوڻ آهي تہ "هو اقتدار پسند هو". حالانڪ

مسٽر جي ايم سيد 1972 ۾ سن ۾ پنهنجي سالگره جي موقعي تي مرحوم پٽي جي هٽن کي مضبوط ڪرڻ جو اعلان ڪيو هو. سندس چوڻ آهي تہ شيخ مجيب الرحمان ڇهن نڪتن واري پروگرام جي اعلان ڪان پوءِ جڏهن ننڍن صوبن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ عبدالولي خان ڏانهن ويو هو تہ ولي خان کيس سخت نااميد ڪيو ۽ چيو هو تہ صوبي سرحد جي خوشحالي ٻين صوبن سان اتحاد ۾ شامل آهي ۽ ڇهن نڪتن تي عمل ڪرڻ جي صورت ۾ سرحد صوبو خوشحال نہ رهندو. مسٽر جي ايم سيد بلوچستان جي سابق گورنر مير غوث بخش بزنجو کي بہ سندس چوڻ مطابق "پارٽي جو ٽٽو" ڪوٺيو آهي. مسٽر جي ايم سيد پنجاب جي شڪايت ڪندي چيو آهي تہ 1943ع ۾ هو پهريون شخص هو. جنهن "پاڪستان جو نهراءُ" سنڌ اسيمبلي ۾ منظوري لاءِ پيش ڪيو هو. مگر پنجاب جي ڏاڍاين سندس چوڻ مطابق پاڪستان جي هڪ پرجوش حامي کي علحدگي پسند بنايو آهي. ايم آر ڊي جي تحريڪ سان لاتعلقي جي اعلان جي باوجود تحريڪ جو اثر سنڌ تائين محدود هجڻ ۽ ان ۾ تشدد پيچ ڊاهہ وارين ڪاروائين جي پس منظر ۾ جي ايم سيد جي شخصيت خاص اهميت حاصل ڪئي هئي. ان دوران سندس باري ۾ اهو افواهہ هليو هو تہ هو هندوستان ڏانهن لڏي ويو آهي. مسٽر جي ايم سيد جي اثر سبب جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن مختلف تعليمي ادارن، شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پٽين تي پاڪستان جي خلاف ۽ "سنڌوديش" جي حق ۾ نعرا بہ لکيا هئا. سنڌوديش جي قيام جي باري ۾ مسٽر جي ايم سيد جو چوڻ آهي تہ "هو سنڌو ديش جي قائم ٿيڻ لاءِ وقت ۽ معجزي جو انتظار ڪري رهيو آهي ۽ کيس يقين آهي تہ جهڙي طرح ٻي عالمگير جنگ ڪانپوءِ پاڪستان ٺهيو هو. ساڳئي طرح ٽين عالمگير جنگ بہ لڳندي ۽ ان جنگ جي نتيجي ۾ "سنڌوديش" قائم ٿي ويندو."

1946ع ۾ مسلم ليگ کان خارج ٿيڻ کان پوءِ مسٽر جي ايم سيد

تاريخ سان لڙندو رهيو آهي ۽ ان عمل کيس اڄ بلڪل اڪيلو ڪري ڇڏيو آهي. 1970ع جي عام چونڊن ۾ هن سنڌ جي مختلف جاين تان "جيئي سنڌ محاذ" جا اميدوار بيهاريا هئا مگر هن سميت ڪنهن هڪ کي به ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهي هئي. پيپلزپارٽي جي اقتدار جو زمانو آيو ته وڏن عهدن جي لالچ ۾ سندس ساٿي ۽ همدرد کيس جدائي جو داغ ڏيئي هليا ويا ۽ اڄ ڪلهه سندس زير اثر جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، جن مان به گروپ ايم آر ڊي تحريڪ ۾ شامل ٿيا هئا، جڏهن ته گل محمد جکراڻي جي زيرقيادت گروپ بدستور سندس نظريي تي عمل ڪندو رهيو. مگر ان ٽولي جو سنڌ جي نوجوان شاگردن ۾ ڪوئي خاص اثر نه آهي. مسٽر جي ايم سيد هينئر سيڪولر (لادين) نظرين رکڻ وارو هڪ انتهاپسند قوم پرست ۽ پاڪستان جي مخالف سياستدان جي حيثيت سان مشهور آهي. مگر پنهنجي پنجاهه سالن واري سرگرم سياسي زندگي ۾ هن ڪيئي نظريا اختيار ڪيا آهن. سندس رنگين مزاجي جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته اڄ جي سيڪولر جي ايم سيد پنهنجي سياسي زندگي جو آغاز خلافت تحريڪ ذريعي ڪيو هو. ان وقت جو هيءُ نوجوان "سن" مان سفر ڪري لاڙڪاڻي پهتو هو ۽ خلافت ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي هئي جنهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مولانا شوڪت علي به شريڪ ٿيا هئا. هن ڪانفرنس کان هو ايتري قدر متاثر ٿيو هو جو پوءِ حڪومت جي سموري دٻاءُ جي باوجود هن پنهنجي ڳوٺ سن ۾ به خلافت ڪانفرنس منعقد ڪئي، جنهن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر شيخ نور محمد ۽ ٻين مکيه مسلمان اڳواڻن شرڪت ڪئي هئي ۽ پسگردائي جا هزارين مسلمان ان ۾ شامل ٿيا هئا. اهڙي طرح سڄي خلافت تحريڪ دوران هو هڪ سرگرم ۽ پرجوش مسلم نوجوان جي حيثيت سان ان ۾ شريڪ رهيو. ان کان اڳ ۾ 1919ع ۾ هن مسلمان جي پلائي ۽ غلط رسمن جي خلاف جدوجهد لاءِ

”المسلمين“ نالي هڪ تنظيم بہ قائم ڪئي هئي. 1929ع ۾ راءِ بهادر شيوارام جهڙي بااثر ۽ سرمايہ دار ماڻهو کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ ڪراچي ڊسٽرڪٽ بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو ۽ ان حيثيت سان هن سنڌ جي مسلمانن لاءِ هڪ ٽن سالن وارو فلاحي پروگرام ترتيب ڏنو. ان مقصد لاءِ هن ڪراچي ۾ پنهنجي بنگلي تي مالدار مسلمانن جو هڪ اجلاس سڏايو هو جنهن ۾ تمام گهڻ ماڻهو شريڪ ٿيا، تاهم اجلاس جي نتيجي ۾ هڪ ڪاميٽي ترتيب ڏني وئي. جنهن جو چيئرمين حاجي عبدالله هارون ۽ سيڪريٽري جي ايم سيد مقرر ٿيا. اجلاس ۾ سر شاهنواز ڀٽو، محمد ايوب کهڙو ۽ قاضي عبدالرحمان بہ شريڪ ٿيا هئا. سنڌ جي مسلمانن جي خراب حالت ۽ اسلامي احڪامن جي تباهي تي جي ايم سيد جي جذبات جو اندازو ان خط مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جيڪو 1930ع ۾ روزانہ ”الوحيد ۽ ٻين اخبارن ۾ شايع ٿيو هو جنهن ۾ هن لکيو هو تہ اڄ ڪلهہ اسلامي نظام نہ هئڻ سبب عام ماڻهن جو مذهب سان ناتو ختم ٿيندو ٿو وڃي ۽ جيڪڏهن ان جو ڪو تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ پوءِ مغرب کان ايندڙ هوائون باقي رهيل مذهب جو احساس ۽ احترام ختم ڪري ڇڏينديون ۽ جڏهن بہ مسلمان اسلام جي اعليٰ اصولن کان پري ٿيندا، انهن جي قومي زندگي ختم ٿي ويندي، ماڻهو روحانيت جي بدران ماديت ڏانهن مائل آهن. ڪيترن ملن مولوين فرقي بازيءَ جون ديواريون کڙيون ڪري مذهب کي رانديڪو بنائي ڇڏيو آهي. شڪر آهي جو سنڌ جي هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۾ مسجدون موجود آهن. مگر ڏک جهڙي ڳالهہ آهي جو عام مسلمانن کي بانگ جي معنيٰ بہ نہ ٿي اچي. اهي ماڻهو نيڪ طرح نماز ادا ڪرڻ ۽ صحيح ڪلمي پڙهڻ کان بہ بي خبر آهن. جڏهن اسان جي مذهبي معلومات جي اها حالت آهي تہ پوءِ ان حياتيءَ کي فضول ۽ بي ڪار نہ چيو وڃي تہ ٻيو ڇا چيو وڃي؟ ان صورتحال جي حل لاءِ منهنجي ذهن ۾ اها تجويز آهي تہ مبلغن جي تياري لاءِ ڪراچي ۾ هڪ تربيتي اسڪول

قائم ڪيو ويجي جنهن ۾ تربيت جي لاءِ تمام وڏا عالم ۽ سياست جا ماهر استاد طور مقرر ڪيا وڃن. هن اسڪول مان سال جي ٽريننگ مڪمل ڪيل ماڻهن کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکيڙيو وڃي ۽ انهن کي مسجدن ۾ مقرر ڪيو وڃي. اميد آهي ته اهڙي طرح ٽن چئن سالن ۾ موجوده صورتحال کي بهتر بڻائي سگهجي ٿو.

ماضي ۾ اسلام سان جي ايم سيد جي رغبت ۽ مسلمانن جي اصلاح لاءِ سندس جذبات جو اندازو لڳائڻ کان پوءِ قيام پاڪستان لاءِ سندس دلچسپي جو اندازو ان تقرير مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪا هن 30 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبلي ۾ "پاڪستان جو نهراءُ" پيش ڪندي ڪئي هئي. جوش ۽ جذبي سان ڀريل ان تقرير ۾ هن قيام پاڪستان جي اهميت تي انتهائي مدلل انداز ۾ زور ڏيندي چيو هو ته هندوستان ۾ جيڪڏهن 30 ڪروڙ هندو حڪومت جي واڳ سنڀاليندا ته 10 ڪروڙ مسلمانن جي ڪهڙي حالت ٿيندي؟ هن وقت جڏهن ته اهي مذهبي گروهه سياسي قوت کي حاصل ڪرڻ لاءِ مقابلو ڪري رهيا آهن. ان لاءِ ٻه طريقا موجود آهن. هڪ اهو ته وڏو مذهبي گروهه ننڍي مذهبي گروهه کي هضم ڪري ڇڏي يا ٻنهي ٽولن کي جداگانه نموني وڌڻ ويجهڻ جا موقعا موجود ڪري ڏنا وڃن ڪجهه ماڻهو اهو دليل ڏين ٿا ته مسلم اڪثريت وارن صوبن جا ماڻهو مالي طرح پاڻ پيرا نه هئڻ ڪري آزدي کان پوءِ ڪهڙي نموني ڪئن ترقي ڪندا. مگر اهو دليل ٻه قوم کي آزادي حاصل ڪرڻ کان روڪي نه ٿو سگهي. ڇا اڏرندڙ پکي داڻي پاڻي لاءِ جهنگ جي آزاد فضا ڇڏي ڪري پڃري ۾ رهڻ پسند ڪندا؟ هرگز نه! اهڙي طرح ڪائي ٻه قوم ٻين جي محلاتن خاطر پنهنجون جهوپڙيون ڊاهڻ لاءِ تيار نه ٿيندي ڇا افغانستان پنهنجي آزادي کان دستبردار ٿي ڪري هندوستان جي خوشحالي مان فائدي پرائڻ واسطي ان ۾ ضم ٿيڻ لاءِ تيار آهي؟ ان جو مختصر جواب آهي ته "نه". ان ڪري پاڪستان لاءِ اقتصادي

ڪمزوري وارو بهانو پيدا ڪرڻ غلط ڳالهه آهي. مون کي اميد آهي ته هندو پائيبند، جن آزادي لاءِ هر قسم جون قربانيون ڏنيون آهن، اهي ملڪ جي لاءِ موجوده حالتن کي سامهون رکندي مسلم ليگ جي لاهور واري جلسي جي نهراءَ مطابق مسلمانن کي پنهنجي اڪثريت وارن صوبن ۾ حڪومت واري اصول کي تسليم ڪندا، اهڙي طرح هندوستان جي سياست کي درست ڪري آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ رستو هموار ٿي ويندو.

ان تقرير ۾ جي ايم سيد چيو هو ته جيڪڏهن اسان جو مقصد هڪ ترقي يافته، آزاد ۽ متحد قوم جو تصور پيدا ڪرڻ آهي ته ان جو بهتر طريقو اهو آهي ته هندن ۽ مسلمانن کي پنهنجن پنهنجن اڪثريتي جاگرافيائي علائقن ۾ پنهنجي ثقافت، فلسفي ۽ روايتن کي سامهون رکي ڪري ترقي ڪرڻ لاءِ مناسب موقعا ۽ سهوليتون ڏنيون وڃن. ڪوئي به عارضي قسم جو ايڪو ۽ زبردستي مڙهيل اتحاد اسان کي ڪنهن به صورت ۾ قبول نه آهي. بلڪ ردعمل سبب اختلافن واري ديوار موڪري ٿي ويندي.

اسلام ۽ تحريڪ پاڪستان بابت هيءُ ان ماڻهو جا خيالات آهن جيڪو اڄ پنهنجي پاڪستان دشمني سبب نه صرف ملڪ اندر بلڪ ملڪ کان ٻاهر به مشهوري رکي ٿو ۽ جيڪو پنهنجي ڪتاب ”زنجيرن ۾ ٻڌل قوم“ ۾ لکي ٿو ”پاڪستان هڪ عجيب شيءِ آهي. سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ پنجاب وانگر پاڪستان فطري ملڪ نه آهي. پاڪستان برصغير هند ۾ هندو سرمائيندارن، نوڪري وارن ملازمن، مسلمان جاگيردارن ۽ ڪارخانيدارن جي پاڻ ۾ اقتصادي اختلافن ۽ اقتدار جي حصول لاءِ پڪڙ پڇاڙ لاءِ هندوستان کان آيل مهاجرن ۽ پنجابين جي سازش جي ڪري وجود ۾ آيو“. مسلمانن جي حالت زار تي ارمان ڪندڙ ۽ هندن جي ظلم ۽ ڏاڍ جي فرياد ٻڌائيندڙ جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب ۾ ”سنڌوديش“ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ جا

تفصيل ٻڌائيندي لکيو آهي تہ "سنڌي ٻولي مان ناواقف ڪنهن بہ ماڻهو کي شهري حق نہ ڏنا ويندا. نہ وري انهن کي ووٽ جو حق حاصل هوندو. سمورو ڪاروبار، زمينون، بينڪون، دولت ۽ ملڪيت تي قبضو ڪيو ويندو. ان دولت ۽ ملڪيت مان هندوستان کان ايندڙ سنڌ جي هندن کي بہ حصو ڏنو ويندو. راجا ڏهر جو پتلو ڪراچي جي ويجهو بندرگاهہ تي کڙو ڪيو ويندو ۽ ان بندرگاهہ جو نالو "راجا ڏاهر بندرگاهہ" هوندو. سنڌ آزاد حڪومت جي پاليسي لادينيت، سوشلزم، جمهوريت ۽ قوم پرستي تي مبني هوندي."

جنهن اسلامي تعليمات کي رائج ڪرڻ لاءِ جي ايم سيد 1919ع ۾ "المسلمين" نالي هڪ تنظيم قائم ڪئي هئي، ان جي اهميت کان انڪار ڪندي هو پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو. "موجوده دور ۾ اسلامي نظام، اسلامي قانون، اسلامي شريعت ۽ اسلامي نظرين جو نفاذ ٿي ئي نٿو سگهي. پوليس جي پريڊ، چورين جي ڳولا، جاسوسي ڪرڻ جا طريقا، ٽريفڪ ڪنٽرول ڪرڻ ۽ بندوق هلائڻ جو ڪم اسلامي نظام جي اصولن مطابق ڪهڙي طرح هلايو ويندو. ريلوي نظام ۾ پٽڙيون ناهڻ، ريلوي اسٽيشنون تعمير ڪرڻ، انجڻن جي نظرداري، ٽڪيٽن جي نظام لاءِ اسلام جو نفاذ ڪهڙي طرح ٿي سگهي ٿو؟ اسلامي شريعت ۾ ريلوي نظام (جو طريقهٔ ڪار) تہ ڪجهہ بہ نہ آهي. اهڙي طرح انجنيئرنگ جي شعبي ۾ تيرهن سو سال پراڻي شريعت ڪهڙي نموني ڪم اچي سگهي ٿي. جنگ ۾ ٽينڪون، بم، هوائي جهاز بمبار طيارا، گن مشينون، راڪيٽ ۽ ميزائل وغيره استعمال ٿين ٿا. صحيح اسلامي جنگ تہ انن، گهوڙن، تلوارن، نيزن ۽ پالن سان لڙي ويندي آهي. ڇا جنرل مليٽري ڪائونسل ۾ ملان اسلامي شريعت مطابق جنگي احڪام جاري ڪندا." ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ جي ايم سيد هاڻي عمر جي ان حصي ۾ آهي جڏهن ماڻهو ۾ سنجيده ڳالهين جي گهٽ اميد رکي سگهجي ٿي. هن پنهنجي اباڻي شهر "سن" ۾ ويهي

ڪري سنڌوديش جي آلي ڪاني دڪائي ڇڏي آهي جيڪا ڏونهون تہ ڏيندي رهي تي مگر ان ۾ پڙڪو ڪائي پيڙ تيڻ جي لياقت موجود نہ آهي. سنڌ جي عوام ۾ "احساس محرومي" هن دڪندڙ ڪاني لاءِ آڪسيجن جو ڪم ڏيئي رهي آهي. ان احساس محرومي ايم آر ڊي جي تحريڪ کي خوراڪ مهيا ڪئي ۽ پاڪستان جي ٻنهي صوبن جي خاموشي جي باوجود سنڌ ۾ تحريڪ جي رفتار تيز هئي. ان تحريڪ دوران غير سرڪاري اندازي مطابق ٻہ سو ماڻهو قتل ٿيا ۽ هزارين ماڻهن ڪل خوشي سان جيل جون تڪليفون ڪاٽيون. سنڌ جي سياست ۾ جي ايم سيد ۽ سندس پوئلڳن جي اثر نہ هئڻ جي باوجود ان ڳالھ کان انڪار نٿو ڪري سگھي تہ ايم آر ڊي جي تحريڪ فيصل آباد جو گھنٽا گھر ٻڌجڻ جي باوجود بہ سنڌ جي عوام جي احساس محرومي کين غلام مصطفيٰ جتوئي جي اثر کان ڪڍي ڪري (ڪجھ وقت لاءِ) جي ايم سيد ۽ سندس پوئلڳن جي اثر ۾ آندو. اسان لاءِ انهن حالتن جو جائزو وٺڻ بہ تمام ضروري آهي جن جي ڪري سنڌ ۾ منفي قوم پرستي واري سوچ رکندڙ ماڻهن سنڌ جي ماڻهن ۾ نفرتن جي ٻج ڇٽڻ جي ڪوشش ڪئي. تان جو 1972ع جي "لساني فسادن" ۾ 57 قيمتي جانيون ضايع ٿيون ۽ اربن ربين جي ملڪيت تباھ ٿي. 1946ع جي چونڊن ۾ "مسلم ليگ" جي اميدوار مرحوم قاضي اڪبر کان شڪست کائڻ کان پوءِ جي ايم سيد ۽ سندس ساٿي ان موقعي جي تاڙ ۾ هئا تہ ڪهڙي نموني سنڌ جي عوام کي نئين قائم ٿيل ملڪ پاڪستان جي خلاف ڀڙڪايو وڃي. مئي سن 1948ع ۾ ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪري مرڪز جي حوالي ڪرڻ تي انهن کي بهانو هٿ اچي ويو. 11 جون 1948ع تي سنڌ مسلم ليگ جي ڪائونسل ان فيصلي جي خلاف هڪ ٺهراءُ بہ پاس ڪيو. پاڪستان جي دستور ساز اسيمبلي جي ان فيصلي کي سنڌ جي حدن گھٽائڻ جي سازش سان تعبير ڪيو ويو ۽ زبردست رد عمل جو اظهار ڪيو ويو. سنڌ جي عوام ۾

نفرت پکيڙڻ لاءِ ”ڪليمن جي مسئلي“ کي پڻ استعمال ڪيو ويو. 1947ع ۾ سنڌ اسمبلي اهو ٺهراءُ پاس ڪيو هو ته سنڌ ۾ مسلمانن جون هندن وٽ گروي رکيل زمينون اصل مالڪن کي موٽائي ڏنيون وڃن، مگر مرڪز سنڌ اسيمبلي جو اهو ٺهراءُ قبول نه ڪيو حالانڪ پنجاب ۾ ان قانون تي مڪمل طرح عمل ٿيو. سيٽلمينٽ جي قانون ۾ هڪ شق اها به رکي وئي ته اها جاءِ جنهن جي قيمت ڏهن هزار رپين کان وڌيڪ هجي، اها ڪنهن مقامي ماڻهو کي نه ڏني ويندي، ڪليمن جي ان ورهاست ۾ اهڙي ته ڏرلٽ ٿي، جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. مقامي ماڻهن سان ڪليمن جي معاملي ۾ حق تلفي انهن ۾ احساس محرومي کي جنم ڏنو. ان دور جي وزير آباد ڪاري ليفٽيننٽ جنرل اعظم خان کي ان صورتحال تي بيان به جاري ڪرڻو پيو ته ڪليم جي دعويدارن ۾ هڪ اهڙو ٽولو موجود آهي جيڪو پنهنجا ڪوڙا ڪليم واپس وٺڻ لاءِ تيار نه آهي اهڙن ماڻهن جي خلاف ڪاروائي ڪئي ويندي. ان دور ۾ ڏاکڻي حصي ۾ هڪ ڪروڙ ٽيهن لکن رپين جي غير قانوني جائداد جو پتو پڻ لڳايو ويو. ان صورتحال مقامي ماڻهن جي ذهنن ۾ منفي اثرن کي جنم ڏنو. سنڌ ۾ علاقائي قوم پرستي جي تحريڪ کي هٿي ڏيڻ جو هڪ اهم سبب ”ون يونٽ“ جو قائم ٿيڻ پڻ هو. 1955ع ۾ ون يونٽ جي وقت سنڌ جي وزيراعليٰ عبدالستار پيرزادي کي اسيمبلي ۾ اڪثريت حاصل هئي. هن ون يونٽ جي مخالفت ڪئي ته سندس حڪومت کي ختم ڪيو ويو. سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر مير غلام علي ٽالپر کي گرفتار ڪري ريگستاني علائقي مٺي نيو ويو ۽ جيل ۾ ذهني ايذاء ڏنا ويا. ون يونٽ جي نتيجي ۾ سنڌ جي تعليم يافته نوجوانن جي محرومين جو اندازو ان ڳالھ مان لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ جي ايس پين ۽ ڊپٽي ڪمشنرن ۾ ورلي ڪي مقامي ماڻهو شامل هئا. اها ساڳي صورتحال ٻين کاتن ۾ پڻ هئي. ون يونٽ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ صوبائي دارالحڪومت لاهور ڏانهن منتقل

ٿيڻ جي ڪري ڪيترا سنڌي ملازم پنهنجي نوڪري جاري نہ رکي سگھيا ۽ لاهور ۾ نوڪرين تان استعفائون ڏيئي گھر واپس هليا آيا. نوڪرين کان محروم انهن نوجوانن ان مسئلي کي بنياد بڻائي ڪري پنجاب جي خلاف زبردست پروپيگنڊا ڪئي، جنهن ڪري نفرت عام ٿي ويئي. سنڌ جي عوام جي ان ردعمل کي سامهون رکندي غلام مصطفيٰ پرڳڙي 19 سيپٽمبر 1957ع تي مغربي پاڪستان اسيمبلي ۾ ون يونٽ ي ختم ڪرڻ جو ٺهراءُ پيش ڪيو جيڪو ٽي سو اسيمبلي ميمبرن مان 296 ميمبرن جي اڪثريت سان پاس ٿيو. مگر ان کان پوءِ آڪٽومبر 1958ع ۾ مارشل لا لاڳو ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ جنرل محمد ايوب خان برسرِ اقتدار ٿيو. مارشلا جو هڪ سبب ون يونٽ جو تحفظ پڻ بيان ڪيو وڃي ٿو. جنرل ايوب خان مرحوم پنهنجي ڪتاب "فرينڊس ناٽ ماسٽرس" ۾ لکيو آهي تہ "هو ون يونٽ جي بانين مان هڪ آهي." سنڌ ۾ علحدگي پسندن جي لاءِ زبان جو مسئلو پڻ مددگار ثابت ٿيو آهي. مرحوم ايوب خان 1961ع ۾ تعليمي سڌاري لاءِ هڪ ڪميشن قائم ڪئي هئي. جنهن 1962ع ۾ پنهنجون سفارشون پيش هيون. انهن سفارشن ۾ سنڌي زبان جي باري ۾ فيصلو ڏنو ويو تہ ان کي نصاب ۾ ڏنل حيثيت غير ضروري آهي ۽ آئنده ان جي اڳلي حيثيت ختم ڪري صرف ڇهين جماعت تائين ان کي لازمي مقرر ڪيو ويندو. ان سان گڏ اهو فيصلو پڻ ڏنو ويو تہ سنڌي شاگردن لاءِ ٽين کان ڇهين جماعت تائين اردو ۽ سنڌي زبان ۾ تعليم ضروري آهي. ڇهين جماعت کان پوءِ کين اردو ۾ تعليم حاصل ڪرڻي پوندي. اهڙي طرح سنڌي زبان کي مٽرڪ مان گھٽائي ڪري صرف ڇهين جماعت تائين لازمي مقرر ڪيو ويو. ڪميشن جي فيصلي اچڻ سان ئي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ احتجاجن جو سلسلو شروع ٿي ويو. سنڌ ۽ بلوچستان سان واسطو رکندڙ مغربي پاڪستان جي اسمبلي ميمبرن گڏيل بيان جاري ڪيو ۽ 9 نومبر 1962ع تي سڄي سنڌ ۾

”سنڌي زبان جو ڏينهن“ ملهايو ويو. اسيمبلي جي ميمبرن ۽ سنڌ جي اهم شخصيتن مخدوم محمد زمان طالب المولي، غلام مصطفيٰ جتوئي، پير غلام رسول شاهه جيلاني، غلام محمد وساڻ، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمود الحق عثماني، محمود علي (نيپ مشرقي پاڪستان)، محمد هاشم گذدر، مير رسول بخش ٽالپر، ميجر افسر الدين، مسيح الرحمان، نواب خير بخش مري، شير محمد مري، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، مولا بخش سومرو ۽ آغا غلام نبي پٺاڻ پنهنجن صحين سان هڪ بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ چيو ويو ته ”سنڌي زبان گذريل اڍائي سو سالن کان پرائمري ۽ ثانوي سطح تائين تعليمي ذريعو رهي آهي ۽ گذريل ويهن سالن کان بي- اي تائين امتحاني ذريعي جي حيثيت سان هلندي آئي آهي. ڪميشن جو اهو فيصلو سنڌي زبان سان تمام وڏي بي انصافي آهي. ان ڪري اسان مطالبو ٿا ڪريون ته ان فيصلي کي هڪدم واپس ورتو وڃي. ممتاز ماهر قانون اي- ڪي بروهي، شيخ اياز، پيرزاده عبدالستار ۽ ٻين شخصيتن پڻ ڪميشن جي ان فيصلي تي انهي قسم جي رد عمل جو اظهار ڪيو. اخبارن ان جي مخالفت ۾ سخت اداريا لکيا. مسئلي جي نزاڪت جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو جو ڪميشن جي ان فيصلي سردار علي شاهه، اي ڪي بروهي ۽ شيخ اياز جهڙن نظرياتي مخالفن کي هڪ ئي پليٽ فارم تي آڻي ڪٺو ڪيو. سنڌ جي نوجوانن محسوس ڪيو ته سنڌي زبان کي ختم ڪيو ٿو وڃي ۽ اهڙي نموني علائقائي قوميت جي علمبردارن کي نفرت پکيڙڻ جو هڪ سونهري موقعو هٿ اچي ويو. ڪميشن جنهن مفروضي ۽ ٻيروني ملڪن جي مثالن کي سامهون رکندي اهو فيصلو ڪيو هو ان جو اطلاق سنڌي ٻوليءَ تي نه پئي ٿي سگهيو. سنڌي ٻولي هڪ ترقي يافته ٻولي آهي، جنهن کي پنهنجو رسم الخط آهي، جنهن ۾ ٻين ٻولين کي سمائڻ جي لياقت موجود آهي. هڪ اندازي مطابق سنڌي زبان ۾ اڍائي هزار عربي

۾ به هزار فارسي جا لفظ شامل آهن.

انگريزي زبان وانگر ان ۾ به هڪ شيءِ جا ڪيئي نالا آهن. مثال طور اٺ لاءِ تيرهن ۽ مڇيءَ لاءِ سوا سو نالا آهن. ان صورت ۾ ڪميشن جو سنڌي زبان بابت اهو فيصلو سراسر غلط ۽ بي انصافي تي مبني هو. ان جي خلاف ردِعمل جو پيدا ٿيڻ ته بلڪل يقيني ڳالهه هئي.

سنڌ ۾ قومپرستي جي تحريڪ کي ترقي ڏيارڻ ۾ زمين جي مسئلي کي به چڱو خاصو دخل آهي. صوبي جي عوام کي شڪايت آهي ته انهن جي علائقي جي هزارين ايڪڙ زمين پنجاب ۽ ٻاهران آيل ماڻهن کي الاٽ ڪري ڏني وئي. سنڌ جي ٽن بئراجن: سکر بئراج، گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ لکين ايڪڙ زمين آباديءَ لائق ٿي، مگر بئراجن جي تعمير تي ٿيل خرچ حڪومت زمين کي وڪرو ڪري حاصل ڪرڻ چاهي پئي. سنڌ جا هاري جاگيرداري نظام جي چنبي ۾ هئڻ ۽ پنهنجي غريبي سبب ان زمين خريد ڪرڻ کان بي وس هئا. ان سلسلي ۾ سنڌ جي هڪ سابق وزير قاضي محمد اڪبر جو چوڻ آهي ته ”انگريز جي حڪومت دوران جڏهن سکر بئراج جي تعمير جو منصوبو تيار ٿيو جنهن سان 35 لک ايڪڙ زمين آباد ٿيڻي هئي. ان وقت اهو مسئلو پيدا ٿيو ته ان زمين کي خريد ڪرڻ لاءِ سنڌين وٽ پئسو ڪٿان اچي؟ آل انڊيا گورنمنٽ سکر بئراج جي تعمير لاءِ سنڌ حڪومت کي 25 ڪروڙ روپيا ان شرط تي قرض ڏنا هئا ته زمين وڪرو ڪري قرض واپس ڪيو وڃي. آخرڪار پنجاب جا ماڻهو آيا ۽ انهن زمين خريد ڪئي. تاهم ان عمل جا معاشي ڪارڻ کهڙا به هجن. عدل ۽ انصاف جي تقاضا اها هئي ته سنڌ جون زمينون هتان جي رهاڪن کي ڏنيون وڃن ها. ان کان پوءِ باقي بچيل زمين ٻين صوبن جي عوام ۾ ورهائي وڃي ها. جيڪڏهن ايئن ڪيو وڃي ها ته اڄ ان منفي پروپيگنڊا ۾ ايتري تيزي نه هجي ها.

سنڌ ۾ زراعت ۽ راهڪي سنڌو نديءَ جي پاڻي تي تمام گهڻو مدار

رکي ٿي. مگر هندوستان سان ٿيندڙ ”سنڌ طاس معاهدي“ راهڪيءَ لاءِ پاڻي جي سخت ڪوٽ پيدا ڪئي. پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ هندوستان اهو مطالبو شروع ڪري ڏنو هو تہ پاڪستان کي سيراب ڪندڙ درياء جيئن تہ سندس سرزمين مان نڪري رهيا آهن، ان ڪري هندوستان جو انهن مٿان هميشہ وارو حق آهي ۽ هو پاڪستان جو پاڻي بند ڪري ڇڏيندو. پنهنجي ان دعويٰ جي آڌار تي 1960ع ۾ هندوستان ان وقت جي حڪمرانن سان هڪ معاهدي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. 18 سيپٽمبر 1960ع تي ٿيندڙ ان معاهدي تي هندوستان جي طرف کان جواهر لال نهرو ۽ پاڪستان جي طرف کان صدر محمد ايوب خان کان سواءِ عالمي بينڪ جي صدر صحيون ڪيون. معاهدي جي شرطن مطابق ڏهن سالن کان پوءِ اپريل 1970ع ۾ پاڪستان جي ٽن اوڀر وارن دريائن ستلج، راوي ۽ بياس جو پاڻي هندستان لاءِ مخصوص ڪيو ويو جڏهن تہ پاڪستان جي باقي ٽن دريائن: سنڌو ندي، جهلم ۽ چناب جي باري ۾ اهو طئي ٿيو تہ هندوستان انهن دريائن جو پاڻي مقبوضہ ڪشمير ۽ مشرقي پنجاب ۾ استعمال ڪرڻ جو حق رکي ٿو. ان کان علاوه ڏهن سالن جي عرصي ۾ پاڪستان بچت پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ جهلم نديءَ تي منگلا وٽ ۽ سنڌو ندي جو واڌارو پاڻي جمع ڪرڻ لاءِ تربيلا بند تعمير ڪندو. ان ڪم لاءِ عالمي بينڪ هڪ فنڊ قائم ڪيو. جنهن ۾ آمريڪا، برطانيہ ۽ مغربي جرمني منگلا بند جي لاءِ ٽي ارب 88 ڪروڙ 75 لک روپيا ۽ تربيلا بند لاءِ هڪ ارب 75 لک روپيا مدد طور ڏنا. سنڌ طاس معاهدي کان پوءِ پاڪستان کي ڇهن دريائن مان صرف ٽن اڌورن دريائن جو پاڻي ملڻ لڳو جنهن جي ڪري زراعت جي لاءِ پاڻي جي زبردست ڪوٽ پيدا ٿي پئي. ان تي قومپرستي جي علمبردارن کي ان پروپيگنڊا ڪرڻ جو موقعو ملي ويو تہ سنڌ جو پاڻي پنجاب روڪي ڇڏيو آهي ۽ اهو تاثر ڏنو ويو تہ پنجاب سنڌ کي اقتصادي طرح تباهہ ڪرڻ جي

ڪوشش ڪري رهيو آهي. متين سٽن ۾ بيان ڪيل اهي چند سبب هئا جن جي ڪري سنڌ ۾ جي ايم سيد ۽ سنڌس پوئلڳن کي خاص طرح نوجوان نسل ۾ منفي قوم پرستي جا جذبا پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي برغلائڻ جو موقعو ملي ويو.

(ورتل روزانہ جنگ ڪراچي مؤرخہ 17 آڪٽوبر 1983ع)

# جي ايم سيد جو تاريخ کي غلط رنگ ۾ پيش ڪرڻ

اج کان ڪجهہ سال اڳيرو هڪ شاگرد تنظيم سان وابستہ هڪ ديندار ۽ باشعور نوجوان نالي عبدالباسط ميمڻ صاحب، پنهنجي ڪاليج جي نوجوان دوستن ڏانهن دين اسلام جي خوبين بابت فڪر انگيز اصلاحي ۽ تبليغي مواد تي مشتمل هڪ خط موڪليو هو. ان خط ۾ سنڌ جي جهوني سياستدان جي ايم سيد جي منفي فڪر متعلق بہ هن پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو هو. خط جو اهو حصو سنڌ جي مسلمانن جي استفادي ۽ معلومات لاءِ هتي درج ڪجي ٿو: (مرتب ڪتاب هاذا)

پيارا ڀائرو!

مون کي سچ پچ ان وقت بي حد ڏک ۽ افسوس ٿيندو آهي جڏهن قوم پرست دوست اسلام کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا آهن ۽ جتي ڪٿي هو اها ڳالهہ عام ڪندا وتن ٿا تہ اسلام جي تاريخ ۾ هميشہ ظلم ۽ ڏاڍ رهيو آهي. حالانڪہ ان جو نہ تہ هو ڪو عقلي دليل ڏين ٿا ۽ نہ تاريخي ثبوت. خود مسٽر جي ايم سيد عربن جو نالو وٺي اسان جي نوجوانن کي پنهنجي ماضي کان ڪٽڻ ۽ اسلام کان بيزار ڪرڻ ۾ نهايت ئي هوشياري سان ڪم ڪري رهيو آهي.[1] ”جيئن ڏٺو آهہ مون“ مان آءٌ حوالو نہ ٿو ڏيان ڇاڪاڻ تہ اهو ڪتاب پراڻو لکيل آهي. پر جي ايم سيد پنهنجي تازي لکيل ڪتاب ”سنڌوءَ جي ساڃاهہ“ ۾ هڪ هنڌ

[1] ڇاڪاڻ گهرجي تہ هن خط جي تحرير وقت جي ايم سيد زنده هو ۽ پنهنجي منفي فڪر تي سرگرمي سان ڪم ڪري رهيو هو. (مرتب)

لکي ٿو:

”ڇا قرآن مڪمل ڪتاب آهي، نہ قرآن کي مڪمل ڪتاب سمجهڻ غلط آهي.“ (344)

ان طرح اڳتي لکي ٿو:

”انهي طرح مسلمان قرآن کي حرف آخر تصور ڪن ٿا. حالانڪہ درحقيقت دنيا ۾ حرف آخر ڪائي چيز ٿي نٿي سگهي.“(صفحو 344)

اڳتي لکي ٿو:

”ٻين مذهبن وانگر مسلمانن وٽ بہ اها ڳالهہ راسخ ٿي وئي آهي تہ حضور ﷺ جن جي ڏنل شريعت بهترين ضابط حيات رکي ٿي. پر هاڻي اها ڳالهہ غلط ۽ فرسوده ٿي چڪي آهي. پر مان چوندس تہ شريعت جو اڪثر حصو معاشري جي تبديلي جي ڪري بيڪار ۽ منسوخ ٿي چڪو آهي، اهڙي قسم جي شريعت کي ٻيهر زنده نہ ٿو ڪري سگهجي. ان ڪري اهڙي گفتگو ڪرڻ وارا مذهب کي مڪمل ضابطہ حيات سمجهڻ وارا يا تہ بيوقوف آهن يا هو پنهنجي مستقل مفاد کي محفوظ رکڻ خاطر اهڙيون ڳالهيون ڪن ٿا.“ (صفحو 344)

خليفن ۽ صحابہ متعلق فرمائي ٿو:

”شروعاتي مسلمان خليفا جن کي خلفاءِ راشدين چيو ويندو آهي ۽ جن جي دورِ حڪومت کي سونهري دور چيو ويندو آهي. انهن جي دورِ حڪومت ۾ جهاد جي نالي تي آزاد ملڪن کي عرب سامراج جو غلام بنايو ويو ۽ عربن جي حرص جي تڪميل لاءِ لکن ماڻهن کي قتل ڪرڻ جي روايت وڌي وئي. انهن جي خوشحال ۽ زرخيز ملڪن تي قبضو ڪيو ويو جڻ تہ هي سڀ انهن جي پيءُ ڏاڏي جي ملڪيت هئي ۽ اسلام آيو ئي انهن جي استحصال لاءِ هو. ان تي اڪتفا نہ ڪئي وئي پر انهن مفتوح علائقن جي ماڻهن کي پنهنجي دين تبديل ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام جي انهن علمبردارن مذهب جي نالي تي انسانيت سوز حرڪتون ڪيون

آهن.“ (صفحو 350 ـ 351)

ملاحظہ فرمايو تہ مسٽر جي ايم سيد اسان جي پياري دين ۽ مذهب کي عربن جو نالو وٺي ڪيئن بدنام ڪري رهيو آهي. هو عربن کي لٽيرو سڏي ٿو پر ٻئي طرف هو ڪو تاريخي حوالو نٿو ڏئي.

حالانڪ تاريخ شاهد آهي تہ عرب (مسلمان) تمام رحمدل، عادل ۽ مساوات پسند هئا. هنن دنيا کي تهذيب ۽ تمدن جا طور طريقا ٻڌايا. دنيا جي انسانن کي انسانن جي غلاميءَ مان ڪڍي خدا جي غلاميءَ ۾ آندو.

مسلمانن ڪڏهن بہ ڪنهن ملڪ سان هرويرو جنگ نہ ڪئي، ڪوئي ماڻهو اهڙو ثبوت نٿو ڏئي سگهي.

جيئن تہ قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ ”اسلام دين غالب ٿيڻ لاءِ آيو آهي“. ان ڪري مسلمانن جو اهو اصول هوندو هو تہ هو ڪنهن بہ ملڪ سان جنگ ڪرڻ وقت ٽي اصول سامهون رکندا هئا.

(1) يا تہ ڪلمو پڙهي اسان جا يائر بڻجي وڃو. (2) يا جزيو ڏيئي اسلامي حڪومت جا ذمي ٿي رهو. (3) يا جنگ ڪريو.

مسلمانن جي جنگي اصولن ۾ عام شهرين جو قتل عام ڪرڻ، تباهي مچائڻ، ٻين جي زمينن تي قبضو ڪرڻ، عورتن ۽ ٻارن کي قتل ڪرڻ بلڪل ممنوع آهي. (حالانڪ توهان ڄاڻو ٿا تہ فاتح قوم پنهنجي مفتوح قوم سان ڪهڙو سلوڪ ڪندي آهي.)

مسلمانن جي اها پڻ روايت هئي تہ هو وڌ ۾ وڌ اها ڪوشش ڪندا هئا تہ خونريزي گهٽ ٿئي ۽ ان کان علاوه ٻين قومن جي عمارتن کي ڍاهڻ يا فصلن کي باهيون ڏيڻ وغيره بلڪل ممنوع هو. تاريخ ۾ اهڙي ڪا بہ مسلمانن جي جنگ نٿي ملي، جنهن ۾ هنن ايئن ڪيو هجي ۽ ٻئي طرف مسلمانن جو اخلاق ۽ ڪردار سنو هو ۽ خدا خوفي پڻ تمام گهڻي هئي. انهيءَ ڪري اڪثر ملڪن کي فتح ڪرڻ جي دوران انهن ملڪن جا ماڻهو پاڻ کي حڪومت جي بدران مسلمانن جي

پناهہ ڏيندا هئا ۽ ڪيترا تہ پنهنجي حڪومت جي مقابلي ۾ ٿي ڪري مسلمانن جو ساٿ ڏيندا هئا.

جهڙيءَ طرح محمد بن قاسم جڏهن سنڌ ۾ آيو هو تہ هن جو لشڪر فقط ٻارهن هزار هو. جڏهن هو سنڌ جا ڪجهہ علائقا فتح ڪندو ملتان پهتو تہ سندس لشڪر پنجاهہ هزار ٿي ويو. مان پڇان ٿو تہ اهو 38 هزار وڌيڪ لشڪر ڪٿان آيو؟ ظاهر آهي تہ هتان جا هندو مسلمان ٿيا. مان پڇان ٿو ڇو مسلمان ٿيا؟ ڇو هڪ لٽيري جي مدد ڪيائون ۽ نہ صرف مدد ڪيائون پر پنهنجي حڪومت جي مقابلي ۾ اچي ويا.

ڇو هڪ جابر ۽ ظالم انسان جي محبت ۾ ايترو وڌي ويا جو جڏهن هن کي سليمان بن عبدالملڪ واپس گهرايو تہ هن لاءِ سليمان سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ڇو هڪ زاني ۽ بدمعاش جي مري وڃڻ کان پوءِ ان جي لاءِ روئڻ لڳا ۽ ان جون مورتون ٺاهي ڪيس پوڄڻ لڳا. آخر ڇو راجا ڏاهر جي ڌيءَ محمد بن قاسم جي اخلاق کان ايترو متاثر ٿي جو هن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ محمد بن قاسم کي بي حد ايلاز ڪيائين. آخر محمد بن قاسم مجبور ٿي هن سان پردي جي اوٽ ۾ ملاقات ڪئي ۽ ڏاهر جي ڌيءَ پردي کي ڦاڙي محمد بن قاسم کي ڏسي ان جي شرم و حياءَ کان متاثر ٿي هن کي چوڻ لڳي تون تہ ديوتا آهين. سچا ديوتا مان توکي پوڄڻ گهران ٿي. (محمد بن قاسم فوراً اکيون جهڪايون.)

ڇا مسٽر جي ايم سيد کان اهي ڳالهيون وسري وڃن ٿيون؟ ڇا ڪنهن ملڪ جا ماڻهو پنهنجي ئي ملڪ تي حملو ڪندڙن کي آڌرياءُ ڪري سگهن ٿا. ڇا ڪنهن لٽيري ۽ جابر انسان جا ڪوئي بت ٺاهي ان کي پوڄي سگهي ٿو؟

ڇا مسلمانن جي عدل ۽ انصاف کان دنيا واقف نہ آهي؟ مان توهان کي انهن خليفن (جن کي مسٽر جي ايم سيد صاحب لٽيرو چوي

ٿو) جي انصاف جو فقط هڪ مثال بيان ڪريان ٿو:

هڪ ڀيري حضرت عمر رضہ جي پٽ ابو شحمہ کي سازش سان شراب پياريو ويو ۽ غلطيءَ ۾ ان زنا ڪري وڌي. جيتوڻيڪ حضرت عمر رضہ خليفة المسلمين هجڻ جي حيثيت سان، پنهنجي پٽ تان اها سزا معاف ڪرائي سگهيو پئي ڇاڪاڻ تہ سندس پٽ کي سازش سان شراب پياريو ويو هو. پر دنيا حيرت ۾ پئجي وئي ۽ ڏسڻ وارا حيران ۽ دنگ رهجي ويا. جو حضرت عمر رضہ پنهنجي پياري پٽ کي پنهنجي هٿن سان سيني عام مسلمانن جي آڏو پورا سؤ ڪوڙا هنيا ۽ سو ڪوڙن لڳڻ کان پوءِ سندس پٽ وفات ڪري ويو.

ڇا اهڙا عادل حڪمران ڪنهن سان ظلم ۽ ڏاڍ ڪري سگهن پيا؟ مسلمانن جي عدل، انصاف، اخلاق ۽ ڪردار جي مسلمانن تہ ڇا پر متعصب هندن ۽ عيسائي مؤرخن بہ تعريف ڪئي آهي.

نيپولين بونا پارٽ جو چوڻ آهي تہ حضرت عمر ﷛ ايتري تہ انصاف سان حڪومت ڪئي، جو جيڪڏهن هو ڏهہ سال وڌيڪ زنده رهي ها تہ جيڪر دنيا تان هميشہ لاءِ ڪفر ۽ الحاد ختم ٿي وڃي ها.

مسٽر جي ايم سيد، رسول بخش پليجو ۽ اهڙا ٻيا اسلام کان بيزار اڳواڻ تہ مسلمانن کي لٽيرو ۽ ظالم قرار ڏين ٿا پر برٽرانڊ رسل جهڙو عيسائي مفڪر لکي ٿو تہ:

”مسلمان علم ادب جا پرستار، رحمدل ۽ بااخلاق هئا. هو ڪنهن تي بہ ظلم ڪرڻ پسند نہ ڪندا هئا ۽ هو محبت ۽ اخوت سان هلندا هئا.“

اسان جا اسلام کان غير واقف سنڌي (مسلمان) چون ٿا تہ عرب مسلمانن ٻين ملڪن جي عورتن کي قبضي ۾ رکيو حالانڪ مسلمانن جي اخلاق ۽ ڪردار جي تعريف ۾ هڪ غير مسلم ۽ عظيم مغربي تاريخدان Gibbon گبن پنهنجي ڪتاب (Decline and fall of Roman Empire) ”رومي سلطنت جو عروج و زوال“ ۾ لکي ٿو:

”عرب پنهنجي ۽ ٻين جي عورتن جو ڏاڍو خيال رکندا هئا. ڏاڙهين لاءِ بہ ڏاڍا حساس هوندا هئا ۽ انهي لاءِ نفرت آميز لفظ برداشت نہ ڪندا هئا.“

هندو پاڪ جي وڏي هندو ڪميونسٽ ليڊر مسٽر ايم اين راءِ (M.N.Roy) پنهنجي ڪتاب ”اسلام جو تاريخي ڪردار“ (Historical Role of Islam) ۾ صفحي 11 تي لکي ٿو تہ:

”مسلمان حملي آورن کي هر هنڌ آجيان ڪيو ويو. عرب مسلمانن جي جنگي ڪارنامن مان فقط اها ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي تہ انهن تاريخ جي خدمت ۽ انسانيت جي ترقي لاءِ حڪمراني ڪئي.“

(Every where the Saracen invaders were welcomed. The amazing achievments of Saracen arms only prove that they wieded at the service of history for the progress of humanity.)

ايم اين راءِ (M.N.Roy) مسلمان عربن کي وڏيڪ خراج عقيدت پيش ڪندي لکي ٿو:

”عربن قيصر ۽ ڪسريٰ جون عاليشان، مقدس عمارتون محض ان ڪري ڪيرايون تہ جيئن، انساني علم جي گڏ ڪيل خزاني کي انهن جي قريب الوقوع بربادي کان بچائي سگهجي ۽ ان کي محفوظ ڪري مستقبل جي نسل جي فائدي لاءِ وڏائجي. مسٽر راءِ جا مٿيان لفظ سونهري اکرن سان لکڻ جهڙا آهن. اسان جي سنڌ ۾ جي ايم سيد جا مقلد ابراهيم جويو سراج الحق ميمڻ، پير حسام الدين راشدي ۽ شيخ اياز وغيره چئي رهيا آهن تہ عربن جي حملن دوران اسان جا ڪتب خانا ساڙيا ويا هئا. ڇا جي ايم سيد جا اهي فڪري پوئلڳ ۽ نام نهاد دانشور هندو مؤرخ ايشوري پرشاد ۽ ڪميونسٽ ليڊر (M.N.Roy) کان بہ وڌيڪ علم رکن ٿا؟

It demolished the holy edifices if the cesars and the chosroes, only to rescue from their impending ruin the

accumulated treasures of human knowledge, preserve and multiply, therefore the benefit of posterity. (PP:Z)

جيڪڏهن توهان کي اجا بہ يقين نٿو اچي تہ برٽرانڊ رسل جي جڳ مشهور ڪتاب Wisdom of the west جو صفحو نمبر 98 پرفيسر فلپ۔ ڪي۔ هٽي جي ڪتاب (History of Arabs) جو صفحو 144، پروفيسر برنيائيٽ جي ڪتاب: Making of Humanity جو صفحو نمبر 202 پڙهي ڏسو مان آخر ڪيترا حوالا ڏيان.

محمد بن قاسم کي لٽيرو قرار ڏيڻ وارن کي منهنجي گذارش آهي تہ هو مسلمان نہ پر هندو مصنفن ۽ مؤرخن مثلاً اوڌ بهاري پانڊي جو ڪتاب (Early Medevial India) ڊاڪٽر تاراچند جو ڪتاب (Infiuence of Islam over Indian Culture) ڊاڪٽر اشوري پرشاد جو ڪتاب (History of Medevial India) ۽ ڪئنسيرائيٽ جو ڪتاب (Study of wars) پڙهڻ گهرجين.

پيارا پاٺرو!

هاڻي توهان خود فيصلو ڪريو. هي سڀ غير مسلم، تاريخدان، مفڪر ۽ مصنف مسلمانن متعلق ڪهڙي راءِ رکن ٿا ۽ مسٽر جي ايم سيد انهن کي ڇا ڪوني ٿو.

ڪيتري نہ افسوس جهڙي ڳالهہ آهي جو جارج برنارڊشا ۽ نيپولين جهڙا غير مسلم بہ اسلام کي جديد دنيا جي فلاح ۽ ڪاميابيءَ جو واحد ذريعو سڏن ٿا پر اسان جو جي ايم سيد صاحب اسان کي چوي ٿو تہ اسلام جي شريعت پراڻي ٿي وئي آهي. هاءِ افسوس! سنئين سڌي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن توهان کي سنڌ جا مسئلا حل ڪرائڻا آهن تہ پوءِ آخر توهان اسلام کي گهٽ وڌ ڇو ٿا ڳالهايو. جيڪڏهن نفرت توهان کي پنجابين کان آهي تہ ان جو بدلو اسلام کان ڇو ٿا وٺو؟ جيڪڏهن سنڌ جا حق غصب ٿي ويا تہ پوءِ آخر ان ڳالهہ چوڻ جو ڪهڙو جواز آهي تہ اسلام پراڻو ٿي ويو. جيڪڏهن صاحب اقتدار ماڻهن تي ظلم ڪن ٿا تہ

پوءِ آخر اها ڳالھ چوڻ ڪھڙو وزن رکي ٿي تہ قرآن پراڻو ٿي ويو آهي

چا جي ايم سيد جي مٿين نظرين کان پوءِ بہ هڪ مسلمان هن جي ڪيڏي لڳي سگھي ٿو؟ خدا جو قسم ڪڏهن بہ نہ. ڇا هي خدا جو ڪلام قرآن پاڪ، حديثن جا ڪتاب ۽ مسلم ۽ غير مسلم مفڪرن جون اسلام جي عظمت جون شاهديون سڀ ڪوڙ ۽ بڪواس آهن ۽ فقط مسٽر جي ايم سيد صحيح آهي؟

منهنجي خيال ۾ منهنجي هيڏي ساري تقرير کان پوءِ توهان کي ڪڏهن بہ نٿو جڳائي تہ توهان مسلمان ۽ سنڌي هجڻ جي باوجود اسلام کي گھٽ وڌ ڳالهايو ۽ اسلام دشمن ليڊرن جي ڪيڏي لڳو. جيڪڏهن توهان اڃا بہ پنهنجي روش کي تبديل نہ ڪيو تہ مان چوندس تہ توهان جو مقصد سنڌ جا حق حاصل ڪرڻ نہ، پر سنڌي قوم کي تباهہ ڪرڻ، ان کي اسلام ۽ قرآن کان متنفر ڪرڻ ۽ ملحد بڻائڻ آهي، جو تہ مان ان ماڻهو کي سنڌي تسليم ئي نہ ٿو ڪريان، جيڪو اسلام کي گھٽ وڌ ڳالهائي ٿو ڇاڪاڻ تہ سنڌ جو ماضي حال ۽ مستقبل اسلام آهي. سنڌي قوم فطرتاً مذهب پسند آهي. هن کي اسلام سان بي حد محبت آهي. جيڪڏهن چند نوجوانن کي سازش تحت اسلام کان بيزار ڪيو ويو آهي تہ ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ سنڌي قوم اسلام کان نفرت ڪري ٿي.

جيڪڏهن انهن ڳالهين جي باوجود بہ توهان پنهنجي رستي کي بدلائڻ نہ ٿا چاهيو تہ مان توهان کي گذارش ڪريان ٿو تہ مهرباني ڪري اڄ کان وٺي ظاهر ظهور اسلام کان بغاوت جو اعلان ڪريو. پنهنجا نالا تبديل ڪري توپڻ مل ۽ مڪيش لال، (معذرت سان) Jhonson ۽ James رکو. اسلام کان ناتو ٽوڙي ڇڏيو تہ پوءِ مان توهان کي پڪو جي ايم سيد جو مقلد ۽ راجا ڏاهر جو پرستار مڃيندس ورنہ خدا جي واسطي خدا جي دين سان اها مذاق نہ ڪريو ورنہ خدا جيڪو توهان کي عذاب ڏيندو تنهن کان ياڻ کي توهان ڪڏهن بہ بچائي نہ

سگھندؤ. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏھن ھڪ ماڻھو مسلمان ٿي ڪي اسلام دشمنن سان گڏ ھلي ۽ اسلام ڪي تنقيد جو نشانو بنائي تہ ان تي خدا تعاليٰ ڪي ڪيترو غضب ايندو. جيڪڏھن ھڪ قومپرست پارٽيءَ جو ڪو ڪارڪن ان جا بنياد اکيڙڻ جي ڪوشش ڪري تہ پوءِ توھان ان سان ڪھڙو سلوڪ ڪندا.

پيارا دوستو!

ھي سڄو سنڌي قوم سان فراڊ آھي. ھنن ڪي ڄاڻي واڻي اسلام کان، قرآن کان، خدا کان ۽ پنھنجي شاندار ماضي، عظيم الشان تاريخ ۽ بھترين تھذيبي روايتن کان پاسي رکڻ جي ھڪ ناپاڪ سازش آھي. ورنہ اڄ بہ دنيا کي اسلام جي ايتري ضرورت آھي جيڪا اڄ کان چوڏھن سؤ سال اڳ ھئي. اڄ بہ اسلام اھڙو ئي جديد آھي. جيترو اڄ کان چوڏھن سؤ سال اڳ ھو.

ڪجھ ماڻھن کي جڏھن مڃايو وڃي ٿو تہ اسلام سچو آھي ۽ مسئلن جو حل پيش ڪري ٿو تہ ھو چون ٿا تہ اسلام ھاڻي نہ ٿو اچي سگھي. حالانڪہ اھڙي ماڻھو جو خود ايمان ڪمزور آھي. ھڪ مسلمان ڪڏھن بہ ايئن نٿو چئي سگھي تہ اسلامي نظام ھاڻي نٿو ھلي سگھي. جڏھن تہ قصور اسان جو پنھنجو آھي. اسان اسلام تي خود ھلون نہ ٿا. اسان جا سڀ عمل قرآن ۽ سنت جي خلاف آھن ۽ پوءِ بہ چئون ٿا تہ اسلام پراڻو آھي. ان جو تہ مثال ايئن آھي تہ ھڪ مريض کي ڊاڪٽر علاج لکي ڏئي ھو علاج تي عمل نہ ڪري ۽ گوريون، ڦڪيون نہ واپرائي، نہ سيون (Injection) ھڻائي ۽ نہ پرھيز ڪري ۽ پوءِ جيڪڏھن ھو چوي تہ ڊاڪٽر جو علاج غلط ۽ بي سود آھي تہ ڇا اھڙي ماڻھو جي ڳالھہ تي ڪو بہ عقلمند ماڻھو يقين ڪري سگھي ٿو! اھڙي نموني الله تعاليٰ بہ اسان جي مرضن ۽ مسئلن جي حل لاءِ احڪامات نازل فرمايا آھن. اسان انھن تي ڪو بہ عمل نہ ٿا ڪريون ۽ پوءِ چئون ٿا تہ اسلام اسان جا مسئلا حل نہ ٿو ڪري. حيف آھي اسان جي حال تي!

حافظ محمد موسيٰ پٽو حيدرآباد

# ”جي ايم سيد جي شخصيت جو تنقيدي جائزو“

مسائل ۽ مشڪلات ڪي بنياد بڻائي صوبائي عصبيت پيدا ڪرڻ ۽ نوجوانن کي گمراه ڪرڻ ۾ سڀ کان وڏيڪ فڪري ڪم جنهن شخص ڪيو آهي، اهو جناب جي ايم سيد صاحب آهي. بلڪ زياده صحيح ڳالهه هي آهي تہ مذهب جي مخالفت ڪرڻ ۽ قوميت جي بنياد تي مسلمانن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ ۽ پاڪستان کي ختم ڪري سنڌو ديش بنائڻ لاءِ نوجوانن جو جيڪو گروه منظم ٿيو آهي، اهو جي ايم سيد جي ڪوشش جوئي نتيجو آهي.

جي ايم سيد جي ڪتابن پڙهڻ سان ايئن پيو محسوس ٿئي جڻ تہ سندس جسم جي رڳ رڳ ۾ هندن سان همدردي ۽ خدا جي دين سان دشمني پريل آهي. ان لحاظ کان جي ايم سيد هڪ غير معمولي انسان آهي، جيڪو صدين کان پوءِ پيدا ٿيو آهي. سنڌ تہ ڇا مسلمانن جي سڄي تاريخ ۾ اهڙا ماڻهو ڳولڻ سان بہ نہ ٿا ملن، جن ديده دليريءَ سان اسلام جي هڪ هڪ چيز تي حملو ڪيو هجي ۽ حجر اسود کي انساني آلت جو پٿر قرار ڏنو هجي وغيره وغيره. اهڙي غير معمولي انسان جو ذهني ۽ نفسياتي تجزيو ڪرڻ تمام ضروري آهي تان تہ معلوم ٿي سگهي تہ هن جا انتها پسندانہ خيالات ڪنهن ردعمل جو نتيجو آهن يا سندس ننڍپڻ کان ذهني تربيت ئي اهڙي انداز سان ٿي آهي. ان بابت سنڌ جي ممتاز ۽ مشهور محقق قربان علي بگٽي ۽ معروف نقاد حافظ ابن سبيل ڪافي ڪجهہ لکيو آهي، پر آءٌ هتي جي ايم سيد جو تجزيو هڪ ٻئي پهلو کان ڪندس، جنهن جا اڪثر شاهد سندس پنهنجا ليک هوندا.

مون جناب سيد صاحب جا اڪثر ڪتاب پڙهيا آهن ۽ سندس

بعض ڪتاب تہ تي تي چار چار پيرا نظر مان ڪڍيا آهن. ان سان گڏ جي ايم سيد جي ان وقت جي ساٿين کان بہ سندس بابت تفصيلات معلوم ڪيا آهن.

ان معلومات جي آڌار تي جي ايم سيد صاحب جي باري ۾ منهنجو تجزيو آهي تہ هن جي ننڍپڻ کان وٺي ذهني تربيت اهڙن هندو استادن ڪئي آهي جيڪي اسلام ۽ مسلمانن سان شديد بغض رکندڙ هئا. تعليم کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ جڏهن هن سياسي زندگي ۾ قدم رکيو تہ ان وقت بہ هن جي سياسي رهنمائي ڪندڙ هندو ئي هئا. بلڪہ دادو ضلع جي هڪ بزرگ جو چوڻ آهي تہ جي ايم سيد کي جي ايم سيد ئي هندن بنايو. دراصل هندن سيد صاحب جي غير محسوس طريقي سان ذهني برين واشنگ ڪئي آهي ۽ هن کي اسلام جو دشمن ۽ فڪري انتشار جو شڪار بنايو آهي. اسان وٽ ان ڳالهہ جي شهادت لاءِ باقاعده ثبوت آهن. جيڪي اسين اڳتي هلي پيش ڪريون ٿا.

اڳتي هلڻ کان اڳ هيءَ ڳالهہ معلوم ٿيڻ گهرجي، تہ سيد صاحب جو والد سيد محمد شاه هڪ ديندار ۽ دردمند مسلمان هو پر بين مسلمان زميندارن وانگر هن جا ڪمدار ۽ مينيجر وغيره سڀ هندو هئا. هن جو هي قول مشهور آهي تہ مسلمان حساب ڪتاب رکڻ ۾ بي ايمان آهن ۽ ان جي پيٽ ۾ هندو سچار آهن. اهوئي سبب هو جو هن پاڻ وٽ هندو ڪمدار رکيا هئا. ان ڳالهہ جي تصديق سابق وزيراعليٰ سنڌ پير الاهي بخش مرحوم ۽ حضرت پير ابراهيم جان سرهنديءَ پڻ ڪئي آهي.

جي ايم سيد صاحب اڃا 16 مهينن جو هو تہ سندس والد پهرين نومبر 1905ع ۾ هڪ خانداني جهڳڙي ۾ شهيد ٿي ويو ان کان پوءِ سندس گهر جو ڪم ڪار ۽ ڏيتي ليتي اهي ئي هندو ڪرڻ لڳا. جيڪي والد جي زماني کان وٺي ڪم ڪندا رهيا هئا. ڇاڪاڻ تہ سندس پوري ڪٽنب ۾ ڪو بہ مرد ماڻهو سنڀال لاءِ ڪونہ رهيو هو

سندس وڏو ڀاءُ 11 مهينن جي عمر ۾ انتقال ڪري ويو هو. هندن جي نوڪر هجڻ بابت سيد صاحب جيتوڻيڪ صاف طور تي ڪونه لکيو آهي. پر هڪ تحرير ۾ ان ڏانهن اشارو ڪيو اٿائين. لکي ٿو تہ:

"منهنجي صغير سنيءَ جي زماني ۾ سيٺ آئيداس مل منهنجي "نوڪرن" جي مدد سان زمين وڏائي چڱي حيثيت ڪري ويو هو."

(جنب گذاريم جن سين جلد پهريون صفحو 9)

ان حوالي مان شهادت ملي ٿي تہ سندس ننڍپڻ واري زماني ۾ سندس نوڪر هندو هيا، جن آئيداس مل کي مالي حيثيت وڌائڻ ۾ مدد ڪئي.

ان وقت سن شهر جي حالت اها هئي جو پوري شهر جي ڪاروبار تي هندن جو قبضو هو. پوري شهر ۾ جي ايم سيد کان علاوه مشڪل سان ٻہ چار گهر مسلمانن جا هئا ورنہ سڀ هندو هئا. سن ۾ مانجهند جي هندن جا ٻاهرين ملڪن ۾ لکن رپين جا ڪاروبار هوندا هئا. سن جي پرائمري اسڪول جا ماستر پڻ هندو هئا. اتفاق سان ڪڏهن ڪو مسلمان ماستر بہ بدلي ٿي ايندو هو. جي ايم سيد جي ابتدائي تعليم انهن هندو ماسترن جي هٿان ٿي. جنهن جو ذڪر هو پاڻ ڪري ٿو. لکي ٿو:

"ماستر ريوا چند نهالچند وٽ مون ٻيو درجو پاس ڪيو. هاڻ ڇهين مهيني درجو پاس ڪرڻ لڳو هئس. ان کان پوءِ هي سگهو ئي بدلي ٿي ويو ۽ وري آيو. وڌيڪ لکي ٿو تہ هي ماستر راڳ عمدو ڳائيندو هو ۽ ناٽڪ ۾ بہ دلچسپي هيس. سنڌ جي صوفي شاعرن جي منتخب ڪلام جو بياض وٽس هوندو هو. شاگردن ۾ پڙهڻ جو چاه هڪ طرف پيدا ڪيو هيائين تہ راڳ جو شوق ٻئي طرف."

(جنب گذاريم جن سين. جلد پهريون صفحو 2)

انهيءَ ڪتاب ۾ وڌيڪ لکي ٿو تہ "آءٌ ماستر ريوا چند کان اڳ

ماستر ڏرمر داس پاڳو مل وٽ پڙهندو هوس.“ (ڏسو صفحو 1)

پنهنجي شروعاتي استادن بابت جي ايم سيد لکي ٿو تہ:

”ماستر وسڻ مل ٻالچند 18 سالن تائين سن اسڪول جو هيڊ ماستر هو. آءٌ چوٿين درجي کان وٺي ڇهين درجي تائين وٽس پڙهيس.“ (ڏسو مٿيون ڪتاب صفحو 3)

جي ايم سيد جي انهن تحريري حوالن مان اها ڳالهہ واضح ٿي وئي تہ سندس شروعاتي تربيت ۽ تعليم هندو استادن ئي ڪئي. راڳ جو شوق جيڪو جي ايم سيد کي ايتري قدر ستائي رهيو آهي، جو پنهنجي اڪثر ڪتابن ۾ سنڌي نوجوانن کي راڳ سکڻ جي تلقين ڪئي اٿس ۽ جڏهن 1940ع ۾ وزير تعليم ٿيو تہ راڳ کي فروغ ڏيڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي پڻ ناهيائين. اهو شوق سندس هندو استاد ريوا چند ننڍي هوندي کان پيدا ڪيو هئس.

هندو استادن جي انهي ذهني تربيت کان پوءِ جڏهن جي ايم سيد عملي ميدان ۾ قدم رکيو تہ اتي بہ کيس اهڙن هندن سان دوستي ٿي، جيڪي مذهب جا سخت مخالف هئا. هتي اسين اهڙن هندن جا مثال پيش ڪريون ٿا جن سان سندس دوستي هئي.

مسٽر ڄيٺمل جي باري ۾ لکي ٿو تہ:

”هو منهنجو سياسي مددگار، صلاحڪار، تصوف ۾ استاد دوست ۽ ياءُ ٿي پئي رهيو. جيڪڏهن ڪنهن بہ هڪ انسان منهنجي زندگي تي گهڻي ۾ گهڻو اثر ڪيو تہ اهو ياءُ ڄيٺمل هو. ڪراچي لوڪل بورڊ جي گشت ۾ مون سان ساڻ هو. سنڌ ۾ ڪو آپريٽو تحريڪ جي زور وٺائڻ ۾ سندس هٿ هو. ڳوٺ سڌار هلچل سندس صلاح ۽ مشوري سان هلندي هئي. صوفي سماگم، صوفي راڳ جون مجلسون سندس موجودگي سان ڀڪنديون رهنديون هيون.“ (ڏسو مٿيون ڪتاب صفحو 292)

هي ڄيٺمل صاحب جنهن کان جي ايم سيد (بقول ان جي) زندگي

۾ سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيو آهي. ان جا خيالات ڪهڙي قسم جا هئا؟ ان بابت لکي ٿو تہ ”هو پڪو سنڌي هو ۽ جديد فلسفہ قوميت جي اصول مطابق هر ڳالهہ ڪي سنڌي ويس پارائڻ جو قائل جو. ٻئي طرف سندس مخالف، سنڌيت کان اڻ واقف هئڻ ڪري، هر ڳالهہ کي ڪٽر مسلماني ويس پهرائڻ جا حامي هئا. انهي ذهنيت تہ سنڌ جي اصل باشندن جا نسل بدلائي ڪن کي سيد، ڪن کي فاروقي، صديقي، قريشي ۽ حمزه جو اولاد وغيره بنائي ڇڏيو هو.“

(ڏسو مٿيون ڪتاب ص 291)

ان حوالي جو مطلب اهو آهي تہ ڄيٺمل صاحب وٽ حق ۽ صداقت جو اصل معيار سنڌيت هئي. ڪا بہ شيءِ جي سنڌيت جي معيار تي نهڪي نہ اچي تہ اها باطل آهي حق ۽ باطل جو اهو اُهو تصور آهي جيڪو جي ايم سيد صاحب ڄيٺمل کان سکيو آهي ۽ جنهن کي عام ڪرڻ لاءِ هن پوري زندگي صرف ڪري ڇڏي آهي ۽ پنهنجي سيني ڪتابن ۾ مختلف پيراين سان ان تصور کي پيش ڪيو آهي. ان جو مطلب اهو آهي تہ حق و باطل کي پرکڻ جو اهو معيار جي ايم سيد جو پنهنجو نہ آهي بلڪہ اهو سبق هن هندو استاد ڄيٺمل صاحب کان سکيو آهي.

ڄيٺمل صاحب کان هن جيڪو ٻيو سبق سکيو آهي سو تصوف جو آهي. جيئن هو پاڻ چوي ٿو تہ ”ڄيٺمل تصوف ۾ منهنجو استاد آهي“. اهو ڪهڙو تصوف آهي جيڪو هن صاحب پنهنجي استاد کان سکيو آهي؟ ان جو جواب جي ايم سيد جي ڪتابن جي مطالعي مان آساني سان ملي وڃي ٿو.

هن جو چوڻ آهي تہ صوفي جو مذهب جنهن جو مان قائل آهيان سو اهو آهي تہ دنيا جي سيني مذهبن کي سچو مڃيو وڃي ۽ سيني مذهبن جي ڪثرت پٺيان وحدت ڏٺي وڃي. ڄيٺمل کان پوءِ سيد صاحب پنهنجي زندگي ۾ سڀ کان وڌيڪ اثر جن شخصيتن جو قبول

ڪيو آهي اهي مسٽر ٺهلراماڻي، مسٽر جمشيد نسروانجي، راءِ بهادر سيٺ وشنداس، ڪماري جيٺي تلسيداس سپاهيملاڻي وغيره آهن.

مسٽر ٺهلراماڻي بابت لکي ٿو ته ”منهنجي ساڻس واقفيت سندس والد پرسرام جي ”سن“ ۾ هيڊ ماسٽر ٿي اچڻ بعد ٿي. جا ڪراچيءَ ۾ منهنجي ضلع لوڪلبورڊ جي وائيس پريزيڊنٽيءَ جي ايامڪاريءَ وقت وڏي وچي دوستيءَ جي درجي کي پهتي. ان کان پوءِ منهنجي زندگيءَ جي هر ڳالهه ۾ هي ڪپڙي جي تانجي پيٽي وانگر ڳنڍيو رهيو آهي. جڏهن ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيس، ته ان لاءِ حاتم علويءَ ۽ هن جي لاڳاپي کي اثر هو. ڪراچيءَ ۾ صوفي سماگم ٿيندا هئا. تن جا هي ۽ دادا چيتمل روح روان هوندا هئا. ڪو وقت هو جو آفيس جي وقت کان پوءِ مون سان اڪثر ٿي ماڻهو گڏ هوندا هئا. منگهو ٺهلراماڻي، ريجهومل آڏواڻي ۽ جهمٽ تڏاڻي. شام جو جيڪڏهن اسان چئن مان ڪو اڪيلو هوندو هو ته ڪيترا ماڻهو ڪيس پڇندا هئا ته باقي رفيق ڪٿي؟“

ٺهلراماڻي بابت وڌيڪ لکي ٿو ته ”مون کي هن ۾ ڪو عيب ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. نه ڪا هن بابت ڪڏهن غلط فهمي ٿي. هم نفسي ۽ محبت جو جيڪڏهن سنو مثال پيش ڪري سگهان ٿو ته اها هن جي دوستي آهي.

اڻ مٽ دوستي جا ثبوت ڏيندي لکي ٿو ته ڪوٽڙي ۽ سيوهڻ تڪ مان جڏهن سنڌ اسيمبلي جي ميمبري لاءِ اميدوار بيٺو هئس ته هن منهنجي اليڪشن کي پنهنجو سمجهي ڊڪ ڊوڙ ڪئي هئي. ٻيو ثبوت پيش ڪندي لکي ٿو:

”منزل گاه مسجد جي لاءِ جڏهن مسلم ليگ طرفان هلچل هلائي رهيا هئاسون، تڏهن هن مسٽر جمشيد ۽ دادا چيتمل پرسرام گڏجي مون کي صلاح ڏني ته آءٌ ان هلچل کان پري رهان. جڏهن مون سندن ڳالهه مڃڻ کان انڪار ڪيو ته ان سلسلي ۾ مون کي جيل ۾ وجھڻو پيو

هن باوجود سنڌ جي هندن جي سخت مخالفت جي جيل ۾ ملڻ ۽ کاڌي خوراڪ پهچائڻ کان دريغ نہ ڪيو.“
(ڏسو مٿيون ڪتاب ص 377_ 374)

اندازو لڳايو تہ سيد صاحب جا ٺهلراماڻيءَ سان ايتري قدر گهرا تعلقات هئا. جو سياسي مقصد خاطر جي ايم سيد ۽ سندس ساٿين طرفان مسجد منزل گاه جو جهيڙو کڙو ڪري، فساد ڪرڻ جي ڏوه ۾ جڏهن سيد صاحب گرفتار ٿيو ۽ حيدرآباد جيل ۾ آندو ويو تہ کيس کاڌو ٺهلراماڻي جي گهران ايندو هئس حالانڪ حافظ خير محمد اوحدي جو چوڻ آهي تہ ان وقت حيدرآباد ۾ سندس مائٽ بہ موجود هئا.

ٺهلراماڻي کان پوءِ سيد صاحب جنهن شخص کان وڌيڪ متاثر ٿيو اهو مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا آهي. ان بابت لکي ٿو تہ ”جمشيد موجوده دور جي برگزيده انسانن مان هڪ ٿي گذريو آهي. سنڌ ۽ هند کي اهڙي مايہ ناز هستيءَ تي بجا طور فخر ڪرڻ جو حق آهي. آءٌ پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو جو اهڙي عظيم شخصيت جي تربيت ۽ رفاقت جو موقعو نصيب ٿيم. مون کي سندس سياسي شاگرد ۽ ذهني پوئلڳ سڏائڻ ۾ فخر ٿيندو. سياست. سوشل سروس ۽ مذهبي خيالن ۾ هن جو مون تي گهڻو اثر پيو.“

جمشيد جا اهي ڪهڙا مذهبي خيال هئا جن سيد صاحب تي سندس بقول گهڻو اثر ڪيو؟ ان بابت لکي ٿو تہ 1909ع ۾ ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ سان واقفيت بعد جمشيد ٿياسافيڪل سوسائٽي جو ميمبر ٿيو. صوفي خيالات رکڻ ڪري، هو جملي مذهبي اختلافن پويان بنيادي وحدت جو قائل هو. انهي جي پيرويءَ ۾ هو رمضان جا روزا بہ رکندو هو. محرم وقت هو مسلمانن سان همدردي ڪندو هو. ناتال ايسٽرو وغيره جي موقعن تي ديولن ۾ وڃي عيسائين جي دعائن ۾ شرڪت ڪندو هو. هندو ڏڻ وار تي هندن سان شريڪ ٿيندو هو ۽ ساڳي طرح سکن ۽ يهودين سان بہ وڃي شريڪ ٿيندو هو. سندس چوڻ

هو تہ مذهب ماڻهن لاءِ بنايو آهي نہ ماڻهو مذهب لاءِ.

(ڏسو مٿيون ڪتاب صفحو 188)

اهي آهن جمشيد صاحب جا مذهبي خيالات، جن کان سيد صاحب متاثر ٿيو. جن غير مسلمن کان سيد صاحب شروع کان وٺي ذهني طور تي متاثر ٿيو آهي تن جا مثال تہ گهڻائي آهن پر طوالت جي ڪري اسين ان بحث کي اتي پورو ڪريون ٿا. مٿئين اقتباس مان اها ڳالهہ چڱي ريت معلوم ٿي وئي تہ هندن سيد صاحب کي ٻي سهارو سمجهي ۽ والد مرحوم جي زمين ۽ مريديءَ کي ڏسي سندس گهيرو ڪيو ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽي جو ميمبر بنائي هن تي ڪم ڪيو ۽ کيس فڪري انتشار جو شڪار بنايو. اسان جي ان پوري بحث جو خلاصو هي آهي تہ سيد صاحب اڄ جن خيالات ۽ نظريات جو اظهار ڪري ٿو. اهي خيالات سندس اڄ کان وٺي نہ آهن بلڪہ 1930ع کان وٺي هو انهن خيالن جو حامل آهي. البتہ انهن خيالن ۾ شدت ۽ خدا ۽ مذهب خلاف انتقامي جذبو کيس مسلم ليگ کان جدا ٿيڻ کان پوءِ پيدا ٿيو.

ان تفصيل کان پوءِ قارئين جي ذهنن ۾ يقيناً هي سوال پيدا ٿيندو هوندو تہ جي ايم سيد شروع کان مذهب جو مخالف ۽ هندن جو حامي هو تہ هن مسجد منزل گاه جي جدوجهد ۾ ڇو حصو ورتو ۽ مسلم ليگ ۾ شامل ڇو ٿيو؟

هيءُ نهايت اهم سوال آهي. اسين هتي ان جو جواب پيش ڪريون ٿا.

جي ايم سيد هڪ وڏيرو ۽ پير آهي. سنڌ جي وڏيرن جي باري ۾ هي ڳالهہ پيش نظر رهڻ گهرجي تہ سندن دوستي ۽ دشمني قومي ۽ ملڪي مفاد جي بجاءِ ذاتي مفاد خاطر هوندي آهي ۽ سندن سياسي وفادارين جو مرڪز بہ ساڳيو ذاتي مفاد هوندو آهي. اوهان سنڌ جي ڪنهن بہ وڏيري جي سياسي ڪردار تي نظر وجهو تہ اوهان کي اهو ئي

نظر ايندو. مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ بابت جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو:

”منهنجي ساري زندگي سنڌ جي اندروني آزاديءَ، ترقي ۽ بهتري لاءِ صرف ٿيل هئي. اول ۾ ان جو ٻيلو ڪانگريس جي ذريعي حاصل ٿيڻ جهڙو سمجهي، ان سان گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيم. ليڪن چند ڪوتاه انديش ڪانگريس جي ڪار گذارين کان مايوس ٿي مسلم ليگ جي وسيلي ان مقصد جي حاصلات جي تلاش ڪيم.“

(ڏسو مٿيون ڪتاب صفحو 155)

هڪ ٻئي هنڌ لکي ٿو ته:

”جڏهن الهه بخش وزارت خلاف مسلم ليگ منزل گاه جو سوال هٿ ۾ کنيو، تڏهن اول ۾ آءٌ انجي خلاف هئس، پر جڏهن ڪيترا صاحب آرڊيننس پاس ڪري ماٺ ڪري ويٺا ته مون وٽي ڪم هٿ ۾ کنيو. ان قدم کان باز اچڻ لاءِ مون کي ڄيٺمل، جمشيد ۽ ٺهلراماڻي گهڻو سمجهايو پر آءٌ ان وقت ردعمل جي گهوڙي تي سوار هئس.“

اڳتي هلي لکي ٿو ته:

”جڏهن مسلم ليگ ۾ داخل ٿي ڪن هندن جي سنڌ ۾ حرڪتن کي مون جرمنيءَ جي يهودين سان مشابهت ڏيئي تقرير ڪئي، تڏهن سارا هندو ٽپي باه ٿي ويا پر دادا ڄيٺمل مرحوم چوندو هو ته ”هيءُ ياءُ ردعمل جي چڪر ۾ ورتل آهي. سندس دل سالم آهي. پلي پٽڪي، وري ساڳين پاڻن تي موٽي ايندو“.

(ڏسو مٿيون ڪتاب صفحو 292، 293)

اهو حوالو ظاهر ڪري ٿو ته سيد صاحب مسلم ليگ ۾ خلوص دل سان شامل ڪونه ٿيو هو. بلڪه هو ردعمل جي چڪر ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو هو. ان هيٺئين حوالي مان سندس مٿين ڳالهه ته هو سنڌ جي اندروني آزادي ۽ ترقي خاطر ڪانگريس کي ڇڏي مسلم ليگ ۾ داخل ٿيو غلط ثابت ٿئي ٿي. حقيقت ۾ هو ردعمل جي چڪر ۾ ئي

ڪانگريس کي داغ مفارقت ڏيئي ويو هو. جنهن جو ثبوت نہ صرف هو پاڻ ڏئي ٿو بلڪ چينمل جو حوالو بہ پيش ڪري ٿو.

اسان جي اها ڳالهہ تہ سيد صاحب، مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ وقت بہ مذهب جي باري ۾ اهي ئي خيال رکندڙ هو جيڪي ڪيس هندو استادن ۽ دوستن ذهن ۾ ويهاريا هئا. ان جو ثبوت سندس ان خطبہ استقباليہ مان ملي ٿو جيڪي هن قائداعظم جي اعزاز ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ايڪٽيهين اجلاس جي موقعي تي ڪراچي ۾ پڙهيو.

هي الفاظ غور لائق آهن.

”جڏهن اسلام هن سر زمين تي پير پاتو. بڌ ڌرم اجا مروج هو. اسلام فقط اڳين تعليم ۾ اثبات جو اضافو ڪيو. ويدانيت ۽ وحدانيت جا فلسفا ۽ متا هتي ئي هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿيا. هڪ طرف وحدانيت هندو يوڳيءَ تي اثر وڌو ۽ بت پرستيءَ کي گهٽايو تہ ٻئي طرف مسلم درويشن سنياس مان سبق ورتا ۽ راڳ کي تصوف جو جزو بنايو. هندو مسلم عقيدا باهمي سمجهہ ۽ روا داري سان هڪ ٻئي جي نزديڪ اچڻ لڳا. گرونانڪ جي سکيا انهيءَ ميل جول جي نچوڙ جو مکيہ مثال ۽ نتيجو آهي.

مسلم صوفين هن ملڪ ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائي جي سرڪردگي هيٺ مذهبن جي بنيادي اتحاد جي پرچار ڪري مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ محبت ۽ رواداري پيدا ڪئي.

(ڏسو چونڊ سياسي مضمون مصنف جي ايم سيد)

مذهب جو هي تصور سيد صاحب، قائداعظم ۽ پوري هندوستان کان آيل هزارن مسلمانن جي سامهون پيش ڪيو آهي. مذهب جو اهو ئي تصور سندس استاد چينمل جو آهي.

هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ان هڪ حوالي کان سواءِ اسان کي ٻيو ڪو حوالو ڪونہ ٿو ملي جنهن مان جي ايم سيد صاحب جي ان وقت واري مذهب جي هندواڻہ تصور جو وڌيڪ پتو پئجي سگهجي، اسان جي

نزديڪ ان جا ٻه سبب آهن. هڪ هيءُ ته هو مصلحت ۾ حڪمت ان ۾ ڀيو سمجهي ته مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان اهڙن خيالن جو اظهار نه ڪجي. ان جا مثال ٻين شخصن جي ڪردار مان پڻ ملن ٿا. مثلاً محمد عثمان ڏيپلائيءَ صاحب شروع ۾ ردعمل جي چڪر ۾ اچي ڪري هندن جي سخت مخالفت ڪئي ۽ اسلام جي تبليغ لاءِ ڪتاب لکيا. پر بعد ۾ هو ملحد ۽ دهريه جي حيثيت سان کلي ڪري سامهون آيو. ڪجهه وقت اڳ جناب سيد سردار علي شاه صاحب ڪائنس پڇيو ته "عثمان صاحب! خبر ڪر تون اسلام ۽ شعائر اسلام وغيره بابت جن خيالن جو اظهار هينئر ڪرين پيو. تون انهن خيالن جو ڪڏهن کان ٿئين؟

عثمان صاحب جواب ڏنو ته آءُ شروع کان وٺي اهي ئي خيال رکندڙ هئس، پر مصلحت خاطر انهن جو اظهار ڪونه ڪندو هئس. ٻيو ثبوت عبدالواحد آريسر جو آهي. هو صاحب پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ٻڌائي ٿو ته "1964ع ۾ مون جڏهن جي ايم سيد جو ڪتاب "موجوده سياسي مسئلا" پڙهيو ته سنڌ جي باري ۾ منهنجو ذهن صاف ٿي ويو ۽ ان وقت مون پنهنجي دوست کي لکيو ته "هن وقت آءُ اهڙي دور ۾ داخل ٿيو آهيان، جو جڏهن سنڌ جي زمين تي سجدو ٿو ڪريان، ته ايئن ٿو محسوس ٿئي ڄڻ هڪ سال جو ننڍڙو ٻار ٻڌجي پنهنجي ماءُ جي هنج ۾ ستو پيو آهيان". انهن خيالن رکڻ جي باوجود آريسر صاحب ٻن ٽن سالن تائين حيدرآباد جي ٻن مسجدن ۾ پيش امامي جو ڪم ڪندو رهيو.

(ڏسو پيغام پبليڪيشن ڊسمبر 1974ع)

انهن ٻن مثالن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته بعضي ماڻهو مصلحت خاطر ڪجهه وقت لاءِ پنهنجن خيالن ۽ نظرين کي ظاهر ٿيڻ نه ڏيندا آهن. جي ايم سيد صاحب به ايئن ئي ڪيو.

ٻيو سبب اهو آهي ته جي ايم سيد صاحب جيتوڻيڪ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ ۽ نڪرڻ وقت تائين مذهب جي باري ۾ هندڪو تصور رکندو هو پر ان تصور جي تبليغ ۽ اسلام خلاف منجهس شدت پيدا

ڪانـ ٿي هئي. اها شدت منجهس تڏهن پيدا ٿي جڏهن هو سياسي ميدان ۾ هڪ ٻئي پنيان شڪست کائيندو ويو.

مسلم ليگ جي صدر ٿيڻ بعد هن جي خواهش هئي، تـ هو آل انڊيا مسلم ليگ جو جنرل سيڪريٽري ٿئي پر ان خواهش آڏو سنڌس لاءِ لياقت علي خان رڪاوٽ هو.

(ڏسو سابق وزير اعليٰ سنڌ پير الاهي بخش جو انٽرويو روزانـ جنگ 20 جولاءِ 1970ع)

ان شڪست بعد 1946ع جي اليڪشن ۾ هن سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت سان پنهنجي دوستن کي ٽڪيٽون ڏنيون. ان بابت پير الاهي بخش مرحوم لکي ٿو تـ:

”هَوَسِ اقتدار جي ايم سيد جو نصب العين آهي. هن پنهنجي دوستن کي وڏيڪ ٽڪيٽون ڏنيون، جنهن سبب سر غلام حسين جي گروپ مرڪز ۾ اپيل داخل ڪئي. قائداعظم، لياقت علي خان جي اڳواڻي ۾ جائزي لاءِ هڪ وفد موڪليو. وفد تحقيقات ڪرڻ کان پوءِ جيڪو فيصلو ڪيو ان مطابق جي ايم سيد جي ڏنل ٽن ٽڪيٽن کي رد ڪري ڇڏيو. ان فيصلي کي هن صاحب پنهنجي توهين سمجهيو ۽ مسلم ليگ سان بغاوت ڪئي.

(ڏسو سابق وزيراعليٰ سنڌ مرحوم پير الاهي بخش جو انٽرويو روزانـ ”جنگ“ ڪراچي 20 جولاءِ 1970ع)

ان شڪست کان پوءِ جي ايم سيد صاحب ڪوشش ڪئي تـ پاڪستان نـ ٺهي، ان لاءِ هن ”قرباني“ نالي اخبار پڻ جاري ڪئي ۽ پاڪستان جي مخالفت جي تحريڪ شروع ڪئي ۽ هو ان ۾ ناڪام ويو. ان ناڪامي هن کي خدا اسلام ۽ پاڪستان جو شديد دشمن بنائي ڇڏيو. جنهن جو اظهار هو پاڻ ڪري ٿو. ان سلسلي ۾ اسين هتي 17 آگسٽ 1970ع جي هلال پاڪستان جي هڪ خبر پيش ڪريون ٿا.

”جي ايم سيد جو پان سعيد آباد ۾ هڪ جلسو ٿيو جيڪو

ناڪام ويو. جلسي جي ناڪام ٿيڻ کان پوءِ جي ايم سيد، مراد علي شاه جي جاءِ تي پهتو. جتي سندس هڪ نوجوان حواريءَ کيس چيو ته "جيئن ڏنو آهي مون" ڪتاب نه ڇپايو ها ته توهان جي خلاف ايڏي نفرت پيدا نه ٿئي ها. جي ايم سيد جواب ڏنو ته مون هيءُ ڪتاب پنهنجي مقصدن ۾ ناڪام ٿي لکيو آهي. مون ڪنهن کي به زندگي ۾ گناه ڪونه بخشيو آهي ۽ انهيءَ ڪتاب ذريعي مان خدا کان پنهنجي ناڪاميءَ جو پلاند ورتو آهي."

اها ساڳي خبر روزنامه "جنگ" ۽ ٻين اخبارن ۾ پڻ شايع ٿي آهي.

(ڪتاب "سنڌ ۾ بيچينيءَ جا اسباب" مصنف: محمد موسيٰ ڀٽو تان ورتل)

پروفيسر اسدالله ڀٽو رحمه الله سکر

# ”سنڌ ۾ قوم پرستي تحريڪ جو پايو وجهندڙ“

هيءَ حقيقت روز روشن وانگر بلڪل صاف آهي ته هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ قوميت جو اختلاف انهي اختلاف کان زياده گهرو آهي جيڪو يورپ ۾ جرمني ۽ فرينچ ۽ انگريز ۽ اطالوي قومن جي وچ ۾ آهي. يورپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ئي قسم جو شعور آهي، انهن جي تهذيب جا بنيادي اصول به هڪ جهڙا آهن. ڪپڙي لٽي ۽ عادات واطوار ۾ به ڪو خاص اختلاف نه آهي، جيڪڏهن آهي به ته تمام ٿورو.

ليڪن ٻارهن صدين تائين هڪڙي ئي آب و هوا ۽ هڪڙي ئي زمين ۾ هڪ ٻئي جي قريب رهندي به مسلمانن ۽ هندن جي قومي زندگيءَ جا رستا بالڪل جدا آهن.

پنڊت جواهر لال نهروءَ ڳوناٽن هندن ۽ مسلمانن کي ڪجهه هڪ جهڙا ڪپڙا پهريل ڏسي ۽ اقتصادي ميدان ۾ هڪ ٻئي سان گڏ محنت ۽ مزدوري ڪندي ڏسي هي فيصلو صادر ڪيو هو ته اڙيا هي ته هڪڙي ئي قوم آهن. پنڊت صاحب پئدا ته ضرور هندوستان ۾ ٿيو هو ليڪن سندس دماغ جو سانچو انگلستان ۾ تيار ٿيو هو ۽ انهيءَ جي مٿان پالش وري روسي اشتراڪي دانشورن چاڙهي هئي. تنهنڪري هو پوري زندگي هندوستان ۾ رهي هندن ۽ مسلمانن کي صرف ٻاهران ئي ٻاهران ڏسڻ جو عادي هو. جهڙي طرح ڪو آمريڪا جو سياح، انهي ٻاهرين شڪل کي ڏسي ڪو فيصلو ڪري.

پنڊت صاحب، انهن جي دل جي گهراين ۾ جيڪي حقيقي جذبا موجود هئا، انهن جي بيان ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ اهو ڪين ڏٺو ته عقيدي ۽ نظرئي جي باري ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. ٻنهي قومن جا جذبا ۽ احساس هڪ ٻئي جي ابترو ته خلاف آهن، جو جنهن شيءِ

ڪي هندو نهايت مقدس سمجهي (ڳئون ڪي) نهايت عزت ۽ احترام سان ذسندا آهن، مسلمانن جي اها مرغوب غذا آهي. شهري هندو ۽ مسلمان ته ڪڏهن ڪڏهن هڪ ميز تي ويهي ڪا شيءِ کائي به ويندا آهن، مگر هڪ ڳوناٺو هندو ته مسلمان جي ڇهيل پاڻي کي به پيئڻ برداشت نه ڪندو. هو ريل ۾ به انهي تختي تي جنهن تي ويهي مسلمان ماني کائي رهيو هجي اتي به دل تي پٿر رکي ويهندو ۽ دل ۾ پيو اوڪارا ڪائيندو انهن ٻنهي قومن جي زندگي اندر داخل ٿيڻ وارا در هڪ ٻئي لاءِ بالڪل بند آهن. پئدائش کان وٺي موت تائين هر رسم، هر خوشي جي ڏينهن يا ڏڻ ۽ هر تڪليف ۽ راحت ۾ هندو هندو جو سڏ سڏيندو آهي ۽ مسلمان مسلمان جو سڏ. ڇا هيٺ بيان ڪيل اختلافن جي موجودگي ۾ انهن کي ڪير هڪ چئي سگهي ٿو؟

1 ـ هندوستان ۽ پاڪستان جي ورهاڱي کان اڳ گڏيل هندوستان ۾ جڏهن هندو ۽ مسلمان ڪاروبار هلائڻ لاءِ منڊي ۽ ڪارخاني ۾ بازار ۽ دفتر ۾ گڏ ٿيندا هئا ته ڇا قومي اختلاف جي ڪري انهن جي ڪاروبار ۽ معاشي فائدن ۾ انهي فرق جو اثر نظر نه ايندو هو؟ ڇوڙ وارن کي ڪنهن جهليو آهي جيترا وات اوتريون ڳالهيون. جنهن کي جيئن پئي وڻيو چيو ۽ لکيو ليڪن ڇا هن حقيقت جو ڪير انڪار ڪري سگهندو ته جڏهن ڪنهن کي نوڪري ڏيڻ يا مزدور رکڻ جو سوال پئدا ٿيندو هو يا ڪنهن ڪاروبار ۾ فائدي ۽ ڪنهن جائداد جي حاصل ڪرڻ جو ڪو موقعو آڏو ايندو هو ته ڇا هندو انهي ڳالهه جو خيال نه رکندو هو ته هندو کي فائدو ٿو پهچي يا "مشلو" سمورو مال ميڙيو ٿو وڃي؟ ڇا انهي وقت ڳوناٺي آبادين ۾ مسلمانن جو تمدني ۽ اقتصادي بائڪاٽ نه ڪيو ويندو هو؟

ڇا هي واقعو نه آهي ته جيڪي ڪاروبار ۽ ڌنڌا هندن جي هٿن ۾ هئا، انهن لاءِ هندو تيار ڪيا ويندا هئا جيئن مسلمانن کان ڪم وٺڻو نه پئي؟ ڇا هي ءَحقيقت نه آهي ته پلاوٽپ جي ڪاروبار ۾ مسلمانن جو

دخل ڏيڻ تقريباً ناممڪن بڻايو ويو هو ۽ جيڪڏهن ڪو مسلمان اهو ڪاروبار ڪندو هو تہ انهي کي ناڪام بڻائڻ لاءِ هندو پئنچات اهڙي طرح متحد ٿي ويندي هئي جو همراه وجي ڪياڙي کنهيندو؟ ڇا انهي وقت پنجاب جي زرعي نظام لاءِ جيڪي قانون ٺاهيا ويا هئا، انهن ۾ هندن جو مفاد مسلمانن جي مفاد جي بالڪل خلاف ڪين هو؟

2۔ انهيءَ وقت وياج خورن جي ظالم چنبي کان آزاد ٿيڻ تہ مسلمانن جي آڏو هڪ رحمت هئي جو هندو جي آڏو هڪ لعنت ۽ انهي اختلاف تي تہ اچي اهڙي صورت پئدا ٿي هئي جو خاص انهي مسئلي ۾ ڪانگريسي خيال جي مسلمانن بہ مسلمانن جو پاسو ورتو ۽ تقريباً سيني ڪانگريسي هندن، هندن جو پاسو ورتو. ڇا اها حقيقت هن ڳالهہ جو ثبوت نہ آهي تہ اقتصادي معاملن ۾ بہ ٻنهي قومن جا نظريا هڪ ٻئي سان ٽڪرائجن ٿا؟

## مسلمانن ۽ هندن ۾ سياسي اختلاف

(3) سياسي معاملن ۾ بہ هندو قوم پرست مسلمانن کان پاڻ کي هر طرح بالاتر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ ڪنهن بہ اهڙي موقعي کي هٿان خالي وڃڻ نہ ڏيندا هئا، جنهن ۾ مسلمانن جي سياسي موت جو سامان هوندو هو. انهي وقت جي ڪانگريس جماعت جيڪو ڪردار ادا ڪيو انهي کي هيٺ ڏنل حقيقتن جي روشني ۾ چڱي طرح سمجهي سگهبو.

(1) بهار اسيمبلي (29 اپريل سنہ 1938ع) ۾ خود ڪانگريس حڪومت سوال نمبر 669 جوجواب ڏيندي قبول ڪيو هو تہ صوبي بهار جي 24 ميونسپل ڪاميٽين ۾ مخلوط چونڊن جي ذريعي 299 سيٽن مان صرف 47 سيٽون مسلمانن کي مليون ۽ 252 هندن کي حالانڪہ آبادي جي لحاظ کان مسلمانن کي گهٽ ۾ گهٽ 93 سيٽون ملڻ گهربيون هيون ڇو تہ مسلمانن جي آبادي 33 سيڪڙو هئي. هي تہ

هو چوندبن جو حال پر خود ڪانگريس حڪومت پنهنجي اختيار سان جيڪي سيٽون نامزد ڪيون، انهي جي متعلق هن پاڻ مڃيو تہ 75 سيڪڙي مان 61 سيڪڙو جايون هندن کي ۽ صرف 14 سيڪڙو مسلمانن کي ڏنيون ويون حالانڪ آباديءَ جي لحاظ کان مسلمانن کي 25 جايون ملڻ گهربيون هيون. (ملاحظہ هجي سوال نمبر 270 جو جواب بهار اسيمبلي 29 اپريل 1938)

(2) خود ڪانگريس جي اعليٰ ڪمان چوندبن جي معاملي ۾ جيڪو رويو اختيار ڪيو انهيءَ تي هڪ نظر وڌي وڃي تہ سچو پول پڌرو ٿي پئي ٿو. جن صوبن ۾ هندو اڪثريت هئي، اتي هندو وزيراعظم هئا، جتي مسلمان اڪثريت ۾ هئا اتي لاچار مسلمانن کي وزير ڪري کنيو ويو. هندو اڪثريت جي ڪنهن بہ صوبي ۾ ڪو ڪٽر ۾ ڪٽر وطن پرست هڪ مسلمان جي نالي هئڻ ڪري ۽ اسلامي تهذيب جي هڪ فرد هوندي وزيراعظم جي عهدي کي هرگز حاصل نہ ڪري سگهيو حتاڪ ڈاڪٽر سيد محمود جهڙو ماٺهو بہ اهو رتبو حاصل نہ ڪري سگهيو حالانڪ سيد محمود جو نالو ”نائون“ ۽ ”نارائڻ“ هجي ها تہ انهي جون وطن پرست خدمتون ايتريون تہ غير معمولي هيون جي انهي کي وزيراعظم بڻايو وڃي ها. انهي کان سواءِ وزيرن ۽ پارليامينٽري سيڪريٽرين جي مقرر ڪرڻ جي معاملي ۾ بہ هندن پنهنجي ڪٽر قوم پرستي جو مظاهرو ڪندي مسلمان سان صريح زيادتيون ڪيون هيون.

(3) سي پي جي ڪانگريس حڪومت جي تعلقہ بورڊ ”چاندور“ جي هندو چيئرمين 24 سپٽمبر 1938 ۾ سيني اسڪولن ڏانهن 446 نمبر ليٽر جاري ڪيو هو. جنهن ۾ حڪم ڏنو ويو هو تہ 2 آڪٽوبر تي مهاتما گانڌي جي سالگره جي ڏينهن تي شاگرد ۽ استاد سڀ گڏجي پوڄا ڪن. اهو ليٽر بنا ڪنهن فرق جي هندو ۽ مسلم سيني اسڪولن ڏانهن موڪليو ويو هو ۽ انهيءَ جي ڪنهن بہ پڇا ڳاڇا ڪان نہ ڪئي.

(4) انهي ئي صوبي جي ڪانگريس حڪومت صوبي جي پوليس جي آفيسرن کي (جنهن ۾ هندو ۽ مسلمان ٻئي شامل هئا) حڪم ڏنو ويو هو تہ جنهن بہ جلسي يا مجلس ۾ "بندي ماترم" جا گيت ڳايا وڃن ۽ هو اتي موجود هجن تہ انهن کي بہ بين ماڻهن وانگر "تعظيم لاءِ اٿي بيهڻ" گهرجي. انهي واقعي کي خود وزيراعظم پنهنجي هڪ پريس نوٽ ۾ تسليم ڪيو هو.

(ٽائمز آف انڊيا 28 جون 1938)

(5) انهي ئي صوبي جي هڪ سرڪاري اسڪول ۾ "انجمن ترقي اردو" جي نمائندي پنهنجين اکين سان ڏٺو تہ هندن سان گڏ مسلمان شاگرد بہ "سرسوتي" جي پوڄا ڪري رهيا هئا ۽ انهي کي سلام ڪرڻ جي بدران هٿ ٻڌي "جي نام جي ڪي" اچارڻ سيکاريو ويو هو.

(ملاحظہ هجي مولوي عبدالحق صاحب سيڪريٽري انجمن ترقي اردو جو خط گانڌي جي نالي اخبار "پيام" تاريخ 1 - سپٽمبر 1938)

(6) بهار، يوپي، سي پي، ۽ مدراس وغيره ۾ هڪ قانون جاري ڪري ڳئون جي گوشت کائڻ کان مسلمانن کي روڪيو ويو هو ۽ نام نهاد هندوستاني قوميت جي آڙ ۾ هندي زبان کي زبردستي نافذ ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون هيون ۽ ڳولي ڳولي عربي ۽ فارسي جي لفظن کي خارج ڪري هندي جي نون لفظن کي شامل ڪري مسلمانن جي تهذيب ۽ تمدن کي ڌڪ پهچائڻ جون حرڪتون ڪيون ويون هيون.[1]

## ۽ پوءِ مسلمانن آزاد ملڪ گهريو

هندن جي انهيءَ اندروني تعصب ۽ مسلمانن لاءِ هڪ قومي نفرت نيٺ رنگ آندو. مسلمان هينئر سمجهي ويا تہ هي قوم پنهنجي مال، علم، اڪثريت ۽ تنظيم جي بنياد تي، اسان کي غلامي جي زنجيرن ۾

---

[1] هاڻي خير سان اهو ساڳيو ڪم سنڌ جا قوم پرست مسلمان ڪري رهيا آهن ۽ عربي فارسي لفظن کي سنڌي مان ڪڍيو ٿو وڃي. (مرتب)

جهڙي ڇڏيندي. انهن واقعات بالڪل ظاهر ڪري ڇڏيو هو تہ هندو ۽ مسلمان الڳ الڳ ہ جدا قومون آهن. انهن جي ڪنهن بہ لحاظ کان پاڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي نسبت نہ آهي. نيٺ مسلم ليگ قائداعظم جي قيادت ۾ جڏهن پاڪستان حاصل ڪرڻ جي جدوجهد شروع ڪئي تہ تاريخ شاهد آهي تہ هندو قوم پرستن انهي آواز کي دٻائڻ لاءِ ظلم جا آخر اهي ڪهڙا هٿيار استعمال نہ ڪيا جيڪي انهي ڏينهن تائين انسان ايجاد ڪيا هئا. پوري ملڪ ۾ هندو قوم پرستن فتني ۽ فساد جو ماحول پئدا ڪري ڇڏيو. مسلمانن جي جان ۽ مال عزت ۽ آبرو تي حملا ڪيا ويا. سڄي برصغير ۾ فرقي وارانہ فسادن جي باہ ڀڙڪائي ويئي. خون مسلم جي ارزاني ڪئي وئي. اسلامي تهذيب وتمدن جي مرڪزن کي تباہ ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. نيٺ هڪ آزاد اسلامي رياست پاڪستان جي ديوار جي تعمير ۾ ويهہ لک مسلمانن پنهنجي جان جي قرباني ڏني ۽ هزارن مسلمان نياڻن کي اغوا ڪيو ويو ۽ هزارن جي عصمت دري ڪئي ويئي. واقعات ٻڌائين ٿا تہ مسلمان جيڪڏهن هندن جي انهي ناپاڪ ارادي کي معلوم ڪري هڪ الڳ ملڪ حاصل نہ ڪن ها تہ هندوستان ۾ اسپين جي تاريخ جهڙوهڪ ٻيو ورق ورائجي ها ۽ مسلمان قوت جي نالي سان ڪا شيءِ هندوستان ۾ شايد نہ رهي ها.

## سنڌ جا خصوصي حالات

هندوستان جي انهن واقعن کي آڏو رکڻ بعد تقسيم کان پهريائين سنڌ جي خصوصي حالات تي نظر وڌي وڃي تہ بہ اها ڳالهہ چڱي ريت ثابت ٿئي ٿي تہ هندو قوم پنهنجي مزاج ۽ ذهن جي سوچ جي لحاظ کان مسلمانن جي بالڪل خلاف پئي رهي آهي. اندر ئي اندر انهن جي جيءَ ۾ جيڪي سازشون تيار ٿينديون هيون اهي صرف مسلمانن جي تباهي جو سامان هيون. صدين تائين گڏ رهڻ بعد بہ سنڌن تمدن و تهذيب اخلاق و عادات، خوشي ۽ غم جون رسمون، نفعو ۽ نقصان،

سنڌي مسلمانن کان بلڪل هڪ جدا لائين تي رهيو.

ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ تقسيم ملڪ کان پهريائين سنڌ جي سڄي واپار ۽ تجارت تي هندن جو مڪمل قبضو هو؟ ۽ بالڪل ائين پيو محسوس ٿيندو هو جڻ تہ مسلمان تجارت کان بالڪل خارج ڪيا ويا آهن؟ ڇا ڪپڙي جو واپار ڇا گيهہ جو واپار ڇا اناج جو واپار ڇا سون ۽ چاندي جو واپار سبزي ۽ ميوي جو واپار ڇا ڪارخانن جو واپار ڇا تيل ۽ ميٽ جو واپار آخر اهو ڪهڙو واپار هو جنهن لاءِ ائين چئي ٿي سگهياسين تہ هي واپار مسلمانن جي هٿ ۾ هو؟ ڪنهن بہ قوم جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ واپار زندگي ۽ موت جو سوال هوندو آهي. ليڪن هندن وڏي منصوبي تحت انهي معاملي ۾ مسلمانن کي شهر نيڪالي ڏيئي ڇڏي هئي. ڇا شهر هجي يا ڳوٺ هو انهي تي پوري طرح قابض نہ هئا؟ سنڌ جي هڪ هڪ ڳوٺ ۽ هڪ هڪ شهر جا سمورا واپاري مرڪز گهمي وڃو سڄي بازار جو چڪر لڳائي وڃو ائين ڪير بہ نہ چئي سگهندو هو تہ بيلي هائو! مسلمانن جو ڏه ڪي پنج سيڪڙو اختيار واپار تي آهي. اهي سنڌ جا وڏڙا اڄ بہ موجود آهن جيڪي هن ڳالهہ جو ثبوت ڏيندا تہ بازارين ۾ مسلمانن جي حيثيت ڪو واپارين جي حيثيت ۾ ليکي ويندي هئي. مجال آهي جو ڪو مسلمان بازار اندر پير ٿو رکي. جيڪڏهن ائين ٿيندو هو تہ پوري پئنچات گڏجي انهي جي ڪاروبار کي ناڪام ڪندي هئي تہ جيئن ميان مشلؤ وري "شينهن جي بيلي ۾" پير نہ پائي.

2_ ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ پنهنجي آبادي جي نسبت ۾ هندو مسلمانن کان گهٽ هوندي بہ سنڌ جي زرعي نظام تي پوري طرح ڇانيل هئا. پئسي جي زور تي وڏين وڏين جاگيرن ۽ زمينداريں تي سندن قبضو هو. وياج جو انهن هڪ اهڙو ناپاڪ ڄار وڇائي ڇڏيو هو جنهن جي گرفت ۾ سڄي سنڌ نئهن کان وٺي چوٽي تائين آيل هئي. مسلمانن جي غربت ۽ سادگي جو فائدو وٺي، انهن کي وياجي نظام هيٺ مقروض

ٻڌايو ويو هو. انهن کي مجبور ٻڌائي، ڏهين ڏهين روپي ايڪڙ جي حساب سان زمينون خريد ڪري انهن کي بي وس ٻڌايو ويو. نہ صرف زمين تي انهن اهڙي طرح قبضو ڪيو. پر سڄو زرعي نظام انهن جي مضبوط تنظيم جي اشاري تي هلندو هو. يلا وٽپ، اناج جي خريداري، اناج جو وڪرو، اناج جو واپار، اناج جا ڪارخانا، اناج جا دوڪان اها تہ چڻ هندو سامراج جي جاگير هئي. ۽ "وادي سنڌ" ڪانئن لکي پڙهي ورتي هئائون. مجال آهي جو ڪو مسلمان پلاوٽي ٽيڻ جي جرئت ڪري يا گودام کولڻ جي جرئت ڪري، سنڌ جو هاري ۽ زميندار سڄو سال "سيٺ" صاحب جو مقروض، ليکو بہ انهي جي هٿ ۾، سادو مسلمان ڪهڙا ويهي حساب ڪري، جيئن پائي کي وٽي تيئن لکي، ڪياڙي پٽ سا اچي تڏهن لڳندي هئي جڏهن سمورو اناج، بيڙي ماچيس، تيل ۽ ميٺ، شيءِ شڪل ۽ ڪپڙي ٽڪر ۾ پورو، همراه جو بوچڻ ڪلهي تي ڇهہ مهينا وري سيٺ صاحب جو ڪنڌو ۽ ڇهن مهينن کان پوءِ ساڳي حالت.

3ـ ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ "انگريز ۽ هندو" جي هڪ نهايت ڳجهي سازش تحت سنڌ جي مسلمان کي ڄاڻي واڻي تعليم جي ميدان ۾ پوئتي رکيو ويو؟ جيتوڻيڪ هندو مسلمانن جي بنسبت اقليت ۾ هئا. ليڪن تعليمي تناسب ڏنو وڃي تہ مسلمان هندن جي نسبت ۾ 15 يا 10 سيڪڙو بہ پڙهيل نہ هئا. اهوئي حال نوڪرين جو هو. سيني وڏن وڏن عهدن تي هندو فائز هئا. جيترا بہ محڪما انهي وقت ڪم ڪندڙ هئا انهن ۾ اڪثريت هندن جي هئي. پوليس جي محڪمي کان سواءِ ڪو مسلمان ماستر يا داروغو نظر ايندو هو تہ اها بہ ڪا وڏي ڳالهہ هئي. نہ تہ بيلداري ۽ پٽيوالي انهن جو مقدر هو. هندن پنهنجي تعليمي ترقي لاءِ پنچاتن جي طاقت تي هر شهر ۾ جدا تعليمي ادارا کوليا هئا جنهن ۾ مسلمانن لاءِ داخلا جا دروازا بند هئا. ڇا مسلمانن کان نفرت جو اهو جذبو هندن جي ڪردار مٿان هڪ داغ نہ آهي؟

(4) ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ بي پناہ دولت ۽ مال جي قوت تي هندن مسلمانن کي زندگي جي هر راہ ۾ پاڻ کان پوئتي رکيو. انهن جي تنظيم ۽ اتحاد انهن کي مسلمانن جي خلاف هر سازش ۾ ڪامياب بڻايو ۽ هڪڙي علائقي ۾ رهندي، انهن مسلمانن ۽ پنهنجي زندگي ۾ هڪ واضح فرق پيدا ڪيو. ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ هندن ۽ مسلمانن جي معيار زندگي ۾ هڪ غير معمولي تفاوت هو؟ تجارت واپار ۽ زمينداري ۽ ملازمتن جي زور تي هو هڪ شهنشاهي ناٺ سان رهڻ لڳا ۽ دنيا جو اهڙو ڪو عيش باقي نہ ڇڏيو هئائون جيڪو انهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ نظر نہ پئي آيو. عاليشان حاويليون ۽ بنگلا ناهي هڪ شاندار ماحول ۾ گذارڻ لڳا. ان جي خلاف مسلمانن جون زندگيون انهن جي مقابلي ۾ تمام ساديون ۽ عيش و راحت کان خالي هيون. انهي جو سبب صرف اهوئي هو جو دولت ۽ مال جي ڪمائڻ جا سڀ رستا انهن لاءِ بند ڪيا ويا هئا.

(5) ڇا اها حقيقت نہ آهي تہ مذهبي جذبات جي لحاظ کان انهن جا نظريا مسلمانن کان بالڪل مختلف هئا؟

مسلمان ڳئون جو گوشت شهر اندر ويهي وڪڻي نہ سگهندا هئا. جيڪڏهن ڪا پاڻي جي سبيل انهن جي طرفان کولي ويندي هئي تہ هندو ۽ مسلمان لاءِ گلاس بہ جدا رکندا هئا. نہ صرف اهو پر مسلمان جو گلاس جست جو سادو ۽ هندو لاءِ ٽامي جو اوچو رکندا هئا. ماني کائڻ لاءِ سندن هوٽل الڳ هوندا هئا. رهڻ لاءِ سراءِ جدا هوندي هئي. انهن جي عقيدي جي شدت ۽ اسلام کان نفرت لاءِ صرف هڪڙو مثال بيان ڪرڻ ڪافي رهندو. مسلمان اڄ ڏينهن تائين مسجد منزل گاہ سکر واري واقعي کي وساري نہ ٿا سگهن. هندن جي ٻاهرين ادا سائين واري نرم پاليسي جو پول انهي موقعي تي بلڪل پڌرو ٿي پيو هو. ڪيئن نہ منزل گاہ واري مسجد کي مندر ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هندو ذهنيت جو مذهبي جنون پنهنجي ڪمال تي پهچي ويو ۽ انهي وقت جي انگريز حڪومت هندن

سان ملي جيڪي ظلم مسلمانن مٿان ڪيا. اهي اڄ ڏينهن تائين ماڻهن جي زبان تي آهن. ناحق ڪيترن مسلمانن کي پنهنجي زيادتي جو نشانو بڻايو ويو ۽ جيلن جا جيل مسلمانن سان ڀريا ويا.

(6) ڇا اها حقيقت نہ آهي 1936ع ۾ هندن هڪ سٽيل منصوبي تحت ڪجهہ قوم پرستن سان گڏجي سنڌي زبان جي رسم الخط بدلائڻ لاءِ ڪوشش ورتي؟ سندن سازش اها هئي تہ مسلمانن کي پنهنجي تهذيب و تمدن جي صدين پراڻي رشتي کان ڪاٽي سنڌي زبان جو رسم الخط هندي ۾ بدلايو وڃي. ليڪن چاڻٽڻ وارن بروقت نهايت جرئت ۽ همت کان ڪم وٺي انهي ناپاڪ تاريخي سازش کي ناڪام بڻائي ڇڏيو ۽ ٻيا بہ ڪيترائي اهڙا گوشا آهن جن کي بيان ڪرڻ لاءِ هتي گنجائش نہ آهي.

ليڪن انهن سمورين زيادتين جي باوجود مسلمان پنهنجي مذهب جي هدايت مطابق هندن سان نهايت سهڻو سلوڪ اختيار ڪندا رهيا هندن کي پنهنجي مڪمل مذهبي آزادي هئي ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ انهن جا ٽڪاڻا ۽ مندر موجود هئا. ليڪن مسلمانن انهن جي ڌرمي معاملن ۾ ڪڏهن بہ دخل نہ ڏنو. هر معاملي ۾ انهن سان سهڻو برتاءُ اختيار ڪيو ويو. انهن کي ڪڏهن بہ انهي قسم جي شڪايت جو موقعو نہ ڏنو ويو.

آخر وقت تائين نهايت امن ۽ سڪون وارو برتاءُ رکيو ويو جنهن وقت ملڪ تقسيم ٿيو ۽ هندوستان جو هندو مسلمانن جي رت سان هولي کيڏي رهيو هو تہ انهي وقت بہ سنڌي مسلمان پنهنجي اسلامي روايتن جو ثبوت ڏيندي، انهن جو ويندي وقت وار بہ ونگو نہ ڪيو انهن جي عزت ۽ عصمت تي حملي جو ڪو واقعو نظر نہ آيو. انهن جي مال جي لٽ ۽ ڦر جو ڪو مثال پيش نہ ٿيو ۽ نهايت امن و سڪون سان پنهنجي مرضي سان جن کي وڃڻو هو هليا ويا ۽ جن کي مسلمانن جي اهڙي فراخ دلي ڏسي رهڻو هوسي رهي پيا.

## انهي تاريخ کي دهرائڻ جي ضرورت ڇو ٿي؟

گذريل تاريخ جي انهن ورقن کي اٿلائڻ جي ڪا ضرورت نہ هئي ۽ انهي تفصيل مان نہ ڪنهن کي اهومطلب ونڻ گهرجي تہ ڪنهن لاءِ نفرت ۽ حقارت پئدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. اسلام جي فطرت اهڙي ذهنيت کان بلڪل پاڪ آهي. مسلمانن جي تاريخ انهي ڳالهہ جي شاهد آهي تہ مسلمان رياست جيترو تحفظ ۽ خيال هڪ اقليت جو ڪندي آهي شايد اهڙو ڪنهن ٻئي جو نہ ڪيو ويندو آهي. اسلام تہ سراپا رحمت آهي جيڪو دنيا ۾ آيو ئي انهي نفرت ۽ حقارت جي ديوارن کي ختم ڪرڻ لاءِ آهي. مسلمان جتي بہ ويا آهن، اتي انهن اقليتن کي شڪايت جو موقعو نہ ڏنو. انهن جي مذهبي آزادي ۾ مداخلت نہ ڪئي ۽ انهن جي عزت ۽ مال جي هر طرح حفاظت ڪئي. انهيءَ وضاحت کان پوءِ اميد آهي تہ ڪو طبقو انهي مان غلط مطلب نہ وٺندو.

## موجوده حالتن جو جائزو:

انهن واقعات کي بيان ڪرڻ انهي ڪري ضروري ٿو تہ ڪجهہ عرصي کان هت ڪي عناصر، انهي ساڳئي وطن، نسل، رنگ ۽ زبان جي بنيادن تي مسلمان جو تعلق هندو تهذيب سان ڳنڍڻ چاهين ٿا ۽ انهي تاثر ڏيڻ لاءِ پنهنجي ويهن آڱرين جو زور لائي رهيا آهن تہ سنڌي قوم جي اتحاد جو راز مٿي بيان ڪيل بنيادن ۾ سمايل آهي. جيڪڏهن اهڙي ڪوشش ڪو يورپي قوم پرست يا جرمن قوم پرست يا هندو قوم پرست وٺي ها تہ شايد اهڙو افسوس نہ ٿئي ها. ڇو تہ انهن قومن کي رنگ، نسل زبان ۽ خاڪ کانسواءِ گڏ ڪرڻ واري طاقت ٻي رهي ڪهڙي آهي؟ يا تہ "معدي" جي باهہ انهن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪندي يا اهي ئي جاهليت جا بت.

ليڪن افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ باب الاسلام سنڌ ۾ اهڙن نظرين جي پرچار چند مسلمانن جي نالي تي ٿي رهي آهي.

قوم پرستيءَ جي تبليغ خاطر بلڪل اهي ئي طريقا اختيار ڪيا ويجن ٿا. جيڪي هن وقت سرخ ۽ سفيد سامراج دنيا ۾ استعمال ڪري رهيو آهي. هن قوم کي ررڀ انهي زهر پيارڻ لاءِ سٽ پٽي سٽي ويجي، جنهن هن کي اسپين، روسي ۽ چيني ترڪستان ۾ صفحه هستي تان مٽائي ڇڏيو ۽ بالڪل اهي ئي ڍنگ ۽ رنگ اختيار ڪيا پيا وڃن جن جو مٿي تفصيل سان ذڪر ٿي چڪو آهي.

انهي سلسلي ۾ سنڌ جو جهونو سياستدان جناب جي ايم سيد فرمائي ٿو:

”هڪ سنڌي هئڻ جي حيثيت ۾ مون کي پنهنجي صوبي جي مستقبل جو فڪر هو ۽ هي ڳالهه تصور ۾ ئي ڪانه هئي تہ ڪو تيرهن لک سنڌي هندن کي زبردستي هن سر زمين مان لوڏيو ويندو. هتان جي ”تهذيب“ ”تمدن“ ۽ ”خوشحالي“ پيدا ڪرڻ ۾ انهن جو وڏو حصو هو. جتي هو صدين کان وٺي پيڙهي رهندا آيا آهن.“

غرض تہ هندوستان ۾ ٻارهن ڪروڙ مسلمان هندو سامراج جي بدترين ظلم هيٺ چڪيءَ جي ٻن پڙن ۾ ان جي داڻن وانگر پيسجي رهيا آهن. سندن زندگي زهر ڪئي وئي آهي. سندن عزت ۽ عصمت تي هر وقت ڌاڪا پئجي رهيا آهن. هن وقت تائين هو هزارها فسادن جو منهن ڏسي چڪا آهن ۽ جن مسلمانن اتان ملڪ ڇڏيو انهن جي لکها جانين جي خون جو نذرانو هندو سامراج جي آڏو پيش ڪيو ويو عصمت تي هٿ دراز ڪيا ويا. هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ ماڻهن کي لوڏيو ويو انهن لاءِ همدردي جو لفظ نہ آهي ۽ مستقبل ۾ مسلمانن جي ”تهذيب“ کي جيڪو خطرو درپيش آهي انهي کي نظر انداز ڪيو وڃي ٿو. باقي فڪر آهي انهي ڳالهه جو تہ ”سنڌي تهذيب“ ورهائجي ويئي. فرمائي ٿو:

”صوبي سنڌ جا ماڻهو سياسي طوفان جي سيلاب ۾ لڙهي ويا. انهي نقصان جو اندازو اجان تائين نہ ٿي سگهيو آهي ۽ ”نظريات“ ٻاهر کان

درآمد ڪيا ويا. جنهن ڪري ”انتشار“ واقع ٿيو ۽ عوام (هندو ۽ مسلمان) پاڻ ۾ ورهائجي ويا.“

هينئر فيصلو ڪهڙو ڪجي؟ آخر اهو سياسي طوفان ڪهڙو هو جنهن جي سيلاب ۾ ماڻهو لڙهي ويا. اسان جي سمجهه ۾ تہ اهو سياسي طوفان ”پاڪستان جو مطلب ڇا؟“ هو.

”لا الہ الا الله“

جي فطري پڪار هئي جنهن ڪري انتشار نہ پر مسلمانن هڪ الڳ ملڪ حاصل ڪيو ۽ جيتري تائين سمجهه ۾ اچي ٿو تہ ٻاهران درآمد ڪيل نظريو تہ:

”محمد رسول الله“ (ﷺ) جو اسوه حسنہ هو جيڪو درآمد ڪيل نہ پر مسلمانن جي زندگي جو ڪل سرمايو آهي.

جناب سيد صاحب اسلامي تهذيب تي ڀرپور وار هنن لفظن ۾ فرمائي ٿو.

”سنڌ جا هندو هن سر زمين جو هڪ اهڙو حصو آهن، جهڙو سنڌ جا مسلمان. هو هڪ ئي زبان جا مالڪ آهن. هڪ ئي قسم جي ”روايتن“ مان ذهني تحريڪ ۽ رهنمائي حاصل ڪندا آهن. هڪڙي ئي ”شاهہ لطيف“ جي نغمن مان سرور حاصل ڪندا آهن ۽ ”نئين ترقي پسند سنڌ لاءِ انهن کي هڪڙي ئي طريقي سان جدوجهد ڪرڻ گهرجي“.

ڏٺو اوهان!! ”سن جي سائين“ هينئر پنهنجي اصل نظرئي کي آڏو رکيو آهي. ڪيس هندو ۽ مسلم تهذيب ۾ ڪو فرق نظر نٿو اچي.

رنگ، وطن نسل ۽ زبان جو نظريو پنهنجي پوري شڪل ۾ هينئر چٽو نظر اچي رهيو آهي. پر هڪڙي ڳالهہ ۾ صفائي کان ڪم نہ ورتائين. اهو هي تہ هتي حضرت شاهہ عبداللطيف کي وچ ۾ آخر ڪيئن آندو ويو ۽ هي هڪ جسارت آهي جيڪا هڪ عظيم صوفي شاعر جي موحدانہ حيثيت کي هڪ غلط رنگ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، ادب جي آڙ ۾ هڪ غلط تاويل آهي جنهن

جي ذريعي خالص اسلامي تهذيب جي نمائنده لاکيٽي لطيف جي روح کي تڪليف پهچائي پئي وڃي.

مياں! هو تہ جهونگاري ٿو.

وحده لا شريڪ له، جان تو چئين اينءَ،
تان مڃ محمد ڪارڻي نرتون منجهان نينهن،
سو تون وڃيو ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي؟

هو تہ پنهنجي آڏو شريعت محمدي جو آئينو رکي ٿو.

وحده لاشريڪ له، چؤ چوندو آءُ،
فرض واجب سنتون، تنئون ترڪ م پاءِ
توبه سندي تسبيح، پڙهي سا پڄاءِ
نگا! پنهنجي نفس کي، ڪا سنئين راه سونهاءِ
سپريان جي ڳالهڙي، هي هينئين سين لاءِ
تہ سندي دوزخ باه، تو اوڏيائي نہ اچي.

هو تہ شمع رسالت جو پروانو آهي.

1۔ چوڏهين چنڊ تون اڀرين، سهسين ڪرين سينگار
پلڪ پريان جي نہ پرين، جي حيلن ڪرين هزار
جهڙو تون ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

2۔ آءُ جي ڏيئين سنيها، سي تون چنڊ! پلءِ ٻنڌ
چئج حال حبيب کي، نيئي نوڙائي ڪنڌ
تو تيڏانهن پنڌ، جيڏانهن عالم آسرو.

هينئر اهڙي اهل الله کي پنهنجي مقصد ۾ آڻڻ ۽ هندو تهذيب لاءِ انهي کي ملوث ڪرڻ آخر ڪهڙي قسم جو ادب آهي؟

”ڪاڏي منهن مريم جو ڪاڏي اڪر اير“

اڳتي هلي شاهه صاحب موصوف، ”سنڌي مفاد“ جو ذڪر هنن الفاظن ۾ ڪري ٿو:

”سنڌي قوم، ”سنڌي تهذيب“ ؎ ”ثقافت“ ۽ ”سنڌي مفاد“ جون ڳالهيون ڪرڻ سگهي وني. جيڪڏهن سنڌ جي ماڻهن انهي حقيقتن کي نہ سمجهيو تہ پوءِ هو هڪ ”بدترين غلامي“ جو شڪار ٿي ويندي ۽ سنڌي ڳالهائڻ وارن جو مستقبل تاريڪ ٿي ويندو. اسان جي آڏو ترڪي جو مثال آهي. انور پاشا پان اسلامزم (Pan Islamism) جو نعرو هنيو ۽ ناڪام رهيو ۽ مصطفيٰ ڪمال ترڪي قوميت جو نعرو لڳائي ميدان کٽيو هي وقت آهي جو اسان بہ سوچيون ۽ عمل ڪريون.“

صاحب موصوف کي جيڪڏهن اسلامي تاريخ ۾ ڪو ڪردار بهتر نظر اچي ٿو تہ اهڙو جنهن اسلام کان هٽي ”قوم پرستي“ جي بنياد تي قوم کي پڪاريو آهي. ڪيس انور پاشا مرحوم جو ڪردار انهي ڪري پسند نہ آهي جو هن اشتراڪي سامراج سان مقابلي ڪرڻ لاءِ قوم کي اسلام جي نالي تي متحد ڪرڻ پئي چاهيو ۽ اتا ترڪ جي پيروي انهي ڪري پسند ٿي اچي جو قوم پرستي جي نظرئي تي هو ڪامياب ٿيو. حالانڪ انهي جي دور ۾ اسلامي اقدار کي تباهہ ڪيو ويو. مسجدين کي ڊاهي انگريزي اسڪول قائم ڪيا ويا. پردي کي غير قانوني قرار ڏنو ويو. عربيءَ جي بدران ترڪي ۾ بانگ ڏيڻ جو حڪم ڏنو ويو. وقت جي علماءَ حق کي نهايت بيدردي سان قتل ڪيو ويو ۽ هر انهي شيءَ کان نفرت ويهاري ويئي جنهن ۾ اسلام ۽ عربيءَ جو اثر موجود هو.

## قوم پرستي بعد مذهب تي هٿ ڦيرائڻ

جڏهن قوم پرستي پنهنجي آخري نقطي تي پهچي وڃي ٿي تہ پنهنجي فطرت ۽ مزاج موافق مذهب جو اثر آهستي آهستي زائل ٿيندو ويندو آهي ۽ نتيجي ۾ مذهب جي هر شيءِ کان نفرت ٿيڻ لڳندي آهي ۽ قوم کي لاديني نظام جي زهر پيارڻ کان سواءِ ڪو ٻيو رستو نظر نہ ايندو آهي. جي ايم سيد جو ڪتاب " جيئن ڏٺو آ مون" "سنڌي قوم پرستي" کي سمجهڻ لاءِ انهي جو مطالعو ڪافي رهندو. ڪعبت الله لاءِ نهايت اڻ وڻندڙ انداز ۾ هن ريت اظهار خيال ڪري رهيو آهي:

"ڪعبي جي عمارت جا هن وقت چورس آهي، ان بابت چوڻ ۾ اچي ٿو تہ گهڻي وقت کان اڳي اتي عربن جو عبادت گاه هو. جنهن کي حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل درست ۽ پاڪ ڪري پنهنجي مسلڪ جو عبادت گاه بنايو. ڪن تاريخ دانن جو چوڻ آهي تہ ڪعبي جي ڪنڊ ۾ رکيل حجر اسود اڳوڻي عبادت گاه ۾ رکيل "فيلس" يا "لنگم" جو پٿر آهي. ڪي چون ٿا تہ اڳوڻي ڪثير ديوتائن جي مورتن مان اهو زهره جي ديوتا جي نشاني هو. جنهن کي عزت جي خاطر تي رکايو ويو."

منيٰ ۾ شيطان کي پٿريون هڻڻ حج جو هڪ اهم رڪن آهي، انهيءَ تي ٺٺول هنن لفظن ۾ ڪري ٿو:

"شيطان کي پٿريون هڻڻ بابت چوڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي قديم عرب جي مخالف ديوتائن جي خلاف احتجاج ڏيکارڻ لاءِ هنيون وڃن ٿيون. ان جاهلانہ دستور کي اجان تائين قائم رکيو اچن."

هينئر اندازو لڳايو تہ حج جهڙي مقدس فريضي جي مٿان قوم پرستي جي علمبردار کي ايتري سخت تنقيد ڪندي ڪنهن قسم جي هٻڪ ٿئي ٿي؟ اڳتي هلي ساڳئي موضوع تي لکي ٿو:

"انهن سيني ڳالهين ۾ سواءِ قديم دستور ۽ رسمن دهرائڻ جي ڪا هدايت يا رهبري جي ڳالهہ نہ آهي جا "ملان" واري اسلام کي آخري ۽

مڪمل بنائي جيڪو حج جي اهڙين قديم رسمن جي ادائگي کي فرض نهرائي ٿو.“

اهي ”قديم رسمون“ ڪيس معلوم نہ آهي تہ ڪنهن ملان پنهنجون ڪوڙيون جوڙيون آهن. انهن لفظن جو نشانو خود شارع اسلام حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي پئي ٿو. ڇو تہ اهڙي طريقي سان حج ڪرڻ ۽ شيطان کي پٿريون هڻڻ ۽ حجراسود کي بوسو ڏيڻ ازروءِ حديث ۽ قرآن فرض آهي. ليڪن هڪ قوم پرست کي انهن ”فضول“ ڳالهين سان ڪهڙو واسطو؟ (العياذ بالله).

صاحب موصوف جي تنقيد جي تير کان باقي وحي الاهي بہ ڇو محفوظ رهجي وڃي؟ مشهور فلاسافر ”برنارڊشا“ جا جملا نقل ڪندي لکي ٿو:

”هن زماني جو مشهور فلاسافر برنارڊ شا“ جملي مذهبي ڪتابن لاءِ لکندي چوي ٿو تہ مذهبي ڪتابن کي صبح جي اخبارن وانگر پڙهي انهن مان ڪم جون ڳالهيون اخذ ڪري پوءِ کين ڪاغذ جي ٽوڪري ۾ رکي ڇڏڻ گهرجي.“ هڪڙي هنڌ پنهنجي اجتهاد سان هي راءِ قائم ڪئي اٿائين تہ جهاد ۽ مال غنيمت جون آيتون منسوخ آهن. فرمائي ٿو:

”ان قسم جون آيتون جي هنگامي حالتن هيٺ ڪيل حڪمن بابت هيون، جن کي بعد ۾ حالتن بدلجڻ ڪري منسوخ يا رد ٿيل سمجهيو وڃي ٿو. جهڙوڪ جهاد، مال غنيمت، غير مسلمن کي هرهنڌ قتل ڪرڻ وغيره“.

ياڻنجي ايئن پيو تہ تعصب جي عينڪ چاڙهي صاحب موصوف کي جيئن پئي وڻيو آهي تيئن ”اجتهاد“ پئي ڪيو اٿائين. اها ڳالهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ هو قرآن جي مزاج کان بنهہ واقف نہ آهي. ورنہ ”غير مسلمن کي هرهنڌ قتل ڪرڻ“ جو بهتان هو وحي الاهي تي ڪڏهن بہ تراشي نہ سگهي ها. ڇو تہ قرآن مجيد ۾ اهڙي قسم جو تصور ڪري ئي نٿو سگهجي، جنهن ۾ غير مسلمن کي قتل عام تہ

پنهنجي جاءِ تي مٿانئن ذري برابر بہ ڪا ناانصافي جائز هجي.

ليڪن انهيءَ وقت مذهب جا سڀ ليڪا لهيو وڃن جڏهن هڪ ”سيد زادو“ پنهنجي ناني جي شان ۾ ايئن چوڻ ڪان بہ نہ رهي تہ حضور اڪرم ﷺ کي ايترا مخلص پيروڪار نہ مليا جيترا گانڌي کي مليا. (نعوذ بالله)

فَاعۡتَبِرُوۡا يٰۤاُولِى الۡاَبۡصَارِ ۝

چا هينئر قوم پرستي جي انهي اصول جو ثبوت پايئہ تڪميل تي نہ پهچي ويو تہ سڀ ڪان پهريائين انهي جي ابتدا نهايت معصوم جذبي سان شروع ٿيندي آهي. جنهن ۾ وطن، زبان، نسل ۽ رنگ جي بنياد تي ”حقن“ حاصل ڪرڻ لاءِ جنت جا نظارا ڪرايا ويندا آهن ۽ قوم کي پنهنجي طرفان وڏي قرباني ڏيڻ جو يقين ڏياريو ويندو آهي. همدردي ۽ احساس جا تاثر ڏيئي وطن ۽ زبان جا واسطا ڏيئي، تهذيب و تمدن جا قسم ڏيئي وڏي واڪي پڪاريو ويندو آهي، ليڪن جڏهن ”قوم پرستي“ پنهنجي ارتقا جا مرحلا طئي ڪري آخري منزل کي پهچي ٿي تہ اها پنهنجي ايمان ۽ اخلاق، مذهب ۽ روحاني جذبي جي دولت ڪان جهولي چنبي هڪ گم ڪرده راهہ ڏانهن رواني ٿيو وڃي ۽ قوم پرستي جي جنون ۾ پنهنجن مذهبي ۽ روحاني هيرن جي لاءِ ڪا عزت ۽ احترام باقي نہ ٿو رهي. انهن جي بجاءِ پراڻن کنڊرن ۽ مندرن مان قوم پرستي جي مزاج مطابق ٻانيڻن، ديوين ۽ برهمڻن کي ڪڍي، قوم جي آڏو هيري جي حيثيت ۾ پيش ڪيو ويندو اهي. اهوئي سبب آهي جو اهي چند قوم پرست محمد بن قاسم جي بجاءِ ڏاهر جي ڪردار کي آڏو رکندا آهن.

(ڪتاب ”قوم پرستي“ تاليف پروفيسر اسد الله ڀٽو تان ورتل)

# اسلام جي باري ۾ جي ايم سيد جي وقل

جي ايم سيد اسلام جي باري ۾ گهڻو ڪجهه وقليو آهي ۽ قرآن ۽ صحابہ ڪرام جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي. سندس نئين ڪتاب ”سنڌو جي ساڃاهہ“ مان ڪجهہ اقتباس هت ڏجن ٿا: (اداره وينجهار)

”ڇا قرآن مڪمل ڪتاب آهي؟ نہ. قرآن کي مڪمل ڪتاب سمجهڻ غلط آهي.“ (صفحو 344)

”اهڙي طرح مسلمان قرآن کي آخري ۽ مڪمل سمجهن ٿا. ليڪن درحقيقت دنيا ۾ آخري ۽ مڪمل ڪا بہ شيءِ ٿي نٿي سگهي.“ (صفحو 344)

”مسلمانن ۾ بہ ٻين مذهبن وانگر هيءُ عقيدو ويهجي ويو آهي تہ حضرت محمد (هتي جي ايم سيد، ﷺ بہ لکڻ گوارا نہ ٿو ڪري) جي ترتيب ڏنل شريعت، بهترين دستورالعمل ۽ ضابطہ حيات آهي، اها ڳالهہ بہ غلط ۽ فرسودي ٿي وئي آهي، بلڪ آءٌ تہ ايئن چوندس تہ ان جو گهڻو حصو معاشري جي تبديلي سبب بيڪار، رد ۽ منسوخ ٿي چڪو آهي ۽ اهو وري زنده ٿي نہ سگهندو. تنهنڪري اهڙي گفتگو ڪرڻ وارا يا تہ بيوقوف آهن يا ڄاڻي واڻي پنهنجي مستقل مفاد کي برقرار رکڻ لاءِ اهڙي گفتگو ڪن ٿا.“ (صفحو 344)

خلفاءِ راشدين ۽ ٻين صحابہ ڪرام جي باري ۾ جي ايم سيد هن طرح وقلي ٿو:

”اوائلي مسلمان خليفا جن کي خلفاءِ راشدين ۽ سندن دور کي سونهري دور سڏي فخر ڪيو وڃي ٿو تن جي ڏينهن ۾ بہ جهاد جي نالي ۾ آزاد ملڪن کي عرب سامراج هيٺ آڻڻ ۽ ان حرص جي تڪميل لاءِ لکن ماڻهن کي قتل ڪرائڻ جو رواج پيو. ٻين سڪين ملڪن جي رهاڪن ۽ حڪومتن کي (پنهنجي حملي جي جواز پيدا ڪرڻ لاءِ)

لکيو ويندو هو تہ اسلام قبولي، عرب حاڪمن جا تابعدار ٿي، سندن ماتحت رهن، ٻيءَ صورت ۾ متن حملو ڪيو ويندو. ان بعد انهن ملڪن تي حملا ڪري، هزارين ماڻهو ناحق قتل ڪري ملڪ کي ڦري لٽي، اتان جا مرد ۽ زالون غلام بنائي عربن ۾ ورهايا ويندا هئا. ڇڻ سندن ٻيءَ ڏاڏي جي ملڪيت هئي ۽ اسلام خاص آيو ئي انهن ڪمن لاءِ هو. پوءِ انهن مفتوح ماڻهن کي مجبور ڪري سندن دين بدلايو ويندو هو. عربي نالا رکايا ويندا هئا ۽ عرب نسل مان سڏائڻ تي آماده ڪيو ويندو هو. اهڙي طرح ان دين فطرت جي نالي ۾ طرح طرح جا ظلم ڪيا ويندا هئا. تاريخ پڙهي ڏسبي تہ پتو پئجي ويندو تہ ان اسلام جي علمبردارن مذهب جي نالي ۾ ڪهڙا نہ برا ڪم ڪيا. مسلمانن کي اڃا بہ شرم ڪونہ ٿو اچي، جو اهڙن ڪارنامن کي مروج ڪندڙن جي حڪومت کي ”بهترين دور حڪومت“ ۽ حڪومت الاهيہ جو دور سڏي، ان تي فخر ڪندا رهن ٿا.“ (صفحو 350_ 351)

”خلافت جي مسئلي کي مسلمانن پنهنجي شريعتي دين جو حصو بنائي ڇڏيو آهي. اها بدعت عربن جي ٻي نمبر بادشاهہ (خليفي) حضرت عمر جي دماغ جو اختراع هئي.“ (صفحو 352)

”جڏهن پيغمبر صاحب جي حياتيءَ جا آخري ڏينهن اچي ٿيا تہ سندس مکيہ ساٿين مان ڪن کي هن جي سياسي جاءِ نشين ٿيڻ جو شوق دامنگير ٿيو. هنن مان گهڻن کي اهو اچي خوف ٿيو تہ ڪٿي حضرت علي (جو دانشمند، بهادر، رسول جو سوٽ ۽ نياڻو هو) سندس جانشين بڻجي، عرب جو حڪمران نہ بڻجي! حضرت محمد (هتي بہ جي ايم سيد ﷺ نٿو لکي) جو گهراڻو ننڍو ۽ غريب هو. عرب جا سردار جن کي پنهنجن وڏن قبيلن ۽ مال ملڪيت تي فخر هوندو هو حضرت محمد (هتي بہ جي ايم سيد گستاخي ڪئي آهي جو هو ﷺ نٿو لکي) جي غير معمولي حيثيت سبب خوشيءَ يا زور سان سندس پوئلڳ بڻجي ويا هئا، پر پشتان پشت ان جي خاندان جي پوئلڳي ڪرڻ لاءِ

اجا تيار نہ هئا. ازانسواءِ حضرت علي سخت طبيعت ۽ روحانيت طرف لاڙو رکندو هو. عام عرب اجا اهڙي سختگير ۽ راهب طبيعت ماڻهو جي قيادت لاءِ تيار نہ هئا." (صفحو 353_ 354)

"حضرت عمر ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ سياسي تدبير جي معاملي ۾ دانشمند هو. ان ڪري هن مذهب ۽ سياست کي گڏي، پوين جي تتبع تي خلافت قائم ڪرائي، پنهنجي نمائندي ابوبڪر کي حاڪم (خليفو) مقرر ڪرايو. کيس اميد هئي تہ ابوبڪر گهڻو وقت جيئرو نہ رهندو ۽ پوءِ سلطنت جي واڳ هن جي هٿ ۾ اچي ويندي." (صفحو 355)

"هن (حضرت عمر) کي خبر هئي تہ عرب مذهب جي نالي ۾ متحد ٿيا هئا ۽ ان جي پويان طاقت جو استعمال بہ آندل هو. ان ڪري هن پنهنجي سياست جي پاليسي چئن بنيادن تي قائم ڪئي: (1) هن عربن کي متحد رکڻ لاءِ سياست ۽ مذهب کي گڏي هلائڻ ضروري ڄاتو. (2) هن عربن جي معاش لاءِ عرب سامراج قائم ڪري ٻين ملڪن جي فتوحات ضروري ڄاتي، (3) هن عرب قوم جي برتري برقرار رکڻ لاءِ عرب ۽ عجم جي تفاوت کي قائم رکيو (4) هن رسول جي ٻيءَ مشن جي اصول کي ترڪ ڪري عرب رسومات، زبان ۽ عربي لباس کي اسلام جي نالي سان تعبير ڪيو." (صفحو 355)

(هفتيوار "وينجهادر" حيدرآباد تاريخ 9 فيبروري 1987ع تان ورتل)

پروفيسر سيد محمد سليم

# اسلام تي جي ايم سيد جا اعتراض

[جي ايم سيد پنهنجن مختلف ڪتابن ۾ اسلام تي جيڪي اعتراض ڪيا آهن تن، جو پروفيسر سيد محمد سليم علمي جائزو ورتو آهي جيڪو هتي ڏجي ٿو.]

**شرعي قانون**: انساني عقل انفرادي هجي يا اجتماعي، اجا ترقي پذير آهي. ڪن حقيقتن تائين ان جي رسائي ٿي وئي آهي ۽ ڪي اجا تائين هنجي هٿ وس کان ٻاهر آهن. مادي شين جي حقيقت تائين هو سولائي سان پهچي سگهي ٿو ليڪن عمراني دنيا ۾ انساني ۽ معاشرتي مسائل جي حقيقت تائين پهچڻ ۾ ان کي صديون لڳي وڃن ٿيون.

1507ع ۾ پورچو گالن، آمريڪا جي ٻيٽ ٽوباگو (To bago) مان هڪ نشو آڻيندڙ ٻوٽو آندو ۽ هنن سڄي يورپ، ايشيا ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ بہ پکيڙيو ويو. اهڙي طرح انساني نسل کي تماڪ جي نشي جو عادي بنايو ويو. هاڻ ڊاڪٽرن جي تحقيق مان پتو پيو تہ اهو مختلف بيماريون پيدا ڪري ٿو. هاڻ اهو طئہ ٿيو آهي تہ سگريٽ جا پيڪيٽ دوائون وڪڻندڙ ميڊيڪل اسٽور وڪڻن ۽ هر پيڪيٽ تي ”زهر“ لکيو وڃي تہ جيئن ماڻهو ان کان بچن. اها ڳالهہ پوڻا چار سو سالن بعد معلوم ٿي آهي. اٽڪل چار صديون ماڻهو انهيءَ زهر کي کائيندا رهيا.

اهڙي طرح ايسٽ انڊيا ڪمپني هندوستان ۾ اچي رڳو نفع خوريءَ جي نقطہ نظر کان آفيم جي خوب پوک ڪرائي ۽ پوءِ ان کي پهرين هندوستانين کي کارايو ۽ بعد ۾ چين جي رهاڪن کي ۽ جڏهن چين وارن مزاحمت ڪئي تہ انهن سان جنگ ڪئي وئي. پهرين آفيم جي جنگ (4_840ع) ۾ ٻي آفيم جي جنگ 1856ع ۾ ٿي. هاڻ

موجوده چين جي حڪومت پنهنجي قوم کي آفيم مان نجات ڏياري آهي. انسان اهڙي طرح صديون تجربي ۾ وقت گذاري لکين انسان جو نقصان ڪري انهي حقيقت تي پهتو آهي تڏهن هو چئي سگهي ٿو ته اهو مفيد آهي يا نقصانڪار آهي.

به صديون "هم جنسي" جي ذليل قسم جي شهوت پرستي ڪرڻ کان پوءِ هاڻ معلوم ٿيو آهي ته اهو "ايڊز" جي لاعلاج مرض کي پکيڙڻ جو وسيع الاثر ذريعو آهي، جنهن جو انجام صرف موت آهي. انسانن جي ڪم ڪرڻ جي رفتار ته اجها اها آهي.

هاڻ جيڪڏهن الله تعاليٰ جو موڪليل رسول ﷺ وحيءَ جي ذريعي اڳواٽ ماڻهن کي ٻڌائي ته نشو هر قسم جو حرام آهي، ان جي ويجهو به نه وڃو. زناڪاري ۽ هم جنسي خراب ڳالهه آهي ان مان بيماريون پيدا ٿين ٿيون ته انسانيت جي حق ۾ ان جو خبردار ڪرڻ چا بهتر ناهي؟ اول ته ڪيترن معاملن جي عمراني دنيا ۾ انسان کي حقيقت معلوم به ٿي ته ان تي عمل ڪرڻ ۾ صديون گذري وڃن ٿيون. انهي ڪري رحيم ۽ ڪريم خداوند تعاليٰ اها مهرباني فرمائي جو چند شين کي حرام قرار ڏيئي ڇڏيو چند کي حلال ڪري ڇڏيو ۽ چند معاملن کي انسان پنهنجي تجربي سان خود ئي پاڻمرادو معلوم ڪري سگهي ٿو. تن کي انسان جي لاءِ ڇڏي ڏنو. شريعت اهو ڪونه ٻڌايو ته زهر کائڻ حرام آهي، انهي ڪري جو اهو معاملو انسان خود ئي معلوم ڪري ٿو انهي ڪري شريعت جو قانون انسانن جي لاءِ رحمت آهي. نادان آهن اهي ماڻهو جيڪي خدا جي حڪمتن کي چئلينج ڪن ٿا.

**شرعي قانون لاڳو ڪرڻ تي اعتراض:** جي ايم سيد جو هڪ اعتراض آهي ته "پاڪستان ۾ ملان پنهنجي طاقت ۾ واڌارو ڪرڻ لاءِ انهن فرسوده (بيڪار) قانونن کي ٻيهر رواج ۾ آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي."

اسلامي قانون سيني اسلامي ملڪن ۾ گذريل چوڏهن صدين کان

رائج هو. مغرب جي قومن غلبو پائڻ کان پوءِ ان کي ختم ڪري ڇڏيو هو. ٻي عالمگير جنگ کان پوءِ مسلمان ملڪ آزاد ٿيا. هاڻ انهن جي انفراديت ۽ خود شعوري جو جذبو ابري رهيو آهي، انهي ڪري هو رومن لا کي ڦِٽو ڪري پنهنجو اسلامي قانون لاڳو ڪرڻ چاهين ٿا.

شريعت جي قانون جي اهميت ۽ برتري هاڻ غير مسلمانن تي به واضح ٿيندي پئي وڃي. لنڪن بار (Linoclion Bar) جي هال (انگلنڊ) ۾ جن چئن وڏن قانون سازن جا نالا لکيل آهن، تن ۾ سڀ کان پهرين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جو نالو مبارڪ آهي. برلن ۾ بين الاقوامي قانون جي اداري جو نالو "امام حسن بن شيباني انسٽيٽيوٽ" آهي. اهو اسلامي قانون جي عظمت جو اعلان آهي.

**وياج جو حرام ٿيڻ:** جي ايم سيد جو اعتراض آهي ته "شريعت جو قانون بيڪار ٿي ويو آهي اڄڪلهه وياج کان سواءِ ڪاروبار نٿو هلي سگهي، مسلمان ملڪن ۾ به وياج جو ڪاروبار هلي رهيو آهي."

يورپ ۾ ته سرمايه داري جي خلاف آواز اوڻويهن صدي ۾ ڪارل مارڪس (1817ـ 1818ع) ۾ اٿاريو آهي، ليڪن اسلام چوڏهن سو سال اڳ ان جي خلاف آواز اٿاريو آهي (۽ اهڙو نظام لاڳو ڪري ۽ خدا پرست سماج قائم ڪري عملي طور ڏيکاري ڇڏيو ته اسلام جي ڇانو ۾ سرمائيداري وڌي ويجهي نه سگهي) قرآن چوي ٿو:

"ايئن نه ٿئي جو مال توهان جي سرمائيدارن جي وچ ۾ گردش ڪندو رهي." (سوره حشر ـ 7)

مرض جي تشخيص ٿي وڃڻ بعد به يورپ ۾ علاج جي لاءِ صحيح قدم نه کنيو ويو انهيءَ ڪري يورپ جي سيني ملڪن تي يهودي وياج خورن جي گرفت (پڪڙ) تمام مضبوط آهي. اسلام سرمايه داري جي خاتمي جو صحيح علاج به ٻڌايو. ان هر قسم جي وياج کي منع ڪري ڇڏي. جڏهن مسلمان ملڪ آزاد ٿيا ۽ انهن جي اندر خود شعوري جو جذبو ابريو ته انهن وياج کي حرام قرار ڏيڻ لاءِ اقدام ڪيا. گذريل ڏهن

سالن ۾ انهي سلسلي ۾ گهڻو ڪجهه ٿيو آهي، ڪيترن ملڪن ۾ بنا وياج جي بئنڪن کولڻ جو تجربو ٿي رهيو آهي. مغرب ۾ به اهڙيون بئنڪون قائم ٿي چڪيون آهن. آهستي آهستي اهي تجربا بهتر شڪل ۾ معيار اختيار ڪري ويندا.

انهي ڪري وياج کي حرام ٺهرائڻ ته اسلام جي رحمت آهي انسانن جي لاءِ.

**جوا جو حرام ٿيڻ:** بيشڪ اسلامي ملڪن ۾ جوا جاري آهي. جڏهن ته اسلام ان کي حرام ٺهرايو آهي، مگر اهي سڀ سامراج جي غلامي جا اثرات آهن. سرمايه دار جتي وياج جي ذريعي غريبن جو رت چوسي ٿو، اتي جوا ۾ لاٽري سان ته وڏيڪ رت چوسي ٿو. اسلام جڏهن وياج کي حرام ٺهرايو آهي ته جوا کي به ضرور حرام رهڻ گهرجي ۽ اهو حڪم به انسانن جي لاءِ رحمت آهي.

**شراب جو حرام ٿيڻ:**

انسان جو قتل جيڪڏهن حرام آهي ته انساني شعور، عقل ۽ سمجهه جو قتل به حرام هئڻ گهرجي. انهي ڪري انسان مادي جسم جو نالو ته ڪونهي، هو ته شعور ۽ عقل جو نالو آهي. ٻيا قانون ساز انهي حقيقت تائين نه پهچي سگهيا. انهن انساني قتل کي ته حرام قرار ڏنو مگر انسان جي شعور کي حرام قرار نه ڏنو. اسلامي شريعت معاملن کي اونهائي ۾ ڏسي ٿي، ان شعور جي قتل کي به حرام ٺهرايو آهي.

وياج، جوا، شراب اهڙا معاملا آهن جن ۾ انساني عقل اڄ تائين حقيقت تائين نه پهچي سگهيا. اها الله تعاليٰ جي رحمت آهي جو ان انسانن جي پتڪڙ کي پسند نه ڪيو ۽ صحيح رهنمائي ڪئي ۽ انهن ڳالهين کي حرام ٺهرايو.

**الله جون حدون:** جي ايم سيد جو اعتراض آهي ته "شريعت

چوريءَ جي سزا هٿ ڪٽڻ، زنا جي سزا سنگسار ڪرڻ، قتل جي سزا قتل ڪرڻ نهرايو آهي. ليڪن موجوده دور انهن سزائن کي وحشياڻو قرار ڏيئي رد ڪري چڪو آهي.“

ڏوهاريءَ کي سزا ڏيڻ جو مقصد ڏوهه کي روڪڻ آهي. ڏوهارين کي شرعي سزا ڏيڻ سان ڏوهن کي چڱي طرح روڪي سگهجي ٿو. جنهن کي مشاهدو ڪرڻو هجي اهو سعودي عرب ۾ وڃي ڪري سگهي ٿو. ٻئي طرف ”مهذب ۽ شريفانه“ سزائن سان ڏوهه ڪهڙي هولناڪ نسبت سان وڌي رهيا آهن، تنهن جو مشاهدو ڪرڻو هجي ته آمريڪا ۾ وڃي ڪري سگهجي ٿو. هاڻ اوهان پاڻ فيصلو ڪريو ته ڏوهن کي روڪڻ چاهيو ٿا يا وڌائڻ گهرو ٿا؟

اڄڪلهه ڏوهن سان متعلق غور ۽ فڪر ڪرڻ وارن حلقن ۾ يورپ ۾ اهو موضوع به بحث هيٺ آهي ته وڏن ڏوهن ۾ سزا به وڏي هجي يا ننڍي؟ هڪڙو پيرو سزا ڏيئي قصو ختم ڪري ڇڏڻ بهتر آهي يا سالن جا سال جيلن ۾ سڙڻ ڏنو وڃي؟ ڏوهاري کي ۽ هن جي خاندان وارن کي سالن جا سال نفسياتي اذيت ڏيڻ ۽ انهن کي نفسياتي بيمارين ۾ مبتلا ڪرڻ بهتر آهي؟ پهريون طريقو اسلام رائج ڪيو آهي. ٻيو طريقو يورپ ۾ رائج آهي. انهي سلسلي ۾ جيڪڏهن ڪنهن شخص کي دلچسپي هجي ته نوبل انعام ڪٽندڙ اليڪسي ڪئري (Alexis Carrey) جي ڪتاب Reflection جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

**عورتن جو پردو:** الله تعاليٰ طبعي طور تي اهو وظيفو رکيو آهي ته عورت ٻار ڄڻي ٿي، ان جي پرورش ڪري ٿي. ٻين سيني جانورن جي ڀيٽ ۾ انساني ٻار ڪافي عرصي کان پوءِ جسماني ۽ ذهني وڏائپ (بلوغ) کي پهچي ٿو. انهي سڄي عرصي ۾ماءُ يعني عورت جو هٿ هن تي هوندو آهي. مرد تي انهي نوعيت جي ڪابه ذميداري ڪانهي. انهي ڪري گهر کان ٻاهر جا معاملا هو پورا ڪري ٿو. اسلام انهي طبعي ورهاڱي کي قبول ڪري ورتو آهي ۽ روزگار ڪمائڻ جي ذميداري کان

عورت کي محفوظ ۽ آجو رکيو. ٻارن جي پرورش ۽ تربيت ئي هن تي تمام وڏي ذميداري آهي ۽ ٻاهرئين ڪم ۽ روزگار ڪمائڻ جي ذميداري اسلام مرد جي حوالي ڪئي آهي. اها نهايت منصفانہ تقسيم آهي، ٻنهي جون ذميداريون برابر آهن.

هاڻ مغربي تهذيب عورت کي ٻاهر ڪڍيو هن کي بہ ڪمائڻ تي لڳايو. هاڻ صورت حال اها ٿي جو عورت ٻارن جي پيدائش ۽ پرورش بہ سنڀالي، (انهي ڪري جو ان ڪم ۾ تہ مرد عورت جو هٿ ونڊائي نٿو سگهي) ۽ ان سان گڏوگڏ عورت مرد سان هاڻ گڏجي ڪمائي بہ ڪري ٿي ۽ اهڙي طرح ڪمائي ۾ مرد جو بار تہ گهٽجي ويو ۽ عورت جو بار وڌي ويو. ڇا اهو انصاف آهي؟ اها عورت جي آزادي آهي يا هن تي ظلم آهي؟ ٻيو تہ انهي اڻ وڻندڙ تقسيم جو خراب اثر اولاد تي پيو. هاڻ ماءُ کي پنهنجي نوڪري کان فرصت نٿي ملي، هوءَ اولاد جي تربيت نٿي ڪري سگهي. انهي ڪري مغرب ۾ نافرمان ۽ غير مهذب اولاد پيدا ٿي رهيو آهي جيڪو ماءُ ۽ پيءُ جي حقن کي ادا نٿو ڪري، اهو ٻين جا ڪهڙا حق ادا ڪندو.

رهيو پردي جو سوال تہ اسلام ان کي ڇو رائج ڪيو؟ تہ ان لاءِ ٿورو نفسيات جي ماهرن کان معلوم ڪريو. فرائڊ کان، جنگ کان ۽ ايڊلر کان پڇو تہ راه هلندي ڦرندي هر وقت جيڪا هار سينگار ڪيل عورت اڳيان اچي ٿي، ان جا ڪهڙا اثرات انسان جي نفس تي پون ٿا. مغرب جنسي بک کي پوري ڪرڻ لاءِ سمورا اسباب پيدا ڪيا. سهولتون مهيا ڪيون سوئيڊن ۾ بازار ۾ جنسي دڪان (Sex House) اهڙي طرح کليل آهن جهڙي طرح اسان جي شهرن ۾ حجامن جا دڪان کليل هوندا آهن. ليڪن پوءِ بہ سڀ کان وڌيڪ بيماريون سويڊن ۾ آهن. دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ خودڪشي جا واقعا سويڊن ۾ ٿين ٿا.

اهو تہ اسلامي شريعت جو تمام وڏو احسان آهي بني نوع انسان تي جو هڪ تہ ان عورت مرد جي وچ ۾ منصفانہ تقسيم قائم رکي، وري

پردي جو حڪم ڏئي انسانن کي لاتعداد (يعني بي شمار) نفسياتي ۽ اخلاقي ڏوهن کان محفوظ ڪري ڇڏيو.

**وڌيڪ زالون رکڻ:** قديم ۽ جديد، مشرق ۽ مغرب، ماضي ۽ حال ۾ ڪڏهن بہ مرد هڪ عورت تي قناعت نہ ڪئي آهي. (الا ماشاءَ الله) جتي هڪ شاديءَ جو قانون لاڳو هوندو آهي، اتي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ زناڪاري رائج هوندي آهي، سماج چشم پوشي ڪندو آهي، اخلاقي اعتبار کان انسان ڏوهاري ٿئي ٿو. اسلام زناڪاري کي هر صورت ۾ ختم ڪري ڇڏيو آهي. انهي ڪري اسلام چئن شادين تائين جي اجازت ڏني آهي ۽ اهو لازمي ڪونهي، صرف مباح (اجازت) آهي. اڄ هڪڙي شخص جي زال تہ هڪڙي آهي مگر ٻين چئن سان هن جا ازدواجي تعلقات آهن. هو زنا ڪري ٿو. حقيقت جي اعتبار کان تہ هن جون بہ چار پنج زالون آهن، پوءِ جائز صرف هڪڙي آهي، ازدواجي خدمت چار پنج انجام ڏين ٿيون، قانوني حق صرف هڪڙي کي ملن ٿا، وارث صرف هڪڙي ٿئي ٿي، ڇا اهو سڀ ڪجهہ انهن عورتن تي ظلم نہ آهي؟ حق تلفي نہ آهن؟ اسلام چوي ٿو تہ چئن تائين شادي ڪري سگهو ٿا، چئني کي سماج ۾ برابري جا حق حاصل هوندا، قانوني حق حاصل هوندا، وراثت ۾ شريڪ رهنديون. هاڻ توهان پاڻ فيصلو ڪيو تہ ڪنهن جو قانون حق پسند آهي ۽ انصاف وارو آهي؟

حقيقت اها آهي تہ سماجي معاملن ۾ انسان گهٽ وڌ (افراط و تفريط) ۾ مبتلا آهي. انصاف ۽ حق صرف شرعي قانون سان ئي حاصل ٿئي ٿو. (اهو نڪتو ۽ مسئلو جي ايم سيد کي سمجهہ ۾ ايندو لائي نہ؟)

**غلامي:** محڪوم قومن سان برتاءُ جا ڪيترا ئي طريقا ملن ٿا. هڪڙو طريقو انهن کي فنا ڪري ڇڏڻ جو آهي، آمريڪا جي ريڊ انڊين، آسٽريليا جي نيوزيلينڊ جا مائوري نسل (Marty) جو نالو ئي

منجهي ويو. هاڻ انهن کي ايئن رکيو ويندو آهي جيئن بلوچستان ۾ مارخور جي حفاظت ڪئي ويندي آهي. ٻيو طريقو بہ تشدد ۽ اذيت جو آهي. جهڙوڪ آمريڪا جي حبشي آبادي يا جهڙي طرح ڏکڻ آفريقا جي ڪاري آبادي جي لاءِ روا رکيو ويو آهي. ٽيون طريقو انساني حقن کان محروم ڪرڻ ۽ خدمت گار بنائڻ آهي، جهڙي طرح هندوستان ۾ اڇوت آبادي آهي جيڪي پنج هزار سالن کان انساني شرف کان محروم هلندا اچن ۽ هو ويچارا اوچين قومن جي خدمت چاڪري ڪندا رهندا آهن. (چوٿون طريقو ڪنهن قوم کي گهاٽي ۾ اٽ يا گڏھ وانگر وهائڻ جو اهو آهي تہ هن کي فسادن جو نشانو بنايو وڃي، بار بار قتل عام ڪيا وڃن، گذر سفر جا ذريعا ختم ڪيا وڃن، تعليم کان محروم ڪيو وڃي، نوڪرين مان ڪڍيو وڃي، انهن جي ٻولي، تهذيب، معاشرت، قدرن، شعائر ۽ پرسنل لا کي تباه ڪري انهن جي سڃاڻپ بہ باقي نہ ڇڏي وڃي، جنهن جو مثال ڀارت ۽ ٻين ملڪن ۾ مسلمانن سان ٿيندڙ سلوڪ آهي).

اسلام ان جي برخلاف اهو طريقو اختيار ڪيو تہ محڪوم ۽ ذلتڙيل کي انسانيت جو شرف ڏنو. سڀ انسان هڪ ڪٽنب جا ڀاتي آهن، انهي ڪري انهن کي پاڻ ۾ ملي جلي رهڻ گهرجي تہ جيئن نہ ويڇا رهن ۽ نہ ڪنهن جي گهٽتائي يا تذليل ٿئي. انهيءَ ڪري ان شادي نڪاح جو طريقو رائج ڪيو. جڏهن ڪنهن عورت کي ٻار پيدا ٿي وڃي ٿو تہ هوءَ پاڻمرادو آزاد ٿي وڃي ٿي. انهي ڪري وڏ ۾ وڏ هڪ يا بہ نسل ئي اُهي غلام هوندا آهن. پوءِ نہ صرف اهي آزاد ٿي وڃن ٿا بلڪہ گڏجي سڏجي هڪ ٿي وڃن ٿا. اهو هڪ ٻن نسلن کي جيڪو نگراني ۾ غلام طور رکيو ويندو هو تہ ان جي لاءِ جو اهي نوان نوان محڪوم ٿيل هوندا هئا. ضرور انهن جون دليون غيض و غضب جي جذبات سان ڀريل هونديون، انهي ڪري غلامي ۾ رهڻ سان هڪ تہ انهن مان هر هڪ جي نگراني صحيح طور تي ٿيندي هئي، ٻيو تہ هڪ

شخص جي گهر ۾ رهڻ جي ڪري اهو غلام گهر جي هڪ ياتي طور معاملات ڏسندو هوءِ هو نئين ماحول کان مانوس ٿي ويندو هوءِ ان کي پسند ڪندو هو.

واضح رهي تہ اسلام جو حڪم اهو آهي تہ جيڪي توهين کائو اهو غلام کي کارايو جيڪي توهين پايو اهو غلام کي پارايو. حضرت ابو ذر غفاري رضي الله عنه جي متعلق عام روايت ۾ اچي ٿو تہ جڏهن هو هلندو هو تہ عام طور تي ماڻهو پهرين هن جي غلام جي طرف متوجہ ٿندا هئا هن جي سٺن ڪپڙن جي ڪري.

هنن ٻن نسلن کان پوءِ انهن غلامن مان اهڙا ماڻهو پيدا ٿيا جيڪي عالم اسلام ۾ بلند ترين علم و فضل جا صاحب ٺهرايا ويڃن ٿا. امام حسن بصري رحہ امام ابو حنيفہ رحہ امام اوزاعي رحہ اهي سڀ خود غلام هئا يا غلامن جو اولاد هئا، هن وقت اهي سڀ مسلمانن جا امام آهن، محترم آهن، اڳواڻ آهن، اسلام ۾ غلامن حڪومت ڪئي آهي مثال طور هندوستان ۾ غلام خاندان ۽ مصر ۾ مملوڪ خاندان. حقيقت ۾ اسلام ۾ غلام قوم کي شامل ڪرڻ يا قوم ۾ جذب ڪرڻ جي لاءِ (Nationalisation) جو طريقہ ڪار هو. انهي طريقي سان اسلام سڀني قومن ۽ قبيلن کي گڏي هڪ قوم "امت مسلمہ" بنائي ڇڏيو. اسلام جي غلامي کان آمريڪا جي غلامي جو پري پري تائين بہ تعلق نہ آهي.

ٻيون قومون ٻڌائي سگهن ٿيون تہ روس ۾ ڪو ترڪستاني صدر ٿيو آهي؟ آمريڪا ۾ ڪو حبشي (ڪارو) صدر ٿيو آهي؟ مسيحيت (عيسائيت) ۾ ڪو حبشي پوپ ٿيو آهي؟ اڄ بہ غير مسلمانن مان ڪو مسلمان ٿي وڃي ۽ اهل علم هجي تہ اسان هن کي مٿي ۽ اکين تي ويهاريون ٿا. مولانا شبلي نعماني، مولانا محمد علي، مفتي ڪفايت الله، مولانا عبيدالله سنڌي اهي سڀ هندو خاندان مان نڪري آيا هئا.

**قرباني:** جي ايم سيد جو اعتراض آهي تہ "انهيءَ وحشيانہ رسم

جي ادائگي لاءِ مسلمان هر سال حج جي موقعي تي ڪروڙين جانور ذبح ڪري ڇڏين ٿا.“

جيڪڏهن ڪنهن کي حيوانن جو چئمپئن بنجڻو آهي ته هن کي مسلمانن کان ٻاهر به ڏسڻ گهرجي. عيسائي پنهنجي وڏي ڏينهن ڪرسمس جي موقعي تي هڪڙي شهر نيويارڪ ۾ ڏهه لک فيل مرغ (Turkey) کائيو وڃن. عيسائي دنيا جي ٻين شهرن جو حال به انهي مان لڳايو وڃي. اهڙي طرح چين ۾ سياري جي هڪ ميلي جي موقعي تي رڳو بيجنگ ۾ ڏهه لک نانگ کاڌا وڃن ٿا جيڪي ڪيترا مهينا اڳ گڏ ڪري رکيا ويندا آهن. چين جي ٻين شهرن ۾ به اهڙو ئي حال آهي. وري سڄي دنيا جي سائنس جي مختلف ليبارٽرين ۾ روزانو لکين ڏيڏرن، ڪوئن، سهن، پولٽرن وغيره تي تجربا ٿيندا رهن ٿا. انهن کي بي رحمي سان ماريو ويندو آهي، ڪن کي جيئرو زهرن ۽ تيزابن ۾ قتو ڪيو ويندو آهي. حيوانن جي چئمپئن صاحب (يعني مسٽر جي ايم سيد) جو فرض آهي ته هو انهن سڀني جي خلاف به احتجاج جو آواز بلند ڪري.

هندو اهنسا جا قائل آهن مگر صرف ڳئون جي حفاظت تائين انهن جي اهنسا محدود آهي، ٻين جانورن جي بي رحميءَ سان هو به واسطو نٿا رکن. 1947ع کان پوءِ هندن ڳئون جي حفاظت جا قانون ٺاهيا ۽ ڍڳي جي قرباني بند ڪرائي ڇڏي. يو پي جي ٻيلن ۾ هڪڙي جهنگلي ڳئون ٿيندي آهي جنهن کي نيل ڍڳي سڏيو وڃي ٿو. ڍڳيءَ جي حفاظت جو قانون ان تي به لاڳو ٿيو. نتيجو اهو نڪتو جو چند سالن ۾ ئي ان جو نسل تمام گهڻو وڌي ويو. انهن ڍڳين جو ڌڻ جنهن به ٻنيءَ تي وڃي ڪڙڪندو هو ته ان سڄي ٻنيءَ کي ڪائي چٽ ڪري ڇڏيندو هو سڀ آبادگار فصلن جي حفاظت لاءِ نيل ڍڳي جي خلاف اٿي ڪڙا ٿيا. آخر يو پي جي اسيمبليءَ قانون پاس ڪيو ته آئينده ان جانور جو نالو نيل ڍڳي نه آهي بلڪ نيل گهوڙو آهي ۽ هاڻ ان کي ماري سگهجي ٿو.

جن ڍڳين جي حفاظت ڪئي ويجي ٿي انهن جو حال به ٻڌو. جيستائين اها ڍڳي ڪارآمد هوندي آهي، يعني کير ڏيندي آهي ته ماڻهو ان کي پاليندا آهن انجي سارسنڀال ڪندا آهن. ليڪن جڏهن اها بيڪار ٿي ويندي آهي ته مالڪ ان کي پنهنجي گهران ڪڍي ڇڏيندو آهي. هاڻ اها هڪ هڪ دڪان ۾ منهن هڻندي وتندي آهي. دڪاندار ان کي ماريندا ته نه آهن البته هٿن سان ڌڪا ڏيندا آهن. اهڙين رولو ۽ بيڪار ڍڳين لاءِ حڪومت "ڪانجي هائوس" ٺهرايا آهن. انهن جو تعداد وڏن شهرن ۾ تمام گهٽو هوندو آهي. هر محلي ۾ انسانن جي لاءِ اسپتالون ته ميسر ڪونهن ليڪن "ڪانجي هائوس" ۽ ڳئون رکشا جا گهر قائم آهن. جڏهن اها مرڻ لڳندي آهي ۽ ڪنجهڻ لڳندي آهي ته ان کي شهر کان ٻاهر پندرهن ويهه ميل فاصلي تي هڪ "ڍڳي مرگهٽ" ۾ پهچايو ويندو آهي جتي اها ڪنجهندي ڪنجهندي، تڙپندي ساهه ڏيندي آهي ۽ پوءِ ڪتا، ٻلا، ڳجهون، سرڙيون ان کي چيري ڦاڙي کائينديون رهنديون آهن ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ميلن جي ايراضي ۾ ان جي بدبوءَ پکڙيل هوندي آهي.

ڇا جانورن جو اهو انجام بهتر آهي يا هي بهتر آهي ته وقت بوقت انهن کي ذبح ڪيو وڃي، ڍڳيون يا ڳئون اجائي مصيبت ۽ دردناڪ موت کان بچي پون، ماڻهو به گوشت کائين، انهن جون کلون ۽ هڏيون به استعمال ۾ اچن. فيصلو ڪريو ته ڪهڙو طريقو بهتر آهي؟

انساني عقل هڪ رخ وارو هوندو آهي، ڪنهن نه ڪنهن هڪ رخ جو ان تي غلبو رهندو آهي ۽ شريعت جي نظر جامع هوندي آهي، سيني رخن ۽ پهلوئن تي ۽ سيني نتيجن تي نگاهه رکندي آهي.

**ختنو:** ختنو دراصل ملي لحاظ کان سنت ابراهيمي آهي. اصل ۾ ان جون حڪمتون ۽ فائدا ايترا ته واضح آهن جو هاڻ غير مسلم سماج بلڪ ڪي ملحد ڊاڪٽر به انهي جا قائل آهن ته ختني(يعني طهر)

ڪرائڻ سان ڪيترين بيمارين کان بچاءُ ٿي وڃي ٿو. ٻي صورت ۾ جيڪا وڌيڪ (زائد) چمڙي آهي (جنهن کي ختني جي عمل سان الڳ ڪيو ويندو آهي) جي هيٺان ميراڻ يا جيوڙا گڏ ٿي سور ۽ سوزش کان علاوه ڪي اهڙيون تڪليفون ٿي پون ٿيون جن جو سولائي سان علاج نٿو ٿي سگهي.

مسلمانن جي لاءِ جن سببن جي ڪري هڪ نعمت آهي، انهن حڪمتن جي طرف ڊاڪٽرن جي نظر به نه ويئي آهي ۽ نه انهن کي هتي تفصيل سان ٻڌائڻ ممڪن آهي. اسلامي شريعت ان کي چوڏهن سو سال اڳ رائج ڪيو جڏهن ان وقت نه ڇا اڄ به گهٽ ماڻهن کي تفصيل سان ان جون حڪمتون معلوم ڪونهن.

بهتر آهي ته انهي مسئلي تي اعتراض ڪندڙ طب ۽ صحت جو ڪجهه اهم لٽريچر پڙهن.

**خلفاءِ راشدين:** خلفاءِ راشدين جي حڪومت جو نمونو ۽ ذاتي ڪردار هڪ مثالي طرز عمل هو. تواريخ ان جو مثال پيش ڪرڻ کان قاصر آهي. ٻيا ماڻهو به ان دور کي معياري ۽ مثالي ڪري مڃين ٿا. سال 1937ع ۾ پهريون ڀيرو هندوستان ۾ ڪانگريس، ستن صوبن جي اندر قومي حڪومتون قائم ڪيون. انهي موقعي تي گانڌيءَ پنهنجي وزيرن جي نالي کليل خط شايع ڪيو هو جنهن ۾ هن لکيو هو:

"اسان جو حڪومت جي واڳ وٺڻ جو مقصد اقتدار حاصل ڪرڻ يا دولت گڏ ڪرڻ ڪونهي، بلڪ رام راڄ (خدا جي بادشاهت) قائم ڪرڻ آهي. رام راڄ قائم ڪرڻ لاءِ اسان کي اشوڪا يا وڪرماجيت جي طرف نه ڏسڻ گهرجي. بلڪ ابوبڪر ﷛ ۽ عمر ﷛ جي طرف ڏسڻ گهرجي ۽ انهن جي پيروي ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته تاريخ عالم ۾ منهنجي خيال ۾ انهن جي عهد خلافت کان بهتر رام راڄ جو نمونو نٿو ملي." (اخبار برهمڻ - آگسٽ 1937ع)

ستم ظريفي يا ظلم ڏسو ته گانڌي هڪڙو هندو غير مسلم ته

خلافت راشده کي سچي دنيا ۾ بهترين طرز حڪومت قرار ڏئي ٿو ۽ رسول الله ﷺ جي اولاد سيد غلام مرتضيٰ شاه (جي ايم سيد) ان کي استحصالي دور قرار ڏئي ٿو. افسوس! صد افسوس!

**اسلامي حڪومت:** جي ايم سد جي تيز نگاهن کي خلافت ۾ ته سامراج نظر اچي ويو مگر هن جي تعريف ڪيل روس جو سامراج هن کي نظر نٿو اچي جڏهن ته روس جي ڪميونسٽ حڪومت:

* ستين صدين کان آباد ترڪ ۽ تاتاري قومن کي ڪريميا جي سرزمين مان ڪڍي سائبيريا جي برفاني علائقي ۾ قتو ڪري ڇڏيو (1945) ۽ هو اتي ٿڌ ۽ سردي ۾ ڏڪندا مري رهيا آهن، صرف انهي ڪري جو يورپ جي سرزمين ۾ مسلمان آباد ڪونه هئا. واضح رهي ته ڪريما بحر اسود جي ڪناري تي واقع آهي.
* ان پولينڊ ۽ چيڪوسلاويڪيا ۾ ڇا ڪيو؟ اهو سامراج نه آهي؟
* ۽ هاڻ افغانستان ۾ ڇا ڪري رهيو آهي؟ ڇا اهو سامراج نه آهي.
* اڃا گذريل مهيني چين سان ان هڪ ناهه ڪيو آهي، جنهن تحت هو ٻاهرئين منگوليا جو قبضو ڇڏيندو.

معلوم ٿيو ته هن وقت تائين چين جي علائقي تي روس جو غاصبانه قبضو هو نه ته قبضي ڇڏڻ جي ڪهڙي معنيٰ. ڇا اهو سامراج نه آهي؟

خلافت راشده جو ته اهو دور هو جو جڏهن ڪنهن مجبوري جي ڪري خالد بن وليد رضي الله عنه کي شهر حمص ڇڏڻو پيو ته هن عيسائين ۽ يهودين کان ورتل جزيو (ٽيڪس) انهن کي واپس ڪري ڇڏيو ته هاڻ اسان توهان جي حفاظت ڪرڻ جي پوزيشن ۾ نه آهيون. اهو هو انهن جو عدل ۽ انصاف. نهاوند جي لڙائي ۾ هڪ عام مسلمان شهر جي رهاڪن کي امان ڏني ته ڪمانڊر ۽ خليفي ان کي برقرار رکيو ته هڪڙي مسلمان جو ڪيل واعدو اسان سڀني جو واعدو آهي، انهن کي

امان ملي وڃي. اهو هو وعدو پاڙڻ.

گر نہ بيند بروز شبپره چشم
چشمۂ آفتاب را چہ گناهہ؟

ترجمو: جيڪڏهن روشن ڏينهن چمڙي جي اک نہ ڏسي سگهي تہ پوءِ ان ۾ سج جي گولي جو ڪهڙو قصور؟

**غازي محمد بن قاسم:** راجا ڏاهر پهرين تہ اهڙي حرڪت ڪئي جيڪا سيني مذهبن ۾ ۽ سيني معقول انسانن وٽ وڏو قبيح ترين گناهہ آهي. هن پنهنجي ڀيڻ سان شادي ڪئي. ان ڪان هو بدنام ٿيو. ٻيو تہ ان وقت سنڌ جي سڄي آبادي ٻڌ ڌرم جي پوئلڳ هئي. راجا ڏاهر ٻاهران اچي انهن ماڻهن مٿان مسلط ٿيو هو ۽ هن پنهنجو هندو ڌرم انهن تي مڙهيو هو. انهيءَ ڪري سنڌ جا ماڻهو هن ڪان راضي ڪونہ هئا. ان ڪري هتي جي ماڻهن انهن جو (يعني عربن) استقبال ڪيو هو. سنڌين جي راءِ محمد بن قاسم جي متعلق ڪهڙي هئي؟ ان جو اندازو انهن جي محمد بن قاسم سان بي پناه محبت مان ٿئي ٿو. جڏهن انهن کي خبر پئي تہ محمد بن قاسم کي شهيد ڪيو ويو آهي تہ انهن "ڪيڙه" جي مندر ۾ محمد بن قاسم جو بت ٺاهي رکيو. سو سالن ڪان پوءِ جي تاريخدان بلاذري جا الفاظ هي آهن: صوره بالڪرح (ڪيڙه ۾ هن جو بت ٺاهيو ويو) شادي وهاڻء جي ناتن تي اعتراض جو ڪهڙو مطلب آهي. ڇا عرب ۽ سنڌي پاڻ ۾ ملي ڪري هڪ قوم نہ ٿين ها؟ ڇا عرب بہ سنڌين کي اڇوت ٺاهي رکن ها؟ جهڙي طرح هندن دراوڙن کي اڇوت ڪري رکيو آهي.

**مذهب خوف جي پيداوار آهي:** جي ايم سيد بار بار پنهنجي انهي راءِ جو اظهار ڪري ٿو تہ مذهب انسان جي جذبہ خوف جي پيداوار آهي دراصل اوڻويهين صدي جي ماهر نسليات (Anthropology)

جو ان زماني ۾ اهوئي خيال هو مگر ويهين صدي جي شروع ۾ ئي اها ڳالهه غلط ثابت ٿي وئي. مشهور پروفيسر شمٽ لکي ٿو ته:

”هاڻ اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته انسان جي ابتدائي سوسائٽي جي اعليٰ ترين هستي حقيقت ۾ توحيدي اعتقاد وارو هڪڙو خدا هو.“

The Origin and Growth of Religion.
By Prof. W. Schimldi P: 19

ٻيو جرمن اسڪالر Ralf Baron Ehreufel لکي ٿو:

”ثقافتي تاريخ انساني جو مطالعو ظاهر ڪري ٿو ته انساني سماج جو پهريون مذهب توحيد ئي هو. قديم ترين قبيلن جن جو مادي اثاثو تمام گهٽ گهٽ آهي، انهن جو اخلاقي معيار تمام بلند آهي.“

Islamic Culture_ Hyderabad Deccan 1944. P. 446

ان جي صاف معنيٰ اها ٿي ته انسان شروع ۾ موحد هو ۽ بااخلاق هو. بداخلاقي ۽ وحشت بعد ۾ داخل ٿي آهي. اهوئي قرآن مجيد چوي ٿو:

”شروع ۾ سڀ ماڻهو هڪ ئي طريقي تي هئا (پوءِ اها حالت برقرار نه رهي) انهن جي اندر اختلاف پيدا ٿيا (بداخلاقي آئي) تڏهن الله تعاليٰ (هدايت جي لاءِ) نبين کي موڪليو.“ (سوره بقره: 112)

**قيامت ۽ آخرت:** اوڻويهين صدي تائين سائنسدان قيامت ۽ آخرت جا منڪر هئا ته مادو فنا نٿو ٿئي صرف شڪلون بدلائيندو رهندو آهي. ان زماني ۾ دنيا جي فنا ٿيڻ تي يقين نه هو. هاڻ ويهين صدي ۾ مادو نٿي ويو فنا ٿي ويو. هيڏانهن رياضي جي هڪ شاخ حرار تي حرڪيات (Thermo Dynamics) جي قانون نمبر 2 تحت هاڻ اها حقيقت مڃيل آهي ته سج جي تپش (گرمي) آهستي آهستي گهٽ ٿي رهي آهي، ضرور هڪڙو ڏينهن ايندو جڏهن اهو بي نور ٿي ويندو.

اها ئي ڳالھ قرآن مجيد چوي ٿو تہ ان ڏينهن ستارا بي نور ٿي ويندا. انهي ڪري هاڻ قيامت جي اچڻ جو سائنسدانن کي بہ يقين آهي.

هاڻ ٿورو ان حقيقت جي طرف غور ڪريو تہ دنيا ۾ ٻن قسمن جا ماڻھو ملن ٿا! هڪڙا چنگيز خان، هلاڪو خان، هٽلر ۽ مسوليني جهڙا ماڻھو جن ظلم ۽ خونريزي جو رڪارڊ قائم ڪري ڇڏيو. ٻئي طرف وري سقراط، گوتم ٻڌ ۽ حضرت عيسيٰ ۽ ٻيا انبياء ڪرام عليهم السلام آهن جن حق ۽ انصاف، نيڪي ۽ خير کي پکيڙيو. هاڻي جيڪڏهن سڀ ڪجهہ مٽي ۾ مٽي ٿي وڃن ٿا تہ درحقيقت نيڪ ماڻھو ۽ بدڪردار ماڻھو سڀ برابر ٿي ويا، نيڪي ۽ بدي سڀ برابر ٿي وئي. عقل سالم انهي ڳالھ کي مڃڻ کان انڪار ڪري ٿو ضرور هڪڙو ڏينهن اهڙو اچڻ گھرجي جڏهن نيڪن کي نيڪي جو اجر ملي ۽ بد کي بدي جي سزا ملي، بس اها ئي آخرت آهي.

**عقل پرستي**: هر معقول مرد تسليم ڪندو تہ انساني عقل ترقي ڪندو رهي ٿو. رياضي جي جنهن مسئلي کي ارشيميدش وڏي محنت سان ڳولي ڪڍيو هو اهو اڄڪلھ نائين ۽ ڏهين ڪلاس جا شاگرد پڙهن ٿا. وري هڪ ئي زماني ۾ سڀني انسانن جا عقل هڪ جهڙا نہ ٿيندا آهن. سنڌ يونيورسٽي جي اڳوڻي وائيس چانسلر ڊاڪٽر رضي الدين صديقي، آئن اسٽائن جي نظريہ اضافيت تي اردو ۾ ڪتاب لکيو، جيڪو 1948ع ۾ انجمن ترقي اردو شايع ڪيو هو. ان ۾ هن لکيو آهي تہ مسئلہ اضافيت کي سمجھڻ وارا سڄي دنيا ۾ اٺ ماڻھو آهن يعني اربن جي آبادي ۾ صرف اٺ ماڻھو ان کي سمجھڻ وارا آهن، جڏهن تہ اهو ئي اهو مسئلو آهي، جنهن جي بنياد تي انسان چنڊ تي پهتو ۽ ستارن تي پهچي رهيو آهي. ان مان اها ڳالھ ثابت ٿي تہ جيڪڏهن ڪنهن ڳالھ کي نہ صرف چند ماڻھو بلڪ لکين ڪروڙين ماڻھو بہ نٿا ڄاڻن ۽ نہ سمجھي سگھن ٿا، تہ بہ اها ڳالھ صحيح ٿي سگھي ٿي صرف شرط اهو آهي تہ ٻڌائڻ وارو استاد معتبر ۽ مستند هجي. عالم

آخرت ۽ جنت دوزخ جا معاملا انساني عقل کان مٿي آهن. انسان وٽ انهن کي سمجهڻ جو ڪو بہ ذريعو ڪونهي. پنج صديون اڳ ابن خلدون انهي ڳالهہ کي خوب سمجهايو آهي. هو چوي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو سونارو پنهنجي ڪانٽي سان جبل تورڻ جي ڪوشش ڪندو تہ ناڪام ٿيندو. اهڙي طرح عقيدن متعلق آخرت بہ عقل جي وس کان ٻاهر آهي. مغربي فيلسوف ڪانٽ چوي تہ انساني عقل مادي الاصل آهي، حواس تي ان جو بنياد آهي اهو هيڏي وڏي عالم جي حقيقتن جي ڄاڻ معلوم ڪرڻ ۾ قطعي ناڪام آهي.

هي مذهبي حقيقتون ضرور عقل جي وس کان مٿي آهن، مگر عقل جي خلاف هرگز ڪونهن. دنيا جو سڀ کان وڏو سائنسدان آئن اسٽائن چوي ٿو:

"هي قدرون (مذهبي حڪم) تجربن کان پوءِ ڪونہ ٺاهيون ويون آهن، بلڪ اهي پهتل هستين (انبياء ڪرام) جي معرفت وحي ۽ الهام جي ذريعي وصول ٿيون آهن. انهن جو بنياد انساني عقل تي ڪونهي، بهرحال اهي تجربي جي پرکڻ تي پوريون لهن ٿيون. سچ چون ٿي ان کي ته جيڪو تجربي سان صحيح ثابت ٿئي."

Out of way latter days Eine Stain New Yark.

مذهب کي ڇڏي مغرب وارن ڇا حاصل ڪيو ۽ ڇا وڃايو اهو انهن جي اهل علم کان معلوم ڪريو. مشهور آمريڪي نقاد والٽرلپ مين لکي ٿو:

"اڪيلو پنهنجي پاڻ تي ڪڏهن بہ اسان انحصار نہ ڪيو هو. اڄ ڪو بہ همدرد اسان جو فڪر ڪرڻ وارو ڪونهي ڪو بہ زندگي جو نمونو بنا ڇوڙ جي اطاعت ڪرڻ لاءِ ۽ پيروي ڪرڻ لاءِ اسان وٽ موجود ڪونهي، ڪو بہ مافوق (مثالي آيل) شارع اسان وٽ موجود ڪونهي، سڀ عوام الناس آهن، جن کي تمام گهٽيون مصيبتون ۽ مشڪلاتون اڳيان آهن. سموريون ڪمزوريون سطح تي ظاهر ٿي ويون

آهن. قابو ۾ نہ ايندڙ طبعي قوتون ڪڏهن ڏيڇارين ٿيون ۽ ڪڏهن همٿ وڌائين ٿيون.

حقيقت ۾ اسان جي ثقافت گڏ وچڙ آهي. اسان جون تهذيبي قدرون وقتي ۽ هنگامي آهن اسان جا جذبات پاند ڪان ٻاهر اچي رهيا آهن. شايد ئي ڪنهن ملاح ڪڏهن اهڙي اڻ ڏٺي سمنڊ ۾ ٻيڙي هلائي هجي جهڙي طرح ويهين صدي ۾ پيدا ٿيل انسان کي ڪرڻو پيو پوي. اسان جا اسلاف (وڏا) سمجهندا هئا تہ هو پنهنجو زندگي جو رستو پيدائش کان وٺي موت تائين ڄاڻين ٿا ليڪن اسان پريشان آهيون تہ اسان کي سياڻي ڪان پوءِ پريهن جي بہ خبر ڪانهي.

مذهب کان آزادي حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ اهي سموريون مصيبتون شروع ٿيون آهن. مذهب ڪان آزادي هڪ دلخراش چئلينج آهي. هي انسانن کي رهبر جي رهبري کان ۽ پادري جي طمانيت ڪان محروم ڪري ڇڏي ٿي. مذهب جي بت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ وارن اسان کي آزاد نہ ڪيو بلڪ حقيقت ۾ سمنڊ جي بيرحم ڇولين ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ اسان خود ئي هٿ پير هڻي رهيا آهيون."

Drift and Mystery_ By Walter Lipman_ P. 196_ 197 New Yark

**قوميت ۽ وطنيت:** وطنيت يا وطن پرستي بہ مغرب وارن جو تحفو آهي. پهرين تہ انسانن کي جوڙڻ جي لاءِ مذهب جو ڪلمو جامع هوندو هو. وحدت اله جو نتيجو وحدت آدم ۽ وحدت عالم جي صورت ۾ نڪرندو هو ليڪن جڏهن مغرب وارن مذهب کي ڇڏي ڏنو ۽ لادينيت مسلڪ اختيار ڪيو آهي تہ انسانن کي گڏ ڪرڻ لاءِ وطن جي گڏيل ڪلمي کي استعمال ڪيو. اهڙي طرح آهستي آهستي قوميت ۽ وطنيت هڪ مذهب جي شڪل اختيار ڪري ورتي. قوم پرستي جي تصور کي عام ڪرڻ ۾ جرمني ۾ نڪٽي (1722_1804) ۽ ٽريٽنڪي (1834 _ 1896) اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اٽلي ۾ مازني

(1800 _1873) اهم رول ادا ڪيو. مازني تہ قوم کي الاهي مظهر ۽ هڪ معبود بڻائي پيش ڪيو. سادا سودا آدم جا ڄايا انهي بت جا بہ پوڄاري ٿي ويا. پهرين عظيم جنگ کان پوءِ ايشيا ۽ افريقا جي ملڪن ۾ بہ قوميت پڪڙجي ويئي.

مگر سوال اهو آهي تہ قوميت سان مسئلا حل ٿيندا؟ ڇا صرف غير ئي ظلم ڪن ٿا، پنهنجا ظلم نٿا ڪن؟ ڇا پنهنجا ماڻهو فرشتا هوندا آهن؟ ڇا پنهنجي حڪومت ۾ نيڪيون آسمان مان وسن ٿيون؟ جنهن کي بہ پنهنجن جا ظلم ڏسڻا هجن، اهي هٽلر جي جرمني ۽ مسوليني جي اٽلي جو حال پڙهن. انڊوئس هڪسلي لکي ٿو:

”هي نئون مذهب (قوم پرستي) انسانيت جي وچ ۾ فساد ۽ ويڇا پيدا ڪرڻ جو طاقتور ذريعو آهي. قوميت اخلاق جي تباهي جو سبب هن طرح ٿئي ٿي جو ان جي ڪري عالمگير انسانيت، آدميت جو احترام، واحد خدائي اعتقاد، سڀ باطل ٿي وڃن ٿا، انهن جي بجاءِ انانيت ۽ خودغرضي جا تصور انهن جي جاءِ وٺن ٿا جيڪي تصادم ۽ ويڙهہ، نفرت ۽ حقارت کي پيدا ڪن ٿا.“

مشهور فيلسوف برٽنڊ رسل چوي ٿو:

”قوميت نوع انساني جي تباهي لاءِ سڀ کان وڏي قوت آهي“.

پري پري وارن ڀيٽن کي ڇڏي دنيا جو ڪوبہ ملڪ اهڙو ناهي جتي صرف هڪڙو ئي نسل آباد هجي ۽ هڪ ئي ٻولي ڳالهائبي هجي. هر هنڌ مختلف نسل ۽ مختلف ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. خود غرضي سان وري ٽڪرا ٽيڻ جو عمل شروع ٿي وڃي ٿو. انگلينڊ ۾ ويلش، اسڪاچ ۽ آئرش ٻولين جون هلچلون هلي رهيون آهن. بچيل بنگال ۾ بہ بهار کنڊ ۽ گورکا لينڊ جون هلچلون هلي رهيون آهن. سنڌ ۾ لاڙ ٿري، وچولي ۽ سرائڪي جا تفاوت موجود آهن. خود غرضي تہ مختلف رستا ڪڍي وٺي ٿي. جيڪڏهن هڪڙي شهر جا ماڻهو سرڪاري نوڪرين ۾ وڌيڪ تعداد ۾ هوندا آهن تہ ٻي شهر جا ماڻهو

انهن کان وڏيڪ نفرت ڪندا آهن. ڇا اها حقيقت ناهي؟ جڏهن غرضن جي به ڪا حد ناهي ته تفاوتن ۽ ويڇن جي به ڪا حد ڪونهي. پوءِ انتشار ئي پکڙجندو.

حقيقت اها آهي ته عدل ۽ انصاف، ڀائپي ۽ همدردي، شفقت ۽ مهرباني عالم انسانيت جون دائمي قدرون آهن. انهن قدرن کي بنياد بنائي هر قوم ۽ هر ملڪ حق ۽ انصاف، خير ۽ فلاح جو سماج ٺاهي سگهجي ٿو. مگر انهن قدرن تي صرف اهي ماڻهو عمل ڪري سگهن ٿا جن جو آخرت جي ڏينهن تي پختو ايمان هجي، جيڪي خدا ترس هجن ۽ متقي ۽ پرهيزگار هجن. عمل ڪرڻ جي لاءِ هڪ معياري نمونو گهربل آهي ۽ اهو آهي حضور نبي ڪريم حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جو اسوه حسنه ۽ حيات طيبه (پاڪ زندگي).

بقول سعدي:

خلافِ پیغمبر کسے رہ گزید
کہ ہرگز بمنزل نہ خواہد رسید

خدا کان بي نياز ٿي انسان پاڻ کي آزاد ۽ خودمختار سمجهڻ لڳي ٿو پوءِ هو ان راه تي هلڻ لڳندو آهي جنهن تي چنگيز خان ۽ هلاڪو خان جا پير هوندا آهن. هو پوءِ هرگز ان راه تي نٿو هلي جنهن تي ابوبڪر صديق رضي الله عنه ۽ عمر فاروق رضي الله عنه جي پيرن جا نشان آهن. هاڻ اوهان خود فيصلو ڪريو ته ڪو چنگيز خان پنهنجي قوم جي لاءِ رحمت هو يا عمر فاروق رضه سڀني انسانن جي لاءِ رحمت هو.

(هفتيوار "وينجهار" 87-2-9 تان ورتل)

**نوٽ:** پروفيسر سيد محمد سليم جو مضمون ته بهرين مواد تي مشتمل آهي، پر اهو ان کي سمجهه ۾ ايندو جنهن جو عقل سليم ۽ طبع حليم هوندي. باقي جنهن جي طبيعت ان جي ابتڙ هوندي ۽ جهوني سياستدان جو لٽريچر سندس دل دماغ ۾ وينل هوندس ته ان کي هي مضمون ته ڇا، پر اٺ ڪتابن جا به ڪو فائدو نه ڏيندا — مهرباني (مرتب)

ڊاڪٽر شهاب الدين غازي
شڪارپور

# نئون سنڌي مذهب ايجاد ڪندڙ جي ايم سيد

جي ايم سيد صاحب سڄي ڄمار سيد سڏائڻ جو فائدو ورتو. سڌو سنئون غلام مرتضيٰ شاهه سڏائڻ به. شايد پاڻ کي يا سندس دوستن کي دقيانوسي لڳو. جي ايم سيد جي نبي پاڪ جي ڏهٽاڻ سان نسبت نه هجي ها ته سيد ڪڏهن به نه سڏائي ها. جي ايم سيد صاحب نسلي نسبت جو لحاظ رکيو ۽ فائدو ورتو پر هن اُن روحاني نسبت جو لحاظ نه رکيو بلڪ ان کي مٽائڻ جي سڄي عمر جدوجهد ڪندو رهيو. اهل بيت جي اولاد جي فضيلت به نبي پاڪ جي صدقي آهي. جنهن دين جي ڪري، سندن فضيلت آهي، ان دين جو مٽائڻ حق به ٻيٺو آهي.

جي ايم سيد صاحب کي اسلام ۽ مسلمانن جي نالي کان الرجي هئي ته اهڙي صورت ۾، کيس پاڻ کي جي ايم سنڌي سڏائڻ گهرجي ها. جي ايم سيد کي نئون سنڌي مذهب ايجاد ڪرڻ جو پڻ شوق هو. ان ڪري چاهيائين ٿي ته سيني وڏن مذهبن جون ڪي چڱيون ڳالهيون گڏ ڪري هڪ نئون مذهبي فلسفو گهڙجي. منهنجي خيال ۾ جي ايم سيد کي سنڌين جو نبي ٿيڻ جو پڻ شوق هو پر جيئن ته هو پاڻ ڪنهن به قسم جي الهامي هدايتن جي نزول جو منڪر هو ۽ مرزا غلام احمد قادياني جو انجام به سندس سامهون هو ان ڪري هو ڊڄي ويو. نبي ٿيڻ يا نبي سڏائڻ جو شوق پورو نه ڪري سگهيو.

جي ايم سيد کي، مذهبي علمن سان پڻ دلچسپي هئي. ان ڪري هو مذهبن بابت پنهنجي راءِ سدائين ڏيندو رهيو. جي ايم سيد صاحب مذهبن جي الهامي نوعيت جو قائل نه هو. پنهنجن مذهبي خيالن جي

اظهار ۾ هن ڪڏهن بہ لڪ لڪاء کان ڪم نہ ورتو. پنهنجن عقيدن جو کلم کلا اظهار ڪيائين. ڪو بہ ابهام نہ رکيائين، ڪو بہ شڪ شبهو نہ ڇڏيائين. جي ايم سيد مذهبن کي، انساني ذهن، عقل ۽ تجربي جي ايجاد ۽ ان جو ڪمال سمجهندو هو. سندس خيال آهي تہ خدا بہ انساني ذهن جو گهڙيل آهي. مطلب تہ اهوئي نڪتو تہ دنيا ۾ مذهبن ۽ عقيدن جي جنگ مصنوعي آهي. ان جو تعلق حقيقتن سان ناهي، مفروضن سان آهي. دنيا ۾ اصل جنگ جيڪا جاري آهي، سا مفادن جي جنگ آهي. دنيا هڪ کيل تماشو آهي، ماڻهن کي رڳو بيوقوف بڻائڻو آهي. پيغمبر سڀُورا الله جي طرفان موڪليل ڪونہ هئا، بلڪہ اهي پاڻ وڏا دانا ماڻهو هئا، جن انسانن کي مذهب ناهي ڏنا.

جڏهن سيئي ڳالهيون انساني ذهن جو ڪمال آهن. خدا خالق ناهي، بلڪ انسان پاڻ خدا جي تصور جو خالق آهي تہ پوءِ نبوت، وحي ۽ ڪلام پاڪ ۽ آخرت جي حساب ڪتاب کي مڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. جي ايم سيد، وحي جي ڪيفيت کي غشي جي دورن سان تشبيهہ ڏني. اسلام جي جملي عقيدن جو انڪار ڪيائين، مذهبي شعائر تي ٺٺوليون ۽ ٺوڪون ڪيائين. لکيائين تہ مسلمانن کي شرم نٿو اچي، جو اهي چئن خليفن کي خلفاء راشدين سڏين ٿا. جي ايم سيد کي سڀ کان وڌ ۾ وڌ ڪاوڙ مسلمانن جي حج تي آهي. لکيائين تہ سنڌو درياء جي پاڻي ۾ ڪهڙي گهٽتائي آهي، جو ملسمان زمزم جي پاڻي کي پاڪ ۽ شفا ٿا سمجهن. جي ايم سيد کي اها بہ ڪاوڙ آهي تہ مسلمانن، قادياني فرقي کي ڇو ڪافر نهرايو. ظاهر آهي تہ جيڪو ماڻهو الهامي صورت ۾ کيس هدايتن جي ضرورت جو قائل نہ هجي، تہ ان کي ڪهڙو فرق پوي ٿو تہ ڪير مسلمان آهي، ڪير ڪافر آهي.

اسان، جي ايم سيد کي جيترو پڙهيو آهي، اسان کي تہ ڪٿي بہ لکيل نظر نہ آيو آهي تہ جي ايم سيد مسلمانن جي ڪابہ هڪڙي خوبي لکي هجي. جي ايم سيد کي مسلمان سڏائڻ جو نہ تہ شوق هو نہ

ان تي فخر هو. ڪيس هندن ۽ عيسائين ۾ ته خوبيون نظر آيون ٿي، پر (اسلام ۽) مسلمانن ۾ ڪا به خوبي نظر نٿي آئي.

جي ايم سيد جي جدوجهد جو هدف اهو هو ته سنڌي ماڻهو اها ڳالهه سمجهن ته انهن مسلمان ٿي ڪري وڏي غلطي ڪئي آهي. سندن مصيبتن، پريشانين، ڏکن ڏاکڙن ۽ غلامي جو ڪارڻ اسلام آهي. جي ايم سيد پنهنجي انهي مقصد ۾ هڪ حد تائين ڪامياب ويو. جو ڪيئي هزار سنڌي مسلمان اسلام جي حقانيت جا انڪاري ٿي ويا. هزارين فرد دين جي معاملي ۾ بي حس بڻجي ويا.

جي ايم سيد جو سڄو زور، ان ڳالهه تي هو ته اسلام نه ته مڪمل دين آهي، نه اڪيلو سچو دين آهي، نه آخري دين آهي. اسلام سان ڪنهن کي دلچسپي آهي ته اها رڳو ذاتي سطح تي هجي، اسلام کي اجتماعي معاملن ۾ نه آڻجي. جي ايم سيد، اسلام جي اهڙي تصوير پيش ڪئي آهي، جيڪا مستشرقين (غير مسلم محققن) جي ٺاهيل هئي. جي ايم سيد، اسلام کي سمجهڻ لاءِ مغرب جي اسڪالرن تي ڀروسو ڪيو. هن اسلام کي مسلمان عالمن جي ذريعي سمجهڻ تي اعتبار نه ڪيو بلڪ ان کي شدت سان مسترد ڪيو. مسلمانن منجهان، جي ايم سيد کي سر سيد جهڙا حديث جا منڪر پسند آيا. سر سيد جي مذهبي تشريح جو اثر، جي ايم سيد جي تحريرن ۾ ڪٿي ڪٿي نظر اچي ٿو. جي ايم سيد جي وڏي خوش قسمتي اها هئي، جو هو خدا، وحي، انبياء ڪرام ۽ اسلام جي سموري تعليمات بابت ايتريون ساريون (خطرناڪ ۽) سنگين ڳالهيون، سنڌ ۾ رهي ڪري، لکي ويو. جيڪي دنيا جي ٻئي ڪنهن خطي جا مسلمان برداشت نٿا ڪري سگهن. سنڌ جا عالم سڳورا معلوم ناهي، ڇو سندس اهي سموريون ڳالهيون برداشت ڪري ويا. سندس ڪفريه ڪلمات جو ڪو به رد ڪونه ڪيائون. سنڌ جي عالمن کي سنڌ جو سور ته محسوس ٿيو پر خدا ۽ اسلام بابت، جي ايم سيد جي ڪيل واهيات اعتراضن جي

جواب ڏيڻ بابت سنڌي عالمن جي حس بيدار نہ ٿي سگهي ۽ ان معاملي ۾ هنن ڪوبہ ڪتاب نہ لکيو.

جي ايم سيد جي فڪر خلاف، سنڌي عالمن جي انهيءَ بي حسي تي جيترو افسوس ڪجي، گهٽ آهي. وري بہ حضرت مجدد الف ثاني جي خاندان جي فرزند پير محمد ابراهيم جان سرهندي کي آفرين آهي، جنهن ان ڏس ۾ هڪ ڪتاب لکيو. جيتوڻيڪ اهو ڪتاب، اسلام تي ڪيل سندس اعتراضن جي جواب تي گهٽ آهي، ان ۾ گهڻو ڪري سندس (يعني جي ايم سيد جي) اسلام دشمني کي ننديو ويو آهي. ان ۾ جواب گهٽ، ڪاوڙ وڌيڪ آهي. اها بہ ديني غيرت جي ئي علامت آهي. (ماهوار "بيداري" حيدرآباد اپريل 2011ع تان ورتل)

**نوٽ:** درگاهہ عاليہ امروٽ شريف جي ان وقت جي گادي نشين حضرت مولانا سيد محمد شاهہ امروٽي، جي ايم سيد جي ڪتاب جي رد ۾ هڪ ڪتاب بنام "ڇا ڏنو آهي تون؟" لکيو پر افسوس جو اهو ڪتاب ڇپجي نہ سگهيو ۽ هيٺ مٿي ٿي ويو. جيڪڏهن سنڌ جي ڪنهن بہ مسلمان وٽ ان جو اصل يا نقل هجي تہ اسان ڏانهن ڏياري موڪلي، اسان انشاء الله اهو شايع ڪنداسون.

(اداره خلافت اڪيڊمي، شڪارپور)

مرحوم رشيد احمد لاشاري
جيڪب آباد

# جي ايم سيد جا عقيدا

## خدا هڪ ظالم ڊڪٽيٽر آهي

جي ايم سيد خدائي ذوالجلال کي هڪ ظالم ڊڪٽيٽر سڏي هيٺ ڏيڪاريل گستاخيءَ جا لفظ استعمال ڪيا آهن:

”اهي اعتقاد ملا جي تعبير واري اسلام جا مکيه جزا آهن جنهن موجب خدا کي ظالم ڊڪٽيٽر/ واحد القهار/ ڪري ڏيکاريو ويجي ٿو. جو اربها ماڻهن کي صرف ان ڪري سزائون ڏيندو جو هو اسلام جي ملا واري مضحڪ خيز تعبير جا پوئلڳ نہ هوندا. رب العالمين انهيءَ نقطي نگاه موجب صرف اسلام جي هڪ فرقي جي پارٽيءَ جوليڊر بنجيو پوي“ (جيئن ڏٺو آهي مون صفحو نمبر 109)

## رسول ﷺ ۾ بہ خاميون موجود هيون

قومپرستين جي رهنما جي ايم سيد جي هيءَ جرئت تہ ڏسو جو هو پاڪستان جهڙي هڪ عظيم اسلامي مملڪت ۾ رهڻ جي باوجود نہ صرف خدائي ذالجلال جي شان ۾ گستاخي ڪري ٿو بلڪ جناب سرور ڪائنات فخر موجودات حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ذات مبارڪ بابت پڻ اهڙي بڪواس جو مظاهرو ڪري ٿو جو ڪو بہ مسلمان ان کي ٻڌڻ ۾ برداشت ڪرڻ لاءِ هرگز تيار ناهي. هن جو هي عام عقيدو آهي تہ ٻين عام ماڻهن وانگر حضور اڪرم ﷺ ۾ بہ خاميون موجود هيون. جهڙي طرح لکيو اٿس: ”رسول مقبول ٻن حيثيتن ۾ ڪم ڪيو آهي. هڪ وقتي سياسي منتظم جي حيثيت ۾ ۽ ٻيو پيغمبر خدا

جي حيثيت ۾. انهي ڪري پنهنجي نسبت به جدا رايا ڏنا اٿس. جڏهن هن سياسي منتظم جي حيثيت ۾ ڪم تي ڪيو ته چيائين ٿي ته آئون اوهان وانگر آهيان، جنهن جي معنيٰ اها ٿيندي ته پاڻ هر بشر وانگر خوبين ۽ خامين جو حامل هو. ان وقت پانهو ۽ گناهن کان ڇوٽڪاري لاءِ دعا گهرندڙ هو. ٻئي وقت "فقاب قوسين او ادني" جو مالڪ تي معراج انساني حاصل ڪرڻ جي دعويٰ تي ڪيائين. ان وقت "انا احمد بلاميم" به هو ۽ "مدينة العلم" به هو ان ڪري سندس ٻنهي حيثيتن کي هڪ شمار ڪرڻ حقيقت جي خلاف ٿيندو."

(جي ايم سيد جيئن ڏٺو آهي مون) ص نمبر 129

## حضرت محمد ﷺ آخري نبي ناهي

جي ايم سيد حضور ﷺ جن جي خاتم النبيين هئڻ کان انڪار ڪندي هي لکيو آهي:

"ملا جي گروه جو ڇوٿون عقيدو اهو آهي ته حضرت محمد ﷺ آخري نبي آهي، ان کان پوءِ نه نبي اچڻ وارو آهي نه دين پيدا ٿيڻ وارو آهي. هن غلط عقيدي جي جواب ۾ صوفي جو عقيدو هي آهي ته صوفي خاتم النبيين جي معنيٰ اها ٿو ڪري ته هاڻ انسان ارتقائي طور ذهني طرح انهي درجي تي پهچڻ شروع ٿيو هو جو پيغمبرن طرفان ڪيس فوق العقل ۽ الهامي حڪمن ٻڌائڻ جي ضرورت نه رهي هئي."

(جيئن ڏٺو آهي مون ص 146)

## قرآن ۾ ڪنهن به ڳالهه جو حل موجود ناهي

جي ايم سيد لکيو آهي: "ملا جي چوڻ موجب قرآن ۾ ڪائنات جي ڪل رازن جو علم سمايل آهي. هن جي خيال موجب موجوده دور جي حڪومتن جي آئين لاءِ مواد به قرآن مان ملي سگهي ٿو. هن معاشري جي اقتصادي، سماجي، سياسي، هنري ۽ سائنسي ڳالهين لاءِ

هدايتون بہ ان مان ملي سگهن ٿيون. مطلب تہ سڀ ڳالهہ جو پتو ان مان پئجي سگهي ٿو. روز قيامت تائين جيڪي معاشرا پيدا ٿيڻ وارا آهن يا ماڻهن جي سامهون مسئلا اچڻ وارا آهن، انهن سڀني جو حل ان ۾ موجود آهي.

ملا جون اهي دعوائون غلط، بي بنياد ۽ عقل کان ٻاهر آهن. سواءِ عقل کان انڌي ڪوتاه نظر ۽ اسرار الهيٰ جو بي انت وسعت کان غير واقف ماڻهو جي اها ڳالهہ ڪير بہ مڃي نہ سگهندو.“

(جيئن ڏنو آهي مون صفحو نمبر 139)

## موجوده سائنسي دور ۾ قرآن ڪائي هدايت نٿو ڏئي

جي ايم سيد قرآن پاڪ جي خلاف گمراه ڪندڙ ۽ بيباڪانہ خيالن جو اظهار ڪيو آهي، حالانڪہ اقوام عالم جي دانشورن تسليم ڪيو آهي تہ قرآن پاڪ ۾ انساني زندگي جي هر دور لاءِ رهبري موجود آهي. ”ملا جي اسلام ۾ سائنسي دور تہ ڇڏيو پر زراعتي، تجارتي ۽ هنري دور جي ضروريات مطابق بہ هدايتون ڏنل نہ آهن. ٻين مذهبي ڪتابن وانگر قرآن مان بنيادي ڳالهين بابت حوالا وٺي سگهجن ٿا، باقي روزمره جي ڳالهين لاءِ قرآن جي رهبري منسوخ سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ان جي افاديت ڪانہ رهي آهي. رستن جي موٽر ٽرئفڪ ۽ پارليامينٽ جي ڪار گذاري جديد بين الاقوامي قانون، جديد جنگي هنر، سائنسي کوجنا بابت قرآن ڪهڙي هدايت ڏئي سگهي ٿو جو دنيا جي هر مشڪل مسئلي جي حل لاءِ سند يا مخزن ڪري ڪتب آڻجي.“

(جيئن ڏنو آهي مون صفحو 142)

## مذهبي عقيدا وهمن جي پيداوار آهن

جي ايم سيد لکيو آهي: ”موجوده مذهبي عقيدن جي شروعات انسان جي وحشيانہ دور جي خوف ۽ خطري جي حالات مان پيدا ٿيل

وهمن سان ٿي.“ (جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 23)

ان (اسلام) جا اڪثر عقيدا ۽ دستور اڳوڻن، مذهبن، قبيلائي عقيدن ۽ دستورن تان ورتل آهن ۽ بين عالمگير مذهبن سان مشابهت رکن ٿا. هن مذهب (اسلام) جا ٻه نوي سيڪڙو عقيدا ۽ دستور قديم مذهبن جي وهم پرستي ۽ خوف مان پيدا ٿيل عقيدن ۽ دستورن جي پيداوار آهن.

اسلام جي هيٺ ذڪر ڪيل مکيه عقيدن ۽ دستورن جي اصل بابت کوجنا ڪبي ته معلوم ٿيندو ته اهي نه صرف عربن جي ايام جاهليت بلڪ انسان جي وحشي دور جي روايات تي تعمير ٿيل آهن جن جي موجوده زماني جي حالتن موجب ڪا ضرورت نه رهي آهي. عقل ۽ سمجهه جي ڪسوٽيءَ تي اهي بيسود معلوم ٿين ٿا. منجهائن ڪن جي ته ڪا مراد ۽ مطلب ئي نٿو ڏسڻ ۾ اچي بلڪ اهي اڄوڪي حالتن موجب مضحڪ خيز ۽ طفلانه حرڪتون پيون معلوم ٿين مثلاً ملا واري تشريح موجب اسلام جا جي مکيه عقيدا ۽ دستور ليکجڻ ۾ اچن ٿا، سي هيٺيان آهن:

(1) خدا جي شخصي تصور جو عقيدو:

(2) خلقت انسان، حيات بعد الممات، عالم برزخ، روز قيامت پلصراط

## ميزان، بهشت ۽ دوزخ جا عقيدا:

(3) حج ڪرڻ، ڪعبي جو طواف، منا ۾ شيطان کي پٿريون هڻڻ، ٻڪون پائڻ.

(4) جانورن جي قرباني ۽ صدقا وغيره.

(5) ختنو يا طهر ڪرائڻ.

(6) ڪن جانورن جي نحس ۽ سعد، حلال ۽ حرام جو عقيدو.

(7) مري ويلن لاءِ طعام، ڪپڙا وغيره ڏيڻ ۽ ختما ڏيارڻ.

(8) تعويذ ۽ ڌاڳا، ڦيٿا چنبا، وغيره ڪرڻ.

(9) مزارن جون زيارتون ڪرڻ، ختما ڏيارڻ، دعائون گهرڻ
(10) عبادتون، وظائف ۽ روزا رکڻ وغيره.“
(جيئڻ ڏنو آهي مون صفحو نمبر 103 ـ 104)

## روزو، نماز ۽ ٻيون عبادتون بلڪل غير ضروري آهن

جي ايم سيد لکيو آهي:

انهن ڳالهين (روزه، نماز ۽ ٻيون عبادتون) جو رواج پڻ مختلف نمونن ۾ اڳين مذهبن تان ورتل ڏسجي ٿو. ڪن لفظن جي بار بار دهرائڻ ۾ خاص تاثير هئڻ جو دستور وحشيانه دور کان مروج آهي. انهن لفظن جي ذريعي قديم زماني ۾ مئلن جي روحن کي حاضر ڪرڻ، جنن ڪيڻ، وير مٺ پڙهڻ ۽ جنن کي تابع ڪرڻ جو اهتمام ڪيو ويندو هو. ورت يا روزا رکڻ جو عام دستور هو. جن جي لاءِ بدن جي پاڪيزگيءَ ۽ نفس مارڻ وغيره جا عقيدا جوابدار هئا. انهن سڀني ڳالهين ۾ موجوده علم ۽ سائنس جي کوجنا بعد معلوم ٿيو ته سواءِ نفسياتي (Pschological) اثر جي ڪوبه خاص تاثير ڪونه آهي.“
(جيئڻ ڏنو آهي مون ص نمبر 119)

## حج جا احڪام دور جاهليت جا آهن ۽ ڪعبو قديم مندر جي جاءِ تي ٺهيل آهي

جي ايم سيد لکيو آهي:

”انهن مان ڪيترا رواج ۽ دستور عرب جي ايام جاهليت ۾ رائج هئا. اڳتي لکي ٿو ته ڪعبي ۾ اڳيئي هر سال ماٺهو ميلي تي ايندا هئا. ڪعبو اڳوڻي مندر جي جاءِ تي ٺهيل آهي. ڪعبي جي چوطرف طواف ڪرڻ جي رسم موجب ايئن ڪندا هئا. شيطانن کي پٿرين هڻڻ بابت چوڻ ۾ اچي ٿو ته اهي قديم عرب جي مخالف ديوتائن جي بتن جي خلاف احتجاج ڏيکارڻ لاءِ هنيون وڃن ٿيون. ان جاهلانه دستور کي اڃا

تائين قائم رکيو اچن. منا ۾ ڏڪون پائڻ جي دستور بابت چوڻ ۾ اچي ٿو ته حضرت ابراهيم جي بيبي هاجران سندس سائڻ ساران بيبي جي خوف کان هن طرف نڪري آئي هئي ته کيس سندس پٽ حضرت اسماعيل ڄائو. پاڻي ڪونه هو جنهن ڪري مضطرب ٿي ان جي ڳولا ۾ ڏڪون پاتائين ۽ پوءِ فرشتن جي مدد سان کوه پيدا ٿي پيو. اهي ڏڪون انهيءَ رسم ادا ڪرڻ لاءِ پارايون وڃن ٿيون. انهن سڀني ڳالهين ۾ سواءِ قديم دستور ۽ رسمن دهرائڻ جي ڪابه هدايت يا رهبري جي ڳالهه نه آهي. جو ملا واري اسلام کي آخري ۽ مڪمل بنائي جيڪو حج جي اهڙين قديم رسمن جي ادائگي فرض نهرائي ٿو.“

(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 110)

## حجر اسود فيلس يا لنگم (شرمگاه) جو پٿر آهي ۽ زهره ديوي جي نشاني آهي

قوم پرستن جو رهنما جي ايم سيد حجر اسود جي عظمت جو پڻ هرگز قائل ناهي. اها متبرڪ شيءِ جنهن کي خود حضور اڪرم ﷺ جن چميو هو ان متعلق هيٺ ڏيکاريل گستاخانه لفظن ۾ لکيو اٿس ته:

”ڪعبي جي ڪنڊ ۾ رکيل حجر اسود اڳوٽي عبادت گاه ۾ رکيل فيلس يا لنگم جو پٿر آهي. ڪي چون ٿا ته اڳوٽي ڪثير ديوتائن جي مورتين مان اهو زهره جي ديوتا جي نشاني هو. جنهن کي عزت خاطر اتي رکيو ويو آهي.“

(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 110)

## حج جي موقعي تي جانورن جي قربانيءَ جو بنياد وحشي دور جي وهم پرستي تي آهي

جي ايم سيد لکيو آهي ته: قرآن ۾ آهي ته حضرت ابراهيم خواب لڌو ته خداوند فرمائي ٿو ته پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل کي قربان

ڪر. انهيءَ جي بجا آوري لاءِ هن حضرت اسماعيل کي ڪنڌ تي ته ان جاءِ تي ملائڪن گهيٽو آڻي رکيو انهيءَ سنت قائم رکڻ لاءِ قرباني ڪئي ويجي ٿي. قديم مذهبن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ماڻهو ۽ جانورن جي قربانيءَ جو دستور حضرت ابراهيم عليه السلام کان هزارها ورهيه اڳ جو پراڻو آهي. گهڻو ڪري هر قديم مذهب ۾ ان جو دستور هو. تاريخي کوجنا مان پتو پوي ٿو ته اهو وحشيانه دور جي وهم پرستي جو رواج هو جنهن ۾ معبودن جي غصي ۽ ڪاوڙ کي دور ڪرڻ يا انهن جي رضامندي خاطر ساري قبيلي کي بچائڻ لاءِ هڪ ماڻهو جي قرباني ڏني ويندي هئي، انهيءَ زماني ۾ جو تصور خوفناڪ جانورن يا ديوتا وانگر هو سواءِ ماڻهو جي رت ڏيڻ جي راضي نه ٿيندو هو. حضرت ابراهيم جو خدا بابت تصور به شخصي هو جنهن ڪري ان کي راضي ڪرڻ لاءِ هن پٽ کي قربان ڪرڻ گهريو ٿي."

(جيئن ڏنو آهي مون ص نمبر 111)

## ختنو يا طهر ڪرائڻ سنت ابراهيمي ناهي بلڪه بت پرستن جو پراڻو طريقو آهي ۽ لنگم پرستي آهي. جي ايم سيد جو اسلام تي هڪ ٻيو الزام

جي ايم سيد لکيو آهي ته مسلمانن ۾ طهر ڪرائڻ جو دستور سنت ابراهيمي پوري ڪرڻ لاءِ هليو اچي. هاڻ تاريخي کوجنا مان معلوم ٿيو آهي ته اها رسم قديم وحشي قومن ۾ عام هئي، آسٽريليا، نيوزيلنڊ، قديم آمريڪا ۽ آفريڪا جي وحشي قومن ۾ اهو رواج ڏٺو ويو آهي، جن جو حضرت ابراهيم يا مسلمانن سان ڪوبه واسطو نه هو. شو مهراج جي عضوي تناسل وڏڻ جي ڏند ڪٿا جنهن مان لنگم جي پرستش جو بنياد پيو ۽ قديم يونانين ۽ ٻين قومن ۾ فيلس جي پوڄا مان پتو پوي ٿو ته انهن رسمن جي وچ ۾ ڪو ڳانڍاپو آهي، حضرت ابراهيم کا نئين ڳالهه ڪانه ڪئي هئي. خبر نٿي پوي ته اهڙن قديم رسمن

كي مذهب ۾ جاءِ ڏيئي ان جو مکيه جزو قرار ڏيڻ سان ملا جو اسلام کهڙي طرح مکمل ۽ آخري دين بنجي پوي ٿو.“
(جيئن ڏنو آهي مون ص نمبر 112ـ 113)

## سوئر جو گشت کائڻ حرام ناهي قرآن ان کي اجايو حرام قرار ڏنو آهي ورنه سوئر پليد ۽ حرام جانور ناهي

جي ايم سيد نه صرف مذهب اسلام تي ٺٺولي ۽ مذاق ڪري اسلامي نظريات جي بيحرمتي ڪرڻ ۾ ڪنهن قسم جي ڪثر باقي نه ڇڏي آهي بلڪ کليل لفظن ۾ ان شيءِ جو اعلان ڪرڻ کان به نه ڪيبايو ته سوئر جو گوشت کائڻ حلال آهي، حالانڪ قرآن سوئر کي حرام جانور قرار ڏنو آهي اهڙي طرح هن صاحب قرآن تي به اهڙي الزام تراشي ڪئي آهي جنهن جو مثال اڄ ڏينهن تائين ملي نه ٿو سگهي.

ڪنهن غير مسلم به قرآن تي اهڙي الزام تراشي نه ڪئي آهي. واضح هجي ته سنڌ جا مسلمان ان پليد جانورن جو نالو وٺڻ به گناه عظيم سمجهندا آهن ۽ ان کي ”سوئر يا خنزير“ چوڻ بدران ”ڪارو جانور“ سڏيندا آهن. ليڪن خنزير خوري جي خواهشن رکندڙ جي ايم سيد سنڌ جي مسلمانن جي غيرت سان کيڏندي انهن کي بي غيرتي جي طرف، جنهن طريقي سان سڏي رهيو آهي، ان جو مثال ساري دنيا ۾ ڪٿي به نه ملي سگهندو. توهان ڪڏهن سنڌي مسلمانن کي ايترو چئو ته توهان جو جي ايم سيد چوي ٿو ته سوئر جو گوشت کائڻ حلال آهي ۽ ان کي خوب مزي سان کائو. پوءِ ڏسو ته توهان کي ڪهڙو ٿو جواب ملي. جي ايم سيد چوي ٿو ته ”مسلمانن وٽ ڪي جانور پليت ۽ حرام آهن، ڪي حلال آهن، جن مان سوئر کي خاص طور پليت سمجهيو وڃي ٿو. اهڙو دستور يهودين ۾ به آهي.“

(جيئن ڏنو آهي مون ص نمبر 115)

وڌيڪ جي ايم سيد ان سلسلي ۾ لکي ٿو:

"انهن ڳالهين (يعني سوئر بابت تاريخي ڳالهيون) جي اصل جي عالمن کوجنا شروع ڪئي آهي. اهڙي ڪيل هڪ کوجنا مان سوئر جي پليت ٿيڻ بابت هينيون احوال معلوم ٿي سگهيو آهي. ڪيترا هزار ورهيه اڳ جي ايشيا مائنر (ترڪي) جي ڦراگيا ۽ لبديا جي ٻن پرڳڻن جا قديم رهاڪو آتيس نالي ديوتا ۽ سندس زال سبلي جي پوڄا ڪندا هئا. جنهن بابت پنهنجي ڏند ڪٿائن مان معلوم ٿيو هو ته آتيس جڏهن سوئرن جي شڪار تي ويو هو ته سوئر کيس ماري وڌو هو. جنهن ڪري انهيءَ ديوتا جي پوئلڳن وٽ سوئر نياڳو ٿي پيو. اتي جا رهاڪو اصل سامائيٽ نسل جا هئا. تنهن ڪري انهن ماڻهن جي پوين ۾ نسل بعد نسل سوئر لاءِ نفرت هلندي آئي. جنهن صورت ۾ يهودي ۽ مسلمان عرب سامائيٽ نسل جا هئا هنن پڻ ان قديم رواج کي بحال رکيو. هاڻي غور ڪبو ته معلوم ٿيندو ته سوئر کي حرام يا پليت انهن قديم ڏند ڪٿائُن جي بنياد تي ٺهرايو ويو آهي. قرآن به انهيءَ قديم رواج جي بنياد تي ان کي ماڻهن جي قديم روايتن ۽ عقيدن کي نظر ۾ رکي بحال رکيو. انهيءَ مثال مان پتو پئجي سگهي ٿو ته ملا واري مٿي تشريح جي ڪيترن عقيدن جا اصل بنياد ڪهڙا آهن. ان جو گهڻو حصو قديم دستورن تان ورتل آهي ۽ ٿورو عقل ۽ سمجهه مطابق ايجاد ڪيو ويو آهي. اهڙن عقيدن واري ملا جي مذهب کي آخري ۽ مڪمل سڏڻ ڪيتري قدر بجا ٿيندو اهو هر عقل وارو پاڻ سمجهي سگهي ٿو."
(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 116 ـ 117)

## جي ايم سيد جا ڪجهه ٻيا عقيدا

قوم پرست گروه ڪنهن به مذهب جو قائل ناهي پاڻ کي ملحد سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪري ٿو. ان ٽولي جي وڏي ليڊر جي ايم سيد ته کلي طرح مذهب اسلام سان نفرت ۽ بيزاري جو اعلان ڪيو آهي ۽ پنهنجي سياسي مصلحت ۽ شاطرانه چالاڪي سان اهو ثابت ڪيو

آهي تہ سنڌين جو مذهب اسلام ناهي بلڪ انهن جو هڪ الڳ مذهب آهي. جهڙيءَ طرح لکي ٿو تہ ”نہ صرف نسلن جو ميل جول هن زمين (سنڌ) ۾ ٿيو ليڪن مختلف مذهبن ۽ فلسفن جو هڪ ٻئي تي اثر ۽ ميلاپ پڻ جهڙو هتي ٿيو اهڙو ٻيءَ جاءِ تي چٽو ٿيو هوندو. ٻڌ ڌرم جيتوڻيڪ وچ هندوستان ۾ پيدا ٿيو ليڪن اهو هن زمين تي وڌيو ۽ ويجهيو. اسلام جڏهن هن زمين تي پير پاتو تہ ٻڌ ڌرم اڃا مروج هو ۽ هتي جي رهاڪن مهاتما گوتم جو نفيءَ وارو سبق اڃا نہ وساريو هو. اسلام صرف اڳئين تعليم (يعني ٻڌ ڌرم ۽ هندو ڌرم) ۾ اثبات جو اضافو ڪيو.“ (جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 4)

(يعني جي ايم سيد جي خيال مطابق اسلام سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم ۽ هندو ڌرم سان ملي هڪ نئين مذهب جي صورت اختيار ڪئي جو سنڌين جو مذهب هو ۽ حالانڪ حقيقت ان جي برعڪس آهي. اڄ بہ سنڌ ۾ خالص اسلام جا شيدائي لکن جي تعداد ۾ ملندا. جي ايم سيد جا هم خيال جي پاڻ کي ڏاهر جي اولاد سمجهڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا بلڪل آڱرين تي ڳڻڻ جهڙا آهن. جي ايم سيد جو ارادو اهڙن خيالن جي پکيڙڻ جو نوجوان سنڌي نسل کي گمراه ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ نظر نٿو اچي ان ڪري سنڌي مسلمانن کي هن سنڌين جي هٿ ٺوڪي همدرد جي ايم سيد جي خرافات کان واقف ٿيڻ ضروري آهي).

## منهنجو اسلام تي ايمان ڪونهي

هن قوم پرست ٽولي جو اڳواڻ جي ايم سيد سنڌين لاءِ اسلام کان هٽي هڪ نئين مذهب جي دعوي ۽ تبليغ ٿو ڪري ان جو هي ويهين صديءَ جو ”دين الاهي“ مختلف مذهبن جي اصولن سان تيار ٿيل هڪ معجون مرڪب آهي چنانچ هو لکي ٿو:

”آئون بنيادي طرح جذباتي هئڻ ڪري گهڻي قدر مذهب جي اثر هيٺ رهيو آهيان. ڪو وقت هو جو نماز جو پابند هئس، رمضان جا روزا

رکڻ، راتيون جاڳي تهجد پڑهڻ، چلا ڪيڻ، وظيفا پڑهڻ، بزرگن جي مزارن جون زيارتون ڪرڻ، درويشن جي صحبت ۾ گذارڻ، پيران طريقت کان ذڪر وٺڻ، ختما ڏيارڻ، عرس ۽ يارهيون ڪرڻ ۽ اضحيون ڪرڻ، ماڻهن کي زوري نماز پڑهائڻ، مسجدون ٺهرائڻ، مذهبي واعظ ڪرڻ منهنجا خاص مشغلا هوندا هئا. مذهب اسلام جي عام روايتي عقيدن ۾ ويساهه ويٺل هوم، جنهن ڪري شريعت اسلام مطابق زندگي گذارڻ ۾ راهه نجات سمجهندو هئس پر ڪجهه وقت کان پوءِ مختلف مذهبن جي ماڻهن سان بحث مباحثي ڪرڻ، جدا جدا مذهبي ڪتابن جي مطالعي ۽ غور فڪر ڪرڻ بعد آهستي آهستي ٿي انهي خوش اعتقادي جي آهني ديوارن ۾ شڪن جا شگاف پوڻ لڳا، جنهن جو مفصل احوال "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" ڪتاب ۾ درج ڪيو اٿم." (جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 1)

(مٿين حوالي مان معلوم ٿيندو تہ جي ايم سيد جا خيالات پهريائين اسلامي هئا پر پوءِ ڪافي عرصي تائين مختلف مذهبن جي ماڻهن سان بحث مباحثي ۾ گذارڻ ۽ مختلف مذهبي ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ کان پوءِ ۽ خاص طرح روس جي دوري ڪرڻ کان پوءِ سندس خيالن ۾ ڦيرو اچي ويو ۽ ملحد بڻجي پيو.)

## مان اسلام کي مڪمل دين نٿو سمجهان

(قرآن ۾ روز قيامت، پلصراط بهشت ۽ دوزخ وغيره متعلق جو ڪجهه بيان ٿيل آهي. ان تي جي ايم سيد مذاق ۽ ٺٺولي ڪندي ان کي غلط سمجهي ٿو ۽ اهڙي طرح قرآن ۽ اسلام کي غلط مذهب ۽ نامڪمل دين تصور ڪري ٿو). جي ايم سيد چوي ٿو تہ: "اهي اعتقاد (جيڪي روز قيامت، پلصراط بهشت، دوزخ متعلق يا ٻيا اهڙا عقيدا جيڪي قرآن بيان ڪيا آهن.) ملا جي تعبير واري اسلام جا مکيہ جزا آهن جنهن موجب خدا کي ظالم ڊڪٽيٽر (واحد القهار) ڏيکاريو ويجي ٿو جو اربها ماڻهن کي

صرف ان ڪري سزائون ڏيندو جو هو اسلام جي ملا واري مضحڪ خيز تعبير جا پوئلڳ نہ هوندا. رب العالمين انهي نقطي نگاه موجب صرف اسلام جي هڪ فرقي جي پارٽي جو ليڊر بڻجيو پوي. جيڪڏهن تاريخ مذاهب جو مطالعو ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين مان ڪيترا عقيدا قديم مذهبن مان ورثا آهن. آئون نٿو سمجهان تہ جنهن ملا واري مذهب جا بنيادي عقيدا اهڙي قسم جا هجن سو مڪمل ۽ آخري دين سمجهڻ جو لائق ٿي سگهي ٿو."

(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 109)

## اسلام جا اصول بالڪل غلط آهن

(جي ايم سيد جي خيال مطابق اسلام، مسلم قوميت ۽ مذهب جي نالي ۾ ماڻهن کي گمراهہ ڪيو ٿو وڃي) هو صاحب لکي ٿو تہ: "هتي اسان وٽ عوام کي مذهب جي نالي ۾ ظاهر ظهور گمراهہ ڪيو پيو وڃي ۽ موقعي بہ موقعي هر وقت پوريءَ منافقيءَ جي حد تائين مذهبي طريقہ حڪومت جو راڳ الاپيو پيو وڃي. انهن جي بنياد ۽ محض ڏيکاءَ جي ڳالهين ملڪي مسئلن کي منجهائي ڇڏيو آهي ۽ حالتون نازڪ ڪرڻ تي اچي بيٺيون آهن".

(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 93)

## حڪمران طبقي جي طرفدار گروه جي اسلامي تشريح جا مکيہ اصول هي آهن

(1) هنن اسلام کي دنيا جو آخري ۽ مڪمل ۽ عالمگير دين تسليم ڪيو ٿي، جنهن جي رائج ٿيڻ بعد اڳوڻا سيئي مذهب منسوخ ۽ خارج ٿي ويل سمجهيائون ٿي.

(2) انهن دين کي انسان ذات سيني مشڪلاتن جو حل جاڻي ماڻهن جي فلاح ۽ بهبودي لاءِ فلسفو حيات جو حامل جاڻي ٿو.

(3) انهن مذهب جي سموري تعليم جو منبع قرآن شريف آ ي سمجهيو آهي. جنهن کي پيغمبر محمد ﷺ جي ذريعي خدا جو نازل ٿيل ڪلام تسليم ڪيائون ٿي ۽ ان ۾ هر زماني، هر حالت ۽ هر ضرورت جو حل سمايل ڄاتائون ٿي، جنهن ۾ نه تبديلي آئي هئي نه اچي سگهندي

(4) انهن دين جي معتقدن کي وحدت خيال ۽ عمل ڪري دنيا جي چونديل ۽ مثالي قوم شمار ٿي ڪيو جن کي انسان ذات جي رهبري ۽ اڳواڻي ڪري ان کي راه راست تي آڻڻو هو. جيڪڏهن تعصب ڇڏي انهي سموري مسئلي تي منصفانه غور ڪبو ته معلوم ٿيندو ته نه صرف پاڪستان ۾ مشڪلاتن جو بنيادي ڪارڻ اسلام جي ملا واري تشريح ڏسڻ ۾ ايندي بلڪ دنيا جي اڪثر مسلمانن جي خسته حالي ۽ تنزل جو مکيه ڪارڻ اسلام جي اها تشريح معلوم ٿيندي“

(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 94، 95، 97)

## مذهب اسلام جو تصور ئي غلط آهي

جي ايم سيد لکيو آهي ته: ”موجوده عالمگير مذهب جهڙوڪ 1۔ هندو ڌرم 2۔ ٻڌ ڌرم 3۔ مسيحيت 4۔ اسلام گذريل ڇهن هزار ورهين کان پوءِ جي پيدائش آهن ۽ انهن وسيلي انسان ذات جي ابتدائي تاريخ ”رسم و رواج“ مذهبي عقيدن وغيره تي سواءِ ڪن ڏند ڪٿائي ڳالهين جي زياده روشني نه پئجي سگهي آهي ڪاڻ جيڪا تاريخي معلومات ميسر ٿي سگهي آهي اها گهڻي قدر سائنسي تجربي، جديد تاريخي معلومات ۽ فلسفي جي بنياد تي غلط ثابت ٿيندي وڃي“

## اسلام آخري مذهب ناهي

جي ايم سيد لکيو آهي ته: ”ان جي اها معني هرگز نٿي ٿي سگهي جيئن ملا چون ٿا ته اسلام جي اچڻ ڪري ٻيا مذهب ۽ انهن جا ڪتاب سڀ منسوخ ٿي ويا ۽ اسلام جدا، برتر، مڪمل ۽ آخري مذهب ٿي ويو.

جي ايئن هجي ها تہ سيني پيغمبرن ۽ ان جي ڪتابن ۾ بنا فرق جي ايمان آڻڻ جي هدايت ئي ڪان ڪئي وڃي ها. حڪمران طبقي جي طرفدار گروه جي اسلامي تشريح مطابق سندن بيومڪيہ عقيدو هي بہ آهي تہ اسلام انسان ذات جي جملي مشڪلاتن جو حل ۽ مڪمل فلسفوحيات آهي انهي مسئلي تي روشني وجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ هيٺين ٻن سوالن جا جواب ڏجن.

(الف) انسان ذات جا ڪهڙا مشڪل مسئلا اسلام جي ذريعي حل تي سگهن ٿا.

(ب) اسلام ڪهڙو مڪمل فلسفو حيات ڏسي ٿو؟

(جيئن ڏنو آهي مون ص نمبر 122 ـ 123)

## اسلام ۾ هر قسم جون برايون موجود آهن

جي ايم سيد کي شايد ازلي اکين تي پردي پوڻ ڪري اسلام ۾ صرف برايون نظر اچن ٿيون ۽ ڪيس خوبيون نظر نٿيون اچن. جيئن چمڙي کي روشنيءَ ۾ ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو آهي. اهڙي طرح جي ايم سيد کي اسلام جي روشني ۾ ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي ۽ اسلام جي خوبين تي سندس نظر نٿي پوي. جهڙي طرح عليٰ الاعلان لکي ٿو تہ: "جيتري قدر مون غور ڪيو آهي، ملا جي تشريح وارو اسلام هيٺين ڳالهين جو ڪارڻ بنجي ٿو. يعني هيٺين براين جو سبب بنجي ٿو. (نعوذ بالله)".

(1) فسطائيت جو رجحان پيدا ڪري جمهوريت کي ٿوڙڻ جو حامي ٿئي ٿو.

(2) انسان ذات اندر مذهبي تعصب پيدا ڪري نفرت ۽ نفاق پيدا ڪري ٿو.

(3) فوق العقل ڳالهين جي بنياد تي هر عقلي ۽ سائنسي کوجنا جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو باعث بنجي ٿو.

(4) تشدد ۽ جهاد جي تلقين ڪري بدامنيءَ جو ڪارڻ ٿئي ٿو.

(5) شخصي ملڪيت جو بچاءُ ڪري غربت ۽ مسڪيني دور ڪرڻ جي آڏو اچي ٿو.

(6) وحشيانه دور جي مروج قانونن جي تائيد ڪري ٿو.

(7) قومن جي برتري ۽ ليڊرشپ جي هڪ هٽيءَ جي فسطائي اصول جو حامي آهي.

(8) قرآن جي صريح حڪم ته نجات صرف خدا ۾ اعتبار رکڻ انسان ذات جي روشن مستبقل ۾ ويساهه آڻڻ ۽ چڱن عملن واري کي حاصل ٿيندي جنهن ۾ مذهب جو فرق نه هوندو. هيءُ نجات کي مذهبن جي موجوده مصنوعي ورهاست موجب مسلمانن تائين محدود رکي انهن ماڻهن کي جي محض نالي ۾ مسلمان آهن، جدا برگزيده قوم سڏي ٿو.

(9) ذات الاهيءَ جي وقت بوقت رهبري کان منڪر ٿي دين فطرت (قانون ارتقاء) جي خلاف فلسفئه حيات کي 13 سو ورهيه اڳي جي ڏسيل حلن تائين محدود رکڻ چاهي ٿو (يعني جي ايم سيد جي چوڻ مطابق 13 سو ورهيه کان نبي ﷺ جيڪو دين آندو سو زندگيءَ جي مختلف مسئلن کي حل ڪري نٿو سگهي.)
(جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 124 ـ 125)

## مذهبي ڪتاب صبح جي اخبار وانگر آهن

قوم پرستن جي رهنما جي ايم سيد برنارڊشا جي حوالي سان سنڌي قوم کي هن طرح تلقين ڪئي آهي ته: ”هن زماني جي مشهور فلاسفر برنارڊشا جملي مذهبي ڪتابن لاءِ ساڳيءِ ڳالهه هنن لفظن ۾ پيش ڪئي آهي:

”مذهبي ڪتابن کي صبح جي اخبار وانگر پڙهي انهي مان ڪم جون ڳالهيون اخذ ڪري پوءِ کين ڪاغذ جي ٽوڪري ۾ رکي ڇڏڻ گهرجي.“ (جيئن ڏٺو آهي مون ص نمبر 143)

## جي ايم سيد جا سياسي عقيدا

قوم پرست ٽولي جي متعدد تحريرن مان هيءَ ڳالهه صاف ظاهر ٿي چڪي آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ ۾ نظريہ پاڪستان جو سڀني کان وڏو مخالف ۽ قومپرست ٽولي جو رهنما، سنڌ جو مشهور سياستدان جي ايم سيد آهي. هو نہ نظريہ پاڪستان جي اصول جو قائل آهي نہ "هندو ۽ مسلمان ٻہ الڳ قومون آهن" ۽ نہ هو باني پاڪستان قائداعظم محمد علي جناح ﷫جي عظيم شخصيت ۽ بي نظير رهنمائي ۽ نظريہ پاڪستان جي لاءِ ان جي جدوجهد جو اعتراف ڪري ٿو.

جي ايم سيد لکي ٿو تہ:

"ان دور ۾ مسلمانن مان مولانا محمد علي، حڪيم اجمل خان، ڊاڪٽر انصاريءَ جهڙا اڳواڻ گذر ڪري وڃن ٿا. سرڪار پرست ليڊر بدنام ٿي وڃن ٿا. مولانا ابوالڪلام ۽ خان عبدالغفار جهڙا ليڊر ڪانگريس سان شموليت ڪري باوجود قربانين ۽ اخلاص جي، مسلمانن جي نظرن مان لهي وڃن ٿا ۽ اڳواڻي جو چٽ جهولي هن (قائداعظم) جي سر تي اچي ٿو ۽ هيءُ هڪ ڏينهن بہ جيل ۾ نہ وڃڻ، مذهبي زندگي اختيار نہ ڪرڻ جي باوجود، مسلمانن جو قائداعظم ٿي وڃي ٿو. لکها ماڻهو سندس جلوسن ۾ شرڪت ڪن ٿا. ڪانگريس جهڙي منظم جماعت ڪان، جنهن ۾ هزارها قومي ڪارڪن قربانيءَ جا پتلا شريڪ هجن، سندن بنيادي اصولن خلاف ٻن قومن جي نظريہ جي قبوليت ڪرائي هن ملڪ جي ورهاڱي ۾ ڪامياب ٿئي ٿو"

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 209-210)

## قائداعظم جون خاميون

جي ايم سيد نہ صرف نظريہ پاڪستان جي بنياد (يعني برصغير ۾ ٻن قومن واري نظريہ) کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي بلڪ باني پاڪستان حضرت قائداعظم محمد علي جناح ﷫جي شان ۾ بہ ڪلم کلا خيالن جو اظهار ڪندي ڪين هڪ ابن الوقت ۽ خود

غرض ليڊر ٺهرايو آهي. جهڙي طرح لکي ٿو تہ:

(1) جناح صاحب قوم پرست خيالن هئڻ جي باوجود، وقتي تقاضائن ۽ ملڪي حقيقتن جي آڌار تي ملڪ جي سياسي مسئلن حل ڪرڻ لاءِ جو طريقہ ڪار يا پاليسي اختيار ڪئي اها ملڪ ۾ مذهبي نفرت ۽ سياسي نفاق پيدا ڪرڻ جو باعث بڻي، جن جي پيدا ڪيل مشڪلاتن ۽ مصيبتن کان اڃا ٻئي ملڪ آزاد نہ ٿي سگهيا آهن.

(2) پاڪستان قائم ٿيڻ بعد، هن جن عمدن خيالن ۽ صلح جو آواز ڪڍيو، انهي تي پنهنجن پوئلڳن کان عمل ڪرائي نہ سگهي.

(3) هيءُ ساري عمر جمهوريت جو علمبردار رهيو. ملڪ جدا ڪرڻ بعد، هن مصطفيٰ ڪمال جي سياسي پاليسيءَ کي پسند ڪري، اهڙا طريقہ ڪار اختيار ڪيا، جن اڳتي هلي جمهوري قدرن کي ڪمزور ڪري ڇڏيو.

(4) مسلم ليگ ۾ طاقتور ٿيڻ ۽ ملڪي حڪومت سندس مٺ ۾ اچڻ بعد، هن جي آس پاس خوشامدڙين ۽ جي حضورين جو جم غفير گڏ ٿي ويو، جنهن ڪري نواب اسماعيل خان، خان عبدالغفار، مولوي فضل الحق، حسين شهيد سهروردي، شيخ عبدامجيد سنڌي ۽ ميان افتخار الدين جهڙا مخلص ۽ لائق قومي ڪارڪن هن جي ويجهو نہ اچي سگهيا ۽ سارو ماحول انگريزي حڪومت جي لاڏلن فرقہ پرست، تنگ نظر، خود مطلب ۽ خوشامدڙين سان ڀرجي ويو جنهن مان 30 سالن گذرڻ جي باوجود بہ، ملڪ آزاد ٿي نہ سگهيو آهي.

(5) عارضي ۽ هنگامي مشڪلاتن کي دور ڪرڻ لاءِ جي علاج ڪتب آندا ويا هئا، تن کي دائمي ۽ ديرپا مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو پيو وڃي، جن مان انهن مسئلن جي حل ٿي سگهڻ جو امڪان ئي ڪونہ آهي."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 210_ 211)

## علامہ اقبال ۽ نظريہ پاڪستان جي مخالفت

پاڪستان دشمني جي سربراه ۽ قوم پرست تحريڪ جي رهنما جي ايم سيد بذات خود نہ صرف نظريہ پاڪستان جي خلاف آهي بلڪ مصور پاڪستان علامہ اقبال جي ان نظرئي جي باري ۾ بہ تہ ”هندو ۽ مسلمان بہ قومون آهن“ الزام تراشي ڪئي آهي. جهڙي طرح لکي ٿو تہ:

”علامہ محمد اقبال جو مسلمانن جي حڪومت بنسبت تخيل صرف مغربي پاڪستان جي مسلم اڪثريت وارن صوبن کي گڏي هندوستان جي يونين ۾ شامل ڪرڻ جو هو. هن پاڪستان جي صورت ۾ هندوستان کان جدا حڪومت بنائڻ جو خيال ڪڏهن بہ ظاهر نہ ڪيو هو بلڪ هو ان جي خلاف هو ۽ ان سلسلي ۾ خود ان جا هيٺيان الفاظ آهن.“

”هندوستان جهڙي وسيع ملڪ جي غير منتظم ۽ مسڪين ماڻهن جو هنجي خيال موجب پاڪستان جي تجويز برٽش سرڪار هندن ۽ مسلمانن لاءِ هاڃيڪار ٿيندي، پر مسلم ليگ جي صدر جي حالت ۾ ان سان همدردي رکندي هئي. (يعني اقبال مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ پاڪستان کي مڃڻ لاءِ مجبور رهيو ورنہ سندس ذاتي رويو ان جي خلاف هو.)

”علامہ اقبال جا طرفدار هن کي جنهن طرح پاڪستان تحريڪ جو باني سڏي سچ کي پروڙين ٿا. ان مان تاريخ جي مقابلي ۾ سندن گمراهي ۽ بي علمي پڌري ٿيو پوي.“

(جدد سياست جا نورتن ص نمبر 122)

## اکنڊ ڀارت جي حمايت جي سازش

اکنڊ ڀارت (هندوستان، پاڪستان سميت هڪ ڀارت) جي حمايت ۾ پاڪ ۽ هند جي تقسيم کي بالڪل غلط ٺهرائيندي قوم پرستن جو رهنما جي ايم سيد فرمائي ٿو تہ:

”مسلم ليگ جو هي نظريو تہ پاڪستان جا تمام مسلمان هڪ جداگانہ قوم آهن. هڪ فرسوده، بيڪار ۽ نقصان ده نظريو آهي.“

(نوٽ: حالانڪ جي ايم سيد 1946ع تائين مسلم ليگ ۾ شامل رهيو ۽ مسلم ليگ جي جداگانه قوميت جي نظريه جو حامي هو پر جڏهن کيس 1946ع جي اليڪشن ۾ مسلم ليگ ٽڪيٽ نه ڏني ته هي صاحب مسلم ليگ ڇڏي ڪانگريس ۾ شامل ٿي ويو ۽ ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي مسلم ليگ جي اميدوار جي مقابلي ۾ هارايائين. ان وقت کان وٺي هن صاحب مسلم ليگ، پاڪستان ۽ قائداعظم جي مخالفت شروع ڪئي ۽ بعد ۾ ته ڪيترن ڪتابن ۾ اسلام، خدا، رسول صلعم وغيره تي شديد حملا ڪيائين) وڌيڪ هي صاحب لکي ٿو ته:

”هندن جو سنڌ مان هليو وڃڻ، هڪ اهڙو المناڪ حادثو آهي جنهن جي تلافي ورهين تائين نه ٿي سگهندي“

”جيڪڏهن ملڪ ۽ قوم کي بهتري جي ضرورت آهي ته اسان کي پنهنجي ذهن کي صاف ڪرڻو پوندو ۽ ملڪ جي سياست کي قوميت ۽ سوشلزم جي سونهري اصولن مطابق بنائڻو پوندو. اسلام ۽ پاڪستان جي خطري جي هوا (افواه) هڪ قسم جو ڊونگ (مذاق) آهي پاڪ ۽ هند جو ورهاڱو چند سرمايه دارن، جاگيردارن ۽ نوابن جي سازش جو نتيجو هو ۽ عوام کي ان ورهاڱي سان ڪوبه تعلق نه هو. ”جي ايم سيد بحواله ماهنامه نئي دنيا“ بمبئي 1953ع (نوٽ: حالانڪ حقيقت ان جي برعڪس آهي. 14 آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ ڪانپوءِ ڪراچي ۾ لارڊ مائونٽ بيٽن جو ان وقت هندوستان جو گورنر جنرل هيو ڪراچي ۾ قائداعظم کي قسم کڻائڻ جي رسم ۾ شرڪت لاءِ آيل هو. ان ڏينهن ڪراچي جي معزز شهرين طرفان قائداعظم ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن جي اعزاز ۾ فريئر هال (هينئر جناح باغ) ۾ استقباليه دعوت جو انتظام ڪيل هو. قائداعظم تقريب ۾ پهچڻ کان پوءِ مهمانن جي مختلف ٽيبلن تي وڃي ساڻن هٿ ملائي رهيو هو. جڏهن هو اخبار نويسن جي ٽيبل تي پهتو ته هڪ غير ملڪي اخبار نويس قائداعظم کي مبارڪباد ڏيندي چيو ته نيٺ توهان پاڪستان حاصل ڪيو. قائداعظم جواب ڏنو ته پاڪستان حاصل ڪرڻ ۾ منهنجو صرف 2 آنا حصو آهي باقي 6 آنا حصو غريب مسلمان عوام جو آهي ۽ 8 آنا

حصو هندن جو آهي، جيڪڏهن هندو مسلمانن سان رواداري ۽ فراخدليءَ سان پيش اچن ها ۽ هندوستان جي مسلمانن جي حقن جي ضمانت ڏين ها تہ پاڪستان وجود ۾ نہ اچي ها.)

## ڀارت جي هندو ليڊرن جي تعريف

قوم پرستن جي رهنما جي ايم سيد "جديد سياست جا نورتن" جي نالي سان 212 صفحن جو هڪ وڏو ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ ڀارت جي هندو ليڊرن جي تہ خوب دل کولي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن جي سياسي نظرين جي پرزور تائيد ڪئي آهي. ليڪن باني پاڪستان قائداعظم محمد علي جناح ۽ مصور پاڪستان علامہ اقبال جي شخصيتن تي اهڙو گند اڇلايو آهي جو وار بہ ڪڙا ٿي وڃن ٿا.

جي ايم سيد جن هندو ليڊرن جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن کي پنهنجي سياسي نظرين جو منبع (بنياد) ۽ دنيا جا عظيم ليڊر سڏيو آهي، انهن ۾ هيٺيان قابل ذڪر آهن.

## مهاتما گانڌي

"هي هندوستان جي جنگ آزاديءَ جو سپہ سالار، هندو مسلم اتحاد جو حامي، اڇوتن جو همدرد، اعليٰ اخلاق جو صاحب، سادگيءَ جو پتلو صاحب دل ۽ عالي دماغ بزرگ هو."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 25)

"دنيا جي مکيہ پيغمبرن جا بہ سندن حياتيءَ جي عرصي ۾ ايترا سرويچ پوئلڳ نہ ٿيا. جيترا هن ضعيف البدن، ساڌو صفت، سياسي رهنما جا ٿيا."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 26)

"هي نہ صرف جنگ آزاديءَ جو سپہ سالار هو پر سياسي مفڪر، مدبر ۽ حڪيم القوم هو. عوام جي نبض تي سندس هٿ هوندو هو. سندس زندگيءَ جا هيٺيان چار مقصد هئا، جن لاءِ هن ڪم ڪيو:

(1) هندوستان جي جملي رهاڪن کي بنا تفاوت مذهب، نسل،

زبان ۽ ايراضي جي هڪ واحد قوم بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ.

(2) هندوستان کي ٻارهئين سامراجي تسلط کان آزاد ڪرائي خود مختيار بنائڻ.

(3) هندوستان کي ايشيائي ۽ آفريڪائي ملڪن جي اتحاد ۽ آزدي لاءِ ذريعو بنائڻ.

(4) مشرقي ۽ مغربي تهذيبن جي ميلاپ ۽ امن عالم لاءِ آزاد هندوستان کي وسيلو ڪري ڪم آڻڻ.

پهرين مقصد جي حصول ۾ هو هيٺين ڳالهين ڪري ڪامياب ٿي نہ سگهيو.

(1) هندو ۽ مسلمان عوام تي قديم دقيانوسي شريعتن جو تسلط هو جن جي واڳ چند خود مطلب مٿانهين طبقي جي ماڻهن ۽ سندن آلہ ڪار پنڊتن ۽ ملن جي هٿ ۾ هئي.

(2) ملن ۽ پنڊتن طرفان مذهب جون غلط تشريحون.

(3) انگريزن جي سامراجي پاليسي.

ٻئي مقصد ۾ هو ڪامياب ٿيو ليڪن مٿي ذڪر ڪيل سببن ڪري اها آزادي هندوستان کي ورهائي ٻن حصن ۾ ڪرڻ سان ملي."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 45)

## پنڊت جواهر لال نهرو

"هي ڪلچرلي مسلمان هو سوشلي يورپي هو جذباتي ڀارتي هندو هو. مذهب ۽ سياسي طرح لاعوفي (لادين) هو. سچو دوست، اهل دل ۽ صاحبِ دماغ هو تهذيب ۽ شرافت جو مجسمو هو. جي آسمان ۾ اڏامڻ عيوض زمين ڏي بہ توجهہ ڪري ها تہ هن دور جو واحد لاثاني ليڊر شمار ٿئي ها. تنهن هوندي بہ هي دنيا جي نمبر اول ليڊرن ۾ ڳڻجڻ جو حقدار آهي."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 45)

## ولڀ ڀائي پٽيل

ڪانگريس ۾ آزادي جا روح روان مهاتما گانڌي، پنڊت جواهر لعل نهرو، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ خان عبدالغفار جهڙا آئيڊيلسٽ ليڊر هئا، ليڪن انهن کي جلد نزديڪ آڻڻ جو سهرو پٽيل تي هو جنهن حالتن جي تقاضا ۽ سياسي مصلحت کي مدنظر رکي، ملڪ جي ورهاڱي کي قبول ڪري، ان کي ترت عمل ۾ آندو. هن جي دوربين اکين ڏسي ورتو هو تہ هندو مسلم اختلاف ناسور جي صورت وٺي ويا هئا ۽ انهن جو علاج جراحيءَ کانسواءِ ٿيڻ مشڪل هو.

هن ڏٺو تہ باوجود ڪيترن ڪوشش جي فرقيوار سوال مختلف سببن ڪري حل نہ ٿي سگهيو هو. انگريز ورهاڱي جو سوال قبول ڪري چڪا هئا. مسلمانن جي اڪثريت انهي تي مصر هئي، انهي ڪري جذبات يا اصولن جي خيال کان ان کي نہ قبولڻ مان آزاديءَ جي راهہ ۾ رنڊڪ ۽ دير پوڻ جو امڪان هو. ان مان هندو مسلم اختلاف وڌڻا هئا، گهٽجڻا ڪونہ هئا. هن اهو چڱو ڪم ڪيو يا غلط ان جو فيصلو اڳتي هلي تاريخ کي ڏيڻو آهي. ليڪن هن کان انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ هن جو ڪيو، سو خلوص دل سان ملڪ جو فائدو سمجهي ڪيائين."

(جديد سياست جا نورتن ص نمبر 87_ 88)

## يوم محمد بن قاسم جي صدارت کان انڪار

سنہ 1966ع ۾ روزنامہ مهراڻ حيدرآباد ۾ مظهرالدين چارڻ جو تفصيلي مراسلو شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ ان لکيو آهي تہ:

مان سنڌ جي مشهور سياستدان جي ايم سيد وٽ ان جي ڳوٺ سن ضلع دادو سنڌ ويس ۽ کيس استدعا ڪيم تہ اسين دادو ۾ فاتح سنڌ غازي محمد بن قاسم جي ورسي ملهائي رهيا آهيون براه نوازش توهين ان جي صدارت فرمايو. ان تي جي ايم سيد جو منهن غصي ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ گهڻي تلخ انداز ۾ صدارت ڪرڻ کان انڪار ڪندي هيءَ چيو تہ "اهڙي غاصب، لٽيري ۽ بدمعاش جي ورسي جنهن سنڌ کي

تباهہ ۽ برباد ڪيو هو آخر ڇو ملهائي پئي وڃي؟“
(ڪتاب ”جي ايم سيد پنهنجي تحريرن جي آئيني ۾“ تاليف رشيد احمد لاشاري تان ورتل)

## سنڌ جي علماء ڪرام ڏانهن هڪ خط

السلام عليڪم!

گذارش اها آهي تہ اسان جي سونهاري سنڌ ۾ اٽڪل 20_25 سالن کان وٺي هڪ تحريڪ هلي رهي آهي جنهن جو باني سن شهر جو هڪ باشندو آهي. هن پنهنجي تحريڪ جي شروعات ۾ اهو اعلان ڪيو هو تہ سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجن جائز حقن ڏيارڻ لاءِ اها تنظيم قائم ڪئي اٿم ۽ اها اسلام ۽ مذهب سان ڪڏهن بہ متصادم نہ ٿيندي. پر اڳتي هلي هن اهڙي قسم جا ڪتاب تيار ڪيا جن ۾ اسلام، شعائر اسلام، خدا، خدا جي رسول ۽ اسلامي اڪابرن جي دل کولي مخالفت ڪئي ۽ انهن سڀني جي توهين ۽ بي ادبي پڻ ڪئي. هن نوجوانن کي اها ڳالهہ باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ سنڌين جا حق اسلام جي آڙ ۾ کسجي رهيا آهن ۽ توهان جيستائين اسلام تي قائم رهندؤ تيستائين توهان کي پنهنجا حق پلئہ پئجي نہ سگهندا. ٻين لفظن ۾ هن پنهنجي تحريڪ جو بنياد اسلام دشمني ۽ مذهبي تذليل و توهين تي رکيو. مسلمان اڪابرين جي دل کولي ڪردارڪشي ڪيائين ۽ انهن کي لٽيرو، ڌاڙو، ظالم ۽ سفاڪ ڪري پيش ڪيائين. ان کان علاوه هن نوجوانن جي دلين ۾ هندو مذهب، هندو تهذيب ۽ مشهور هندو ليڊرن سان محبت ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش پڻ ڪئي. نتيجو اهو نڪتو تہ هر اهو نوجوان جنهن هن شخص جا سمورا ڪتاب پڙهيا ۽ ساڻس عقيدت بہ رکي تہ سندس دل ۾ اسلام ۽ مسلم اڪابرين جي تہ جيتري بہ وقعت نظر نہ ايندي ۽ هن جو دل ۽ دماغ هندو مذهب ۽ هندو اڳواڻن جي محبت سان سرشار نظر ايندو.

هن تحريڪ جا ڪيترائي ڪارڪن، خدا پاڪ، قرآن مجيد،

رسول ڪريم ﷺ، خلفاءِ راشدين رضہ مسلمان فاتحين خصوصاً محمد بن قاسم ۽ سلطان محمود غزنوي ۽ مسلمانن حڪمرانن خصوصاً اورنگزيب عالمگير کان بيحد متنفر نظر ايندا. انهن نوجوانن جي دلين ۾ هندو تهذيب ۽ هندو ليڊرن جهڙوڪ: گانڌي، نهرو ۽ اندرا گانڌي وغيره سان بيحد انس ۽ پيار ڏسڻ ۾ ايندو. اسان کي پڪي طرح معلوم ٿيو آهي تہ مذڪوره بالاتحريڪ جي ڪيترن ئي ڪارڪنن پنهنجي اولاد جا نالا راجا ڏاهر، هيمون ڪالاڻي ۽ اندرا گانڌي وغيره رکڻ شروع ڪيا آهن.

ظلم جي حد اها آهي جو تازو هن تحريڪ جي هڪ پوئلڳ پنهنجي ڪتاب نالي ”سنڌ جي سورمي: ماين“ جي آخري صفحي تي مجوزه سنڌوديش جو قومي ترانو ڏنو آهي جنهن ۾ سنڌ جي سرزمين کي معبود بڻائي ان جي پوڄا جي ترغيب ڏني اٿائين. سندس تراني جي سٽ هن طرح آهي:

سنڌو ديش جي ڌرتي!
توتي پنهنجو سيس نمايان،
مٿي ماٿي لايان.

توهان پاڻ اندازو لڳايو تہ مسلمان جنهن جو سيس يعني مٿو خدا وحده لاشريڪ له آڏو جهڪندو هو اهو هاڻي سنڌ جي ڌرتي آڏو جهڪي رهيو آهي. افسوس! صد افسوس!!

مون کي نهايت ارمان سان ان ڳالهہ جو اظهار ڪرڻو ٿو پوي تہ جڏهن اسلام ۽ اسلامي اصولن جي ايڏي وڏي توهين ۽ انحرافي ٿي رهي آهي تہ پوءِ سنڌ جا عالم سڳورا ۽ گادي نشين ڇو خاموش آهن؟ مان ڪانئن اهو سوال پڇان ٿو تہ توهان ان تحريڪ جي نقصانن کان سنڌ جي مسلمانن خصوصاً نوجوانن کي آگاه ڇو نہ ڪيو آهي؟ توهان پنهنجي تقرير ۽ تحرير رستي ان اسلام دشمن تحريڪ جي مخالفت ڇو نہ ڪئي آهي؟ مان توهان کي الله پاڪ جي عظمت ۽ ڪبريائيءَ جو واسطو ڏيئي نماڻو عرض ڪري رهيو آهيان تہ توهان پنهنجي مصلحت ۽ خاموشي کي ٽوڙي ڪري اٿي کڙا ٿيو ۽ هن عظيم فتني جي سيلاب

ڪي ٻنجو ڏيو ۽ ان تحريڪ جي بيخ ڪني ڪرڻ لاءِ ڪمربستہ ٿيو جيڪا اسلام ۽ اسلامي اتحاد کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات سنڌ جي درسگاهن ۾ سرگرم عمل آهي. مان آخر ۾ وري بہ اوهان کي پرزور اپيل ڪريان ٿو تہ خدا جي واسطي ان معاملي کي نظرانداز نہ ڪريو بلڪ پوري ڪوشش ۽ استقامت سان ان فتنہ ارتداد کي مرد مجاهد بڻجي منهن ڏيو خدا توهان جو حامي ۽ ناصر ٿيندو.

وما علينا الي البلاغ

اسلام جو هڪ ادني خادم........

(هفتيوار "وينجهار" 30 نومبر ـ 6 ڊسمبر 87ع

حيدرآباد تان ورتل)

## حيدرآباد ۾ ڪتابن جي ايجنسي

جيئن تہ اسان ڪي هن اداري (يعني خلافت اڪيڊمي شڪارپور) طرفان ٻين ڪتابن شايع ڪرائڻ جو پڻ پروگرام آهي. اتر سنڌ جي هن نسبتًا ننڍي شهر ۾ رهندي سڄي سنڌ جي مختلف شهرن جي بڪ اسٽالن تائين پنهنجا ڇپيل ڪتاب پهچائڻ اسان جي لاءِ تقريبًا ناممڪن آهي. سو اسان چاهيون ٿا تہ سنڌ جي هن مرڪزي شهر حيدرآباد ۾ ڪا اهڙي ڪتابن جي ايجنسي هجي جيڪا اسان کان مناسب ڪميشن تي ڪتاب وٺي سڄي سنڌ ۾ ڪتاب سپلاءِ ڪري تہ بهتر جيڪڏهن ڪو ادارو اسان سان ان سلسلي ۾ تعاون ڪرڻ چاهي تہ هيٺ ڄاڻايل ائڊريس تي رابطو ڪري.

صدر خلافت اڪيڊمي

پٽني محلو. صدر روڊ شڪارپور

# جي ايم سيد کي خطاب

(الف)

مصطفيٰ ڏي تنهنجي نسبت، مصطفيٰ لئي عار آهه،
تو جيهي اولاد کان مرسل سچو بيزار آهه.

پر چڙهي پيغمبر جي تون لڙهه لڳين لينن سندي،
مارڪس، اينجلز ۽ هيگل سان توکي پيار آهه.

ڪفر جا هي ٽنيئي چارئي تنهنجا آهن پيشوا،
مير مرسل ساڻ نسبت توکي ڇو درڪار آهه.

پاڻ کي سيد سڏائي خلق کي ڪارين ٿو ڇو،
سيدي سونهين ٿي ان کي جنهن جو قرآن يار آهه.

وير قرآن ساڻ تنهنجو ملڪ ۾ مشهور ٿيو،
دين حق، قرآن وسنت سڀ تي تنهنجو وار آهه.

دشمني اسلام جي تي توکي آهي فخر و ناز،
دين حق جي دشمني ۾ تنهنجو سڀ پرچار آهه.

گودڙي گيڙو ۾ لڪندو ڪفر ۽ الحاد ڪيئن،
رنگ ۽ هي ڍنگ تنهنجو خلق وٽ نروار آهه.

سنڌ ۽ سنڌي جو نعرو، آهه داڻو دام جو،
ان جي هينان تو وڇايو ڪفر جو هڪ جار آهه.

شل سلامت سنڌ ۽ سنڌي رهن اسلام سان،
هن دعا ۾ مون سان شامل سنڌ جو هر ٻار آهه.

تيرهن صدين کان آهي سنڌ گهر اسلام جو،
روز اول کان هي مرسل مير جي حُبدار آهه.

مير مرسل جا منارا ساهه آهن سنڌ جو
۽ مدينو سنڌ وارن جي اکين جو نار آهه.

سنڌ آهي مصطفيٰ جي، مصطفيٰ تيو سنڌ جو
مصطفيٰ تان ٻچو ٻچو سنڌ جو ٻلهار آهه.

سنڌ ۾ سائين ٿو سڏجين تون مهابي مصطفيٰ،
مصطفيٰ کان ڌار ٿيندين سنڌ توکان ڌار آهه.

دين جو دشمن رهي تون مان ماٺيندين ڪٿان،
ٻارڙا سيد جا تنهنجي سمجهه ڇو بيمار آهه.

آدمي، ابليس ڪنهن مان تو کي لڳو آسيب هي،
ورنه سيد جو ٻچو اسلام جو آڌار آهه.

تو لڳي آهي لڳت هي، ڪنهن هنوماني هٿان،
جنهن کي اسلام ۽ عرب تي ڄائي ڄم کان خار آهه.

جنهن جي دل تي داغ آهي دين حق جي سوڀ جو،
جنهن کي ڏاهر جي تباهي جو هنئين ۾ ڏار آهه.

تون پري پنهنجن کان تي وئين، ويا پراوا تو ڪٽي،
سا ٻگهڙ ڪائين ٻڪري، جيڪا ڌڻ کان ڌار آهه.

هو وڏا تنهنجا سڳورا، دين وارا ياد ڪر،
مائٽن پنهنجن جي پر کان توکي ڇو انڪار آهه.

موٽ موڙهل يار منهنجا، دين ڏي، ايمان ڏي،
منتظر موٽڻ لئي تنهنجي مصطفيٰ مهندار آهه.

موٽ، مرسل مير توکي ٿو مديني ڏي سڏي،
جت سچي سردار جي برڪت ڀري دربار آهه.

موٽ مرسل ڄام جي قدمن تي رک پنهنجو مٿو
سيد الڪونين سيني سيدن سردار آهه.

(مولانا خير محمد نظاماڻي)

(ب)

لڳي توکي اي سيد سَن جا ناهوڪي نَظر ڪاني،
عمل جي آ سزا توکي ڇڏي تو راهہ رباني.

وساري تو نبي ناني جي سُنت ۽ طريقت
بحيثيت مسلمان تون ڪئي گُم راهہ رحماني

مگر ”جيئڻ مون ڏنو“ تنهنجو ڪتاب ناهي ڪو ڊرامو آ
سيئي ڪردار ڪوڙا ۽ پلاٽ ان جو آ شيطاني

سيئي اسلام جا احڪامَ جن کي ٿي مڃي اُمت
ڪري انڪار انهن جو ڪئي تو ڪار ڪفراني.

سڄي امت آ هڪ پاسي، تون ٻي پاسي غلط برسر،
تو سمجهين عقل ڪُل خود کي اها تنهنجي آ ناداني.

اُڏايو تو مذاق آهي خدا جي دين جو ناحق،
نماز روزو زڪوات ۽ حج چوين ٿو لغو لايعني.

شريعت مصطفيٰ جي آ نہ آهي دين مُلا جو
ڏيئي طعنو تون مُلا جو ڪئي حرڪت آ هاماني.

لِکت تنهنجي مان ظاهر آ ڪيا تون دين دشمن خوش،
يهودي خوش، نصارا خوش ۽ هندو خوش، آ حيراني.

ڪيو جو پيش تو آ نظريو وحدت غلط آهي،
ڪرين جي ڪُفر ايمان هڪ ڪجا ماند مسلماني.

اي حافظ هن ڪيا گمراهہ ڪيئي نوجوان سنڌي،
ابوجهن کي وڻايو هُن غلط رستو آ زنداني.

(حافظ سنڌي)

# ضميمو

گهڻن ماڻهن کي هيءَ ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته مسٽر جي.ايم سيد صاحب جي سياست هميشه فرقيوارانه ڇو رهي آهي؟ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن کي ويڙهائڻ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيائين. پنهنجي جوانيءَ واري سياسي زندگيءَ ۾ الله بخش وزارت جي ڊاهڻ لاءِ 1939ع ۾ منزل گاهه جي واقعي تي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ فرقيوارانه جذبات ڀڙڪايائين. پاڻ لکت ۾ تسليم ڪيو اٿس ۽ زباني طرح به اقرار ڪيو اٿس ته اسان هي فساد مذهبي آڙ وٺي محض الله بخش وزارت جي ڪيرائڻ لاءِ ڪرايو هو. سندس هي سياسي مقصد ته بعد ۾ پورو ٿيو پر اندازو لڳايو ته ان فساد ۾ ڪيترو جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. مسٽر جي.ايم سيد جو پراڻو ساٿي پير علي محمد شاهه راشدي فساد جي اسباب معلوم ڪرڻ واري ٽربيونل اڳيان مسلمانن پاران پيش ٿيو هو. پنهنجي ڪتاب ”اُهي ڏينهن اُهي شينهن“ ۾ متئين فساد ۾ ٿيل نقصان جو تفصيل ٻڌائيندي لکي ٿو ته: ”مسلم ليگ فيصلو ڪيو سيتاگرهه جو. ڪجهه ڏينهن جي هل چل بعد شروع ٿي سيتاگرهه. سيتا گرهن وڃي ورتو قبضو مسجد جو. هزار کن پيا جيل ۾. جيل کان آزاد ٿي وڃي وٺنا خود مسجد. سڳوريءَ ۾. الله بخش گورنمنٽ ڪيو پيو حڪم ته بيقاعدي ورتل قبضو ڇڏايو وڃي. زوريءَ اچي پوليس گهڙي مسجد ۾. ڪن مسلمانن کي لڳيون لٺيون. ڪن تي اني گئس. ڪن جا وهيا رت. پوءِ ته شروع ٿيا هندو مسلم فساد. ڪشت ۽ خون. ساڙ ٻار. اوندهه ۽ انڌوڪار! سوين ماڻهو ڳوٺ. شهر ۽ پسگردائي اندر ويا قتلام ٿي. لکن ۽ ڪروڙن جون جائدادون ٿي ويون باهن وکهي ڀسم. هزارين مسلمانن کي ڇڪي وڌائون جيلن ۾.“

(صفحه 152 سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو ٻيو)

هي آهي مسٽر جي.ايم سيد واري فرقيوارانه سياست جو ڪرشمو

۽ هينئر سنڌي باشندن ۾ قاسم ازم ۽ ڏاهر ازم جي بنياد تي فساد جو ٻج پوکيائين. سندس ڪتاب پڙهي گهر گهر مناظرا ٿيندا. ڪو چوندو تہ ابن قاسم ناحق تي هئو ۽ ان جا پرجهلائو يزيدي آهن. ڏاهر حق تي هو ۽ ان جا مڃيندڙ حسيني آهن. ڪي وري چوندا تہ مرحبا ابنِ قسم! تو سنڌ فتح ڪئي، اسان مسلمان ٿياسون ۽ حسين جي ناني جي دين کان آگاهہ ٿياسون. اڳي ٿيٽيهہ ڪروڙ بتن کي سجدو تي ڪيوسين ۽ هينئر هڪڙي الله جي آڏو نوڙئون ٿا. اڳي گيتا کي پڙهندا هئاسون ۽ هينئر اي ابنِ قاسم! تنهنجي اچڻ کان پوءِ قرآن شريف کان متعارف ٿياسون، جو حسين جي ناني تي لٿو هو. اي ابنِ قاسم! جي تون سنڌ ۾ نہ اچين ها تہ اسان اسلام، نبي ۽ سندس آل، صحابہ ۽ صلحاءِ امت جي نالن کان بہ آشنا نہ هجون ها. مطلب تہ "برو هو پنيور جو آرياٽيءَ اُجاريو" خدارا انصاف ڪريو تہ ان قسم جي گفتگو سنڌ اندر ٿيندي يا نہ؟ ۽ ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟ صاف ظاهر آهي مذهبي لڙائي. ٻڌايو تہ ان ۾ اسان سنڌين کي فائدو پوندو يا نقصان؟

حقيقت هيءَ آهي تہ عرب سڳورن جي تعصب ۾ شاهہ صاحب سنڌ اندر هڪ نئين ڏاهري فرقي ۽ گروهہ جو بنياد وڌو. ان جا نهايت ئي خطرناڪ نتيجا نڪري سگهن ٿا. خدا پناهہ ڏي! تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن بہ مذهب يا ملڪ ۾ هڪ نئين فرقي جي پيدا ٿيڻ تي شديد رد عمل ظاهر ٿيندو آهي. مسلمانن جي تاريخ ۾ معتزلہ نالي هڪ نئين فرقي جو بنياد پيو هو. ان کي عباسي بادشاهن جي حمايت حاصل هئي. فطري طور ان جو رد عمل ظاهر ٿيو.

امام ابن خلدون هن نئين فرقي معتزلہ جي عقائد ۽ مسلمانن ۾ ان جي رد عمل جي ظهور تي پنهنجي مقدمہ ۾ لکي ٿو: "وري هي زهريلو خيال هنن (معتزلن) ڦهلايو تہ قرآن مخلوق آهي، حالانڪ تمام اسلاف ان جي خلاف آهي. هن بدعت تہ مسلمانن جي اندر وڏو ممڻ مچايو. ڪن خليفن بہ هنن جو پاسو ورتو ۽ عام مخلوق کي بہ پنهنجو طرفدار بڻائڻ تي چاهيائون. نتيجي طور اڳين امامن هن خطرناڪ بدعت جو سينو تاڻي مقابلو ڪيو. وڏي خونريزي تي ۽ ڪيترن ئي مسلمانن جون

جانيون قربان ٿي ويون.“[1]

اوهان مٿي علامہ ابن خلدون جي زباني پڙهيو تہ هڪ نئين گروهہ ۽ فرقي جي پيدا ٿيڻ تي ڪهڙا نہ خطرناڪ نتيجا نڪرن ٿا. ڇا مسٽر جي.ايم سيد جو هي نئون ڏاهري فرقو ۽ گروهہ تاريخ جي فيصلي کان مستثنيٰ رهندو؟ يورپ جي تاريخ ۾ بہ هڪ نئين گروهہ ۽ فرقي پيدا ٿيڻ تي بي شمار خونريزي ۽ نقصان جي ثابتي ملي ٿي. اهو آهي پروٽسٽنٽ فرقو جنهن جو بنياد 1517ع ۾ جرمني جي هڪ شخص مارٽن ليوٿر (Martin Luther) وڌو هو. ليوٿر وٽنبرگ يونيورسٽيءَ ۾ فلسفي جو پروفيسر هو. اتي هن ٽيٽزل (Tetzel) نالي هڪ شخص کي پوپن جي طرفان پروانا وڪڻندي ڏٺو. ٽيٽزل روم ۾ سينٽ پيٽر چرچ (Church) جي تعمير لاءِ پئسا پيو گڏ ڪري. ليوٿر هيءَ حرڪت ڏسي (Indulgences) يعني پادرين جي هن خاص حقن خلاص اعتراض ڪيو ۽ ان نموني مسيحي دنيا ۾ معتزلہ وانگي هڪ نئين فرقي جو بنياد پيو. ان کي يورپ جي تاريخ ۾ اصلاحي (Reformation) واري تحريڪ بہ چوندا آهن. ليوٿر پاڻ بادشاهن ۽ وڏيرن جو ايجنٽ هو. جيئن سندس هڪ پمفليٽ مان ظاهر آهي, جيڪو هن 1525ع ۾ لکيو هو. ان سال هارين ۽ ڪڙمين ليوٿر جي تعليم کان متاثر ٿي بيگاري ۽ غلامي جي ختم ڪرڻ لاءِ بغاوت ڪئي هئي. ليوٿر پنهنجي پمفليٽ ۾ هارين ۽ ڪڙمين خلاف قتل جي فتويٰ ڏني هئي, پر ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هن جي نئين فرقي ۾ ڪي ماڻهو دلچسپي وٺڻ لڳا. يورپ جي ڪن بادشاهن هن نئين فرقي جي حمايت ڪئي تہ ڪن رومن ڪئٿالڪ چرچ جو ساٿ ڏنو. محمد بن قاسم ۽ ڏاهر جيان گهر گهر بحث مباحثا ٿيڻ لڳا. نتيجي طور يورپ ۾ (1618ع) مذهبي لڙايون شروع ٿيون. يورپي تاريخدان هنن لڙاين کي ٽيهہ سالہ لڙائي (Thirty Years War) جي نالي سان موسوم ڪن ٿا, ڇاڪاڻ تہ پروٽسٽنٽ فرقي جي پيدا ٿيڻ بعد هي مذهبي لڙايون 1618ع ۾ شروع

---

[1] مقدمہ ابن خلدون, صفحہ 444 شايع شده نور محمد تجارت ڪتب ڪراچي

ٽيون ۽ ٽيهه سال لڳاتار هلي 1648ع ۾ وڃي ختم ٿيون. انهن ئي لڙائين ۾ ليوٿر جي حامي ۽ مشهور فرينچ مصلح جان ڪئلوِن (Calvin) جي حامين به چڱو حصو ورتو هو جنهن کي ڪئلوني چوندا هئا. جرمنيءَ ۾ هن لڙائيءَ جا نهايت ئي مهلڪ اثرات پيا.

هڪ انگريز مؤرخ ڊيويس (Davies) پنهنجي ڪتاب "An Outline History of the World" ۾ لکي ٿو ته: جرمنيءَ جي هيءَ ٽيهه ساله لڙائي جيڪا 1618ع کان 1648ع تائين لڳي، ان ۾ شهنشاهه فرڊيننڊ (Ferdinand 11)، ڪئلون ۽ ليوٿر جي پوئلڳن جي پاڙ پٽڻ لاءِ پڪو پهه ڪيو هو. ٻئي طرف سويڊن ۾ ليوٿر جي مريد بادشاهه اڊالفس (Adolphous) پروٽسٽن جي مدد ڪئي هئي. نتيجي طور جرمني ٽن ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي ۽ هڪ تي ڪئٿالڪن قبضو ڪيو ٻئي تي ڪئلوِن جا پيروڪار مسلط ٿيا ۽ ٽئين تي ليوٿر جا متبع حاڪم ٿيا. معاهدي جي شرطن مطابق هر خود مختيار شهزادي کي ڪهڙي به مذهب اختيار ڪرڻ جو حق مليو ۽ هن ٽيهه ساله مذهبي لڙائيءَ ۾ جرمنيءَ جي مڪمل تباهي آئي. تجارت بند ٿي وئي، آبادي جي انخلاءِ ٿي، تعليمي ادارا بند ٿي ويا، هر طرف اوندهه انڌوڪار ٿي وئي، جا تاريخ عيسائيت جو هڪ ڪارو باب آهي.

انگلئنڊ ۾ پڻ هن مذهبي جنگ جا خطرناڪ نتيجا نڪتا. اتي 1642ع کان 1649ع تائين يعني سانده ست سال تائين خانه جنگي رهي. لاچار ماڻهو اتان لڏي وڃي امريڪا وينا. هيءَ گهرو لڙائي ان وقت جي بادشاهه کي ڦاسي ڏيڻ کان پوءِ ختم ٿي وئي."[1]

(ڪتاب "ترقي پسند فڪر جو جائزو" مصنف قربان علي بگٽي، ص88_90 تان ورتل)

---

[1] هسٽري آف دي ورلڊ از: ڊيوز صفحه 411 آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس لنڊن

ان تي فخر هو. ڪيس هندن ۽ عيسائين ۾ ته خوبيون نظر آيون ٿي، پر (اسلام ۽) مسلمانن ۾ ڪابه خوبي نظر نٿي آئي.

جي ايم سيد جي جدوجهد جو هدف اهو هو ته سنڌي ماڻهو اها ڳالهه سمجهن ته انهن مسلمان ٿي ڪري وڏي غلطي ڪئي آهي. سندن مصيبتن، پريشانين، ڏکن ڏاکڙن ۽ غلامي جو ڪارڻ اسلام آهي. جي ايم سيد پنهنجي انهي مقصد ۾ هڪ حد تائين ڪامياب ويو. جو ڪيئي هزار سنڌي مسلمان اسلام جي حقانيت جا انڪاري ٿي ويا. هزارين فرد دين جي معاملي ۾ بي حس بڻجي ويا.

جي ايم سيد جو سڄو زور، ان ڳالهه تي هو ته اسلام نه ته مڪمل دين آهي، نه اڪيلو سچو دين آهي، نه آخري دين آهي. اسلام سان ڪنهن کي دلچسپي آهي ته اها رڳو ذاتي سطح تي هجي، اسلام کي اجتماعي معاملن ۾ نه آڻجي. جي ايم سيد، اسلام جي اهڙي تصوير پيش ڪئي آهي، جيڪا مستشرقين (غير مسلم محققن) جي ثاهيل هئي. جي ايم سيد، اسلام کي سمهجهڻ لاءِ مغرب جي اسڪالرن تي ڀروسو ڪيو. هن اسلام کي مسلمان عالمن جي ذريعي سمجهڻ تي اعتبار نه ڪيو بلڪ ان کي شدت سان مسترد ڪيو. مسلمانن منجهان، جي ايم سيد کي سر سيد جهڙا حديث جا منڪر پسند آيا. سر سيد جي مذهبي تشريح جو اثر، جي ايم سيد جي تحريرن ۾ ڪٿي ڪٿي نظر اچي ٿو. جي ايم سيد جي وڏي خوش قسمتي اها هئي، جو هو خدا، وحي، انبياء ڪرام ۽ اسلام جي سموري تعليمات بابت ايتريون ساريون (خطرناڪ ۽) سنگين ڳالهيون، سنڌ ۾ رهي ڪري، لکي ويو. جيڪي دنيا جي ٻئي ڪنهن خطي جا مسلمان برداشت نٿا ڪري سگهن. سنڌ جا عالم سڳورا معلوم ناهي، ڇو سندس اهي سموريون ڳالهيون برداشت ڪري ويا. سندس ڪفريه ڪلمات جو ڪو به رد ڪونه ڪيائون. سنڌ جي عالمن کي سنڌ جو سور ته محسوس ٿيو پر خدا ۽ اسلام بابت، جي ايم سيد جي ڪيل واهيات اعتراضن جي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تـي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپـن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاها ڪـن ٿـا، موتـي مَنجهہِ پـهـاڙ ڇُپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مـون لاءِ بـنـهـي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)